# ٻار سنڌي ڪهاڻيءَ ۾

(ٻارن جي موضوع تي لکيل سنڌيءَ جي مشهور ليکڪن جون
چونڊ ڪهاڻيون)


سهيڙيندڙ

**ولي رام ولڀ**





**سُهڻي**
پبليڪيشنس
حيدرآباد، سنڌ
١٩٨٤ع

ڇپائيندڙ: مقصود احمد ميمڻ، ٻاران سهڻي پبليڪيشنس
حيدرآباد سنڌ

ڇپيندڙ: سهڻي پرنٽرز، الهندو ڪچو،
حيدرآباد سنڌ

ڇپجڻ جو مهينو: اپريل (۱۹۸۴ع)

**قيمت سادي ڪاپي ۰۰-۱۲ روپيا**
**اڇي ٻڌي تي ۰۰-۱۶ روپيا**

# ترتيب

ارپيان ٿو

سنڌي ٻارن کي

وليرام ولڀ

# پنهنجي طرفان...

شايد پڙهندڙ ڪتاب جي نالي مان اِهو سمجهن ته اهي ڪهاڻيون ٻارن لاءِ آهن، پر ائين ناهي. هن مجموعي ۾ اهي ڪهاڻيون شامل آهن، جن جو مرڪزي ڪردار 'ٻار' آهي، ۽ ٻار جي موضوع تي لکيون ويئون آهن.
هيءَ ڪتاب 'ٻارن جي سال' تي هڪ اداري کي ڇپڻو هو، پر ڪن مجبورين ڪري آهو ادارو انهيءَ سال ڪتاب ڇپجي نه سگهيو. وليرام ولڀ صاحب اِهو ڪتاب مونکي ڇپڻ لاءِ ڏنو. سوچيو هوم ته ٻئي سال مان اِهو ڪتاب ڇپي پڌرو ڪندس. پر خواهش جي باوجود به ڪتاب نه نڪري سگهيو.
هاڻ ته ٻارن جي سال کي گذري به سال ٿي ويا آهن.
وليرام صاحب کي انهيءَ موضوع تي جيڪي به ڪهاڻيون سجهيون ٿي، سي هن سهيڙي ڏنيون هيون. هن مجموعي ۾ آيل ڪهاڻين کان علاوه به اجا چار پنج ڪهاڻيون انهيءَ موضوع تي آهن، جيڪي به وليرام صاحب ڏنيون هيون، پر ڪتاب جي ڇپائيءَ ۾ ايتري گهڻي دير ٿي آهي، جو ڊپ هوم ته جيڪڏهن انهن ڪهاڻين لاءِ ڪتاب کي ترسائبو ته ماڳهين ڪتاب نڪرڻ کان ئي نه رهجي وڃي.
انهيءَ لاءِ وليرام صاحب ۽ پڙهندڙن کان معذرت.

— طارق اشرف

# مون ۾ سنگتيءَ ۾ ڪي نہ ڏٺو هو!

## لالچند امرڏنو مل جڳتياڻي

بابو سرڳي مون کي ساڻس ڏسي نہ ڳالهہ ٿي نہ پيئي وڻيس؛ پر وات سان چوڻ ڪجهہ نہ. بابي جي ڳالهہ مان هوندءَ هرڪا رکان: چوي آٽ نہ آٽان؛ چوي ويهہ نہ وهان. هن باري ۾ سو جيڪڏهن سمجهانس بہ پيو، تہ بہ سنگتيءَ سان چڻ ڦاڙ مان نہ پيو ڪريان.

حقيقت آهي تہ هو يار خوار بہ اوڙي پاڙي هو. پانيان تـو تہ مان ٿي هوس، جنهن کي هن جي سنگت مان بچان ڪانہ ٿي آئي.

ڪنهن سمي هن جي چؤوٽ هيڪاري وڏندڙ هئي. هنڌ پٽ، گهٽيءَ پاڙي، هن جي چرچا هلي ٿي پئي. ڪنهن جا پڌ تہ حق غصب ڪري ويو، ڪنهن جي پڌ تہ ڏندي ۾ بيڙي پوڙيائين، ڪنهن سان ڇي هٿن ورتيو، ڪنهن سان ڇي هونءَ ورتيو. مطلب تہ جيترا هٿا ماڻهو، اوتريون هيون ڳالهيون.

اهي سربستيون خبرون بابي سرڳيءَ جي ڪن پون تہ هيڪاري بہ بي آرام پيو ٿئي. پانيان تو- پانيان چو تو؟ پڪ اٿمـ سرڳيءَ کي ويچار ٿي ٿيو تہ متان هن جي سنگت ۾ مان سندس لاڪيٽو لال بہ ڪرجي پهر نہ ٿي پوان!

بابي کي منهنجي باري ۾ اها اون ٿي ٿي، تنهن لاءِ مان هن کي ڏوهہ ڇو ڏيان؟ پر مون بہ ڪي تہ سنگتيءَ ۾ ڏٺو هو! جنهن نانءِ، سچ پچ آنهيءَ ويل ڪو مون ڪان پڇي ها تہ اسان کي بہ تہ انهيءَ جو سير پار ڏي تہ مان هوند لاجواب ٿي بيهان ها.

خير! هڪ لڳا بابي سان گڏ موٽر ۾ آفيس ڏانهن پيو وڃان تہ هي بہ ڪو دڳ تي گڏجي ويوسين.

مون موٽر بيهاري، هن کي ڪيڪاريو ته ڏنم ٻاٻي کي ڳالهه
نه وڻي.
هيڪاري جو هن چيو تـه مشن روڊ تائين مان ٻـه ٽو اوهان
ساڻ موٽر ۾ هلان، ته ٻاٻي جو منهن اچي ورن ورن ٿيو.
تنهن هوندي ٻه، وچ ۾رو سيري، مون هن جي لاءِ پنهنجي پاسي
۾ جاءِ ڪئي.
ٻاٻو سور پي ويو. ڪچيائين ڪونه; پر پوءِ مون کي ٻڌايائين
ته انهيءَ وير سندس من جي حالت ڇا هئي.
رهين روڊ تان ڦري، مشن روڊ تي ٽياسين ته سول هاسپيٽل وٽ
موٽر بيهاري مـون همراهه کي چيو: مون کي آهي اسپتال ۾
ڪنهن مريض کي ڏسڻو. تون وري مون کي ڪٿي ڪنهن ٻئي
وقت ڳڌج.
ته ٽو چويم اسپتال ۾ تو ساڻ پيڙو مان ٻه ٽو هلان.
ٻاٻو ته موٽر ۾ ئي ويٺو رهيو. اسين ٻئي لنگهي اسپتال جي احاطي
۾ ٽياسين.
مـان پنهنجي سهي مريض کي ڏسي رهيس، تـه سڌ ملي جـو
هڪڙو آدمي ڪنهن مهلڪ مرض ۾ مبتلا، هتي علاج لاءِ
آيل هو، سو جنسي ڪيئنان ڪيري هينئر گذر ڪري ويو.
اهڙيون ڳالهيون سرڪاري اسپتالن ۾ روز پيئيون ٿين.
مون ٽورڙو آبهرو ٿي پڇيو: پوءِ ڇا ؟
ورندي ملي: دم ڏيڻ ساڻ ڏپ ڪا ڪيڏي اٿائين! ڪير اوڏو
نه ٿو وڃينس. وري ڪو ماڻهو ئي ڪونهي، جو لاش کي
کڻائي مائٽن تائين پهتو ڪري.
منهنجي سنگتيءَ نهه ڦهه چيو: لاش کي مان ٿو کڻائي وڃان.
اسين ٻئي لاش واريءَ ڪوٺيءَ ۾ وياسين ته ٻوءِ ڪا ٿي آئي.
مان دعوا مان ٿو چوان ته اهڙي جهڙي ٻوءِ جي ڏپ مون تي
پڙيئي ڪانه. پر هن ۾ ٻون کي ٻه نڪ تي رومال جهلڻو پيو.

۽ هيءَ ؟
ڇا ڪيائين جو آمالڪ پنهنجو ڏکهو ڪوٽ لاهي، لاش کي آنهيءَ ۾ ويڙهي ، مون کي رڳو اک جي اشاري سان چيائين: وٺاءِ .
مون ڪان نه ڪئي ڪانه ٿي .
لاش کي ائين کڻي ، موٽر تائين آياسين ته بابي کي چيائين: معاف ڪجو. اوهين آفيس ۾ پيرين پنڌ ٿي ڪري وڃو. اسين وڃي لاش مائٽن وٽ پهچائي ٿا اچون.
لاش کي موٽر ۾ سمهاري ، اسين هن جي مائٽن ۾ آياسين ، ته آتي به ڪنهن کي همت نه پيئي ٿئي، جو لاش جي ڪري اوڏو اچي!
لاش جي حالت ڏسي ڀينلن جي مٿي چڪر ٿي کاڌو. ٻه چار ته آتي ئي ساڏا ٿي پئجي رهيا . فوتيءَ جي سئيءَ ۾ سڀڪي پيٽ، ته هن به اوچنگارون سي ڏنيون پئي ، ۽ ر لاش کي هٿ ڪونه لاتائين .
آتي به لاش کي آگهي سگهي، شريعت پٺاندڙ آن کي غسل ڪرائي جنازي ۾ سمهاريو هُن.
پوءِ ڪانڌي آيا ۽ ٻي خاق به اچي مڙي، جن قبرستان ۾ نيئي هن کي مٽي ڏني.

مهراڻ مخزن — حيدرآباد

سيپٽمبر ١٩٤٧ع

# پدم

## حشو ڪيولراماڻي

هوءَ منهنجي دل جي راڻي هئي.
شام جو جڏهن گهر واپس ورندو هوس تہ هوءَ ڪنهڙي ۾ ڪٽ تان ٻيهي منهنجو انتظار ڪندي هئي. ڏاڪڻ تي پير رکندو هوس تہ هوءَ پنهنجي مٺڙي آواز سان مون کي ڪيڪاريندي هئي. ماني کائڻ وهندو هوس تہ اجهل لاڏ ڪوڏ سان لڏندي لمندي پاڻيءَ جو گلاس ڀري ايندي هئي — ميز تي پڙهڻ وهندو هوس تہ هوءَ پٺيان پاٻوهہ سان اچي مون کي ڀاڪر پائيندي هئي. صبح جو اک کوليندو هوس تہ کيس پنهنجي سيراندي تي مرڪندو ڏسندو هوس.
هن جو نالو پشپا هو... پر مان کيس پدم ڪري سڏيندو هوس.
هوءَ منهنجي پاڙيسريءَ چندو لعل جي اٻهہ ڪکي هئي. عمر پنج سال، شڪل جي گوري، ڳالهائڻ جي سٻاجهڙي...
هڪڙي ڏينهن گهر واپس وريس تہ ڪنهڙي ۾ سندس چهرو نہ ڏٺم... ڏاڪڻ تي پير رکيم تہ مون کي ڪنهن ڪونہ ڪيڪاريو، مانيءَ کائڻ مهل پڻ هوءَ ڏسڻ ۾ ڪانہ آئي.
سمجهيم تہ شايد پدم مون سان رُٺي آهي. صبح جو پڙهڻ مهل مون کي ڀلايو هئائين، سو البت ترشيءَ سان ڇڙٻيو هومانس.
ڳالهہ وسري ويئي هيم پر هاڻي پشيماني محسوس ڪرڻ لڳس.
مون وڃي سندس در کڙڪايو پر جواب ڪونہ آيو. دل ۾ ڌڪ ڌڪ ٿيڻ لڳي. در کي ساري طاقت سان کڙڪايم. نيٺ در کلڻ جو آواز ٿيو پر چائنٽ تي رڳو گهر جو نوڪر ڏٺم.
اندر سن سنات لڳي پيئي هئي. سڀ ڀاتي ٻاهر ويل پئي ڏٺا.
سمجهيم تہ شايد هو ڪنهن ڪيل تي ويا آهن. دل ساٿ ۾ آيم. نوڪر کان احوال پڇيم...

منهنجي پيرن هيٺان زمين کسڪڻ لڳي ۽ هوش حواس گم ٿي ويا.
مون نوڪر کي گاڏيءَ لاءِ ڊڪايو، ٽيسٽائين هيٺ ٿلهي تي ستوالن وانگر ڦيريون پائڻ لڳس.
گاڏيءَ واري کي چيم، ”سڌو سول اسپتال ڏانهن هل، گاڏيءَ کي تڪڙو هلائي، ڏهن منٽن ۾ پهچائي ته ڊبل ڀاڙو ڏيندوسانءِ.“
رستي تي اوندهه هئي ۽ منهنجي اندر ۾ ان کان وڌيڪ انڌڪار ڇانيل هو. سامهون رڳو گاڏيءَ واري جو جهڪو پاڇو پيو ڀسي رهيو هوس. منهنجي دماغ ۾ هوائي جهازن جو گهمسان ۽ غوغاءُ هو. گهوڙي جي ٽاپ ٽاپ ۽ منهنجي دل جي ڌڪ ڌڪ جي وچ ۾ ڄڻڪ شرط پئجي رهي هئي.
مان خيال ڪرڻ لڳس... ڇا دنيا ۾ بي رحميءَ ۽ ظلم جي حد ئي ڪانه ٿيندي آهي؟ پدم جهڙي معصوم ابهم ڪهڙو پاري گناهه ڪيو جو کيس لٺ جو شڪار بنايو ويو. منهنجي دل جي راڻي، ڪل ۽ سرڪ جي متوالي، معصوميت جي مورت... ڪيڏانهن منهنجي ننڍڙي پدم جهڙو ڪومل ڪنول، ڪيڏانهن راڄنيتيءَ جهڙو قهري ۽ تند طوفان!
نوڪر ٻڌايو هوم ته ٻار گهٽيءَ ۾ راند ڪري رهيا هئا. هڪ ٻئي کي چولي کان وٺي، هنن قطار ڪري ڊڪڻ پئي پاتيون. آزاديءَ جي ڏينهن جو آسنگ، ٻارن جي آسرندڙ دلين ۾ نمتار هو. قوم جا نيتائون قيد جي ڪوٺڙين اندر بند هئا ۽ سرڪار جي دٻڙ دوٻس جي پاليسي، بک ۽ مهانگائيءَ ماڻهن کي هٿي ساڻو ڪري ڇڏيو هو. ڪن سپاهين کي ڏسي هو زور سان نعرا هڻڻ لڳا. ننڍڙي پدم پڻ سندن پنيان لڇڪندڙ ٽنگن سان ڊڪڻ لڳي. هوءَ توتلي زبان سان نعرن ۾ ٻين کان البت سرس هئي.
اوچتو هن هڪ دل ڏاريندڙ رڙ ڪئي، هڪ ڇتيءَ لٺ منٽس وار ڪيو هو. سندس ريشم جهڙو بدن، لال خون ۾ رنگجي،

مٽيءَ تي ليٽڙجي ڪري پيو
الاجي گهڻا منٽ لڳا، وقت خاموشي ۾ ڪٽل ٿي ڏٺو، شايد صديون گذري ويئون جڏهن مان اسپتال جي در تي پهتس.
ڪوٺيءَ ۾ اندر پير پاتم ته منهنجي نظر سڌي پدم تي پيئي. سندس چوڌاري سندس مائٽن جو انتظاريءَ سان پريل چهرو ڏٺم، پر منهنجو چت پدم ۾ هو.
هوءَ ڪٽ تي بيهوش پيئي هئي. ڪيس لونڊڙيءَ وارو ڏک لڳل هو؛ هوءَ اجها سرجيت ڪانم ٿي هئي. ڊاڪٽر بلڪل گنڀير ٿي ڏٺو پر مائٽن ڪي آٿت ڏيڻ ۾ وسان نه ٿي گهٽايائين.
اوچتو پدم هنڌ تي لڏي پڇي؛ آهستي آهستي اکيون کوليائين؛ سندس نظر مون تي پيئي. سندس نگاهه ۾ ساڳي مسڪراهٽ ظاهر هئي. ساڳي توتلي زبان ۾ هن ڪي لفظ ڪڇيا. مون پنهنجا ڪن سرلا ڪيا. مون پڇيوسانس ”منهنجي منڙي پدم ڇا ٿي چئين؟“
پدم وري ڪجهه ٻوليو مون سمجهيو...... منهنجي بهادر پدم چيو، ”دادا هندستان آجاد!“
بيشڪ پدم تو جهڙين ٻي ٻچن، لاثاني ٻارن سان هندستان ڪيئن نه آزاد ٿيندو؟ مادر وطن جي گريب مان اهڙا ننڍڙا ٻار نڪرن ته ڪيس ڪير زنجيرن ۾ جڪڙي رکندو؟
توکي ڇا کپي؟ آجاد هندوستان؟
تون مون جيڏي نوجوان ٿيندين، تنهن کان اڳ آزاد دنيا جي آزاد هندستان جو فخر ضرور حاصل ٿيندو.
تيستائين اسان جي آمرندڙ حياتين کي خون جي ندين ۾ ٻيون هٿيون پونديون.
جنهن ڳالهه ۾ هيستائين البت شڪ هوندو هوم تنهن ۾ هاڻي پڪ ٿيم. هندستان ضرور آزاد ٿيندو.

ڪتاب ’آگسٽ انقلاب‘

---

زندگي پبليڪيشن ڪراچي (١٩٤٥)

# مسافر مڪراني

## شيخ اياز

چوڏاري ڪپهه جون پوٽيون هيون ۽ عورتون انهن ڪي هٿن سان پٽي رهيون هيون. مزدور مڪراني عورتون - سيبون ۽ سوٽ! وڻيل سڻيل ويٺيون، ڏڌا مڏا منهن! پڪي چمڙي. ڪڪا وارا! جڻ ڏامي جون مشينون ٿي لڳيون. ڪپهه جهڙي نرم شيءِ سندن سخت هٿن ۾ نه ٿي سونهين! پريان ڪپهه جون گوٽيون پيون هيون ۽ انهن جي پرسان سندن ٻار کيڏي رهيا هئا.

”مسافر! ابا مسافر! هيڏي ته آءُ،“ هڪڙي عورت پوڙهي اڏائيندي چيو.

سندس پٽ مسافر لاڏون ڦيرائي رهيو هو ۽ جيئن ماءُ ڏانهن منهن ورايائين تيئن مون تي نظر پيس. منهنجي سوٽ ۽ ٽاءِ ڏسي شايد ڪيس رونشو آيو ۽ هو لاڏون ڇڏي مون ڏانهن وڌي آيو. ٿوري دير مون ڏانهن تڪ ٻڌي ڏٺائين ۽ پوءِ نچڻ لڳو.

”سالي بابوجي. او سالي بابوجي!“ هن سُر سان ڳاتو ۽ ڦيري پاتي.

مون کي ڏاڍي کل آئي. هو نچي رهيو هو يا ڪينهونءَ ٽي ٽپ ڪاڏا! پريل ٻت، ڦُنڊيل ناسون. ڪنڊريل چڳون! سندس ناسي وار ته گويا ان جون پوٽيون ها.“

”او سالي بابوجي! او سالي بابوجي!“ هن لانڍ لاتي ۽ جهمر هڻڻ لڳو. سيني جو ڏيان مون ڏانهن ڇڪجي ويو ۽ عورتون رني جو پلئه مُنهن کي ڏئي کلڻ لڳيون. هو ”سالي بابوجي“ چئي تاڙي هڻي، چيلهه موڙي، ڦيري پائي رهيو هو. مون

ڪي ڪاوڙ بدران ڪِل اچي رهي هئي. جڏهن هن جهمر هئي پوري ڪئي تڏهن وري مون ڏانهن تڪ ٻڌي ڏسڻ لڳو. هن سمجهيو ته مان چڙي ويندس پر مون کي سانت ۾ ڏسي هو هٻڪي بيهي رهيو. مون کيسي مان آنو ڪڍي کيس ڏنو. هو ڪڪو وڪو ٿي ويو. مون کيس سلام ڪيو. هو وائڙو ٿي ويو. مون ڏانهس هٿ وڌايو. هو سُن ۾ اچي ويو. مون کلي ڏنو، هن به کلي ڏنو. ”سلام سائي بابو جي“ چئي هو ڪڇ جي ڳوٺي پنيان پڇي ويو.

انهيءَ کان پوءِ ننڍڙي مسافر سان منهنجي سنگت ٿي وئي. هر آچر تي مان ڪلفٽن تي ويندو هوس. ڪڇ جو گدام بس اسٽاپ جي سامهون هو. جيسين بس اچي مان مسافر جو ناچ ڏسندو هوس ۽ وچڻ مهل کيس آنو ڏئي ويندو هوس. مسافر جي عمر چار پنج سال هئي. مُنهن ماسرو، چپ ٿلهيرا، رنگ سانورو، وار ڪڪوريا! انهن سان گڏ مون کي هن جي منهن تي هڪ عجيب سرڪ نظر ايندي هئي. جڏهن ڪ سندس انگ انگ سرڪندو هو. سندس اکيون چمڪي، پرون ٽاٽجي، ناسون ڦولارجي، چپ سڪي ويندا هئا ۽ هو سراپا سرڪ ٿي ويندو هو. اها سرڪ هن جي ماحول تي فتح هئي. گدام جي هانو- پوسات، پيٽ ۾ چٽي بڪ، بت ۾ بڇان، پگهر جي هلڪي بوءِ ۽ چڪٽي مٽي، ماءُ جو داب دڙڪو، چڪيون چڙٻون! انهن سڀني جي شڪست هئي اهو ناچ! انهن سڀني تي فتح هئي اها مرڪ! سڀ بار سندس چوڏاري مڙي ويندا هئا ۽ هو پنهنجي طوطيلي زبان ۾ ڳائيندو هو:

ڙئو وڏو امان جو — ڍُرو وڏو ابا جو
تنئو وڏو امان جو — چُرو وڏو ابا جو
پيٽ وڏو سيٺ جو — پيٽ وڏو سيٺ جو

خبر نه آهي ته هن اهو راڳ ڪٿان سکيو هو. تڪ تڪ ڪان

پوءِ هو تاڙي وڄائيندو هو ۽ سڀ ٻار سندس پٺيان تاڙي وڄائيندا ها:

تٿو وڏو امان جو – تڙاپ، تڙاپ، تڙاپ!
ڇُرو وڏو ابا جو – تڙاپ، تڙاپ، تڙاپ!
پيٽ وڏو سيٺ جو – تڙاپ، تڙاپ، تڙاپ!

پوئين تڪ ڇني هو ٽينگ ڏيندو هو ۽ سندس منهن تي مرڪ ڦهلجي ويندي هئي. مٺي مٺي مرڪ، مبهم مبهم، جهونجهڪڙي جي پهرين ريک، روحانيت جو چٽو رنگ! ڄڻ خوشيءَ ليئو پاتو، ڄڻ معصوميت گهونگهٽ هٽايو! مٺي مٺي مرڪ، بي غم بي غم، آٿاسي، اٺ ڄاڻ! نه ڏکن بکن جو خيال، نه ڏمر ڏاڍ تي خوض! هن جي زندگي ناچ هئي، راڳ هئي، مرڪ هئي. ننڍڙو ننڍڙو قد، ننڍڙا ننڍڙا ٽينگ، ننڍڙا ننڍڙا گيت! روز نئون ناچ ڪندو هو، روز نوان گيت چوندو هو. مون کي سندس رار نهايت وڻندا ها– گهنڊي گهنڊي گهاٽا گهاٽا! جڏهن هن جي وارن تي جهڪي هٿ ڦيريندو هوس تڏهن مون کي ساري انسان ذات جا ابهم نظر ايندا ها، پيارا پيارا ٻار، قدرت جا منڙا منڙا ميوا! سندم دل درد سان پرجي ويندي هئي. نه هنن لنءِ پورو کاڌو پيتو هو، نه لٽو ڪپڙو، نه تعليم تربيت! هي مسافر، هي مڪراني ٻار، هي عمدي شيءِ، هي ماس جو ڪيڏوڙو! هوئن ته هي بهترين رقاص ٿئي ها ۽ هاڻي وڏي هوندي دادا گير ٿيندو! خوني ٿيندو!! جي نه نه اڌ – بکيو مزدور ٿيندو!!!

سنهنجي دل بغاوت سان پرجي ويندي هئي. هي ٻار جنهن جي ماءُ صبح کان سانجهيءَ تائين ڪپهه پچي رهي آهي تنهن جي انگ تي لٽو نه آهي! دل ۾ ايندو هو ته پوٽي پوٽي اڏايان، ڳوٽي ڳوٽي جلايان. ڳدام ڦهلندو نظر ايندو هو، سندس حدون

ساري دنيا سان ملي وينديون هيون. هي ساري دنيا هڪ گدام آهي جنهن تي ڪپهه جون پوڙيون پکڙيل آهن. بس هڪڙي چڻنگ، هڪڙي تيلي جي ضرورت آهي ۽ پوءِ ڇپيون ٻرڪنديون نظر اينديون، انسانيت مُرڪندي نظر ايندي، دنيا جرڪندي نظر ايندي. هڪڙي چڻنگ، رڳو هڪڙي تيلي! اي انگ – اگهاڙو! اٿو، هي دنيا، هي ڪپهه جو گدام توهان جو آهي! اي پيٽ بکيوءِ اٿو! هي دنيا، هي ڪٽڪ جو گدام توهان جو آهي! ان تي رڳو ان جو حق آهي جو پوکي ٿو، جو پوکي ٿو، جو پورهيو ڪري ٿو.

مسافر سان منهنجي سنگت سال کن هلي. اڳين هفتي مان بس - اسٽاپ تي اڏ – ڪلاڪ کن بيٺو هوس پر مسافر نه آيو. مون گدام ۾ وڃي هن جي پڇا ڪئي، سندس ماءُ اکين مان لڙڪ اگهندي چيو، "بابو، مسافر کي ته نمونيا ٿي پئي آهي. توهان جي آني مان هُن تي روپيا ميڙيا ها سي ڊاڪٽر جي فيءَ ۾ ڏناسين ۽ باقي جو روپيو ڏيڍ هو سو دوا تي لڳي ويو. پنجن ڏينهن کان مسافر بنا دوا جي هنڌ تي پيو آهي. اسان وٽ پيسو هجي ته دوا دارون ڪريون! ويٺا الله جا رنگ ڏسون"

مان هن کي وٺي سڌو سندس گهر ويس. مسافر جا ڳل پيهي ويا ها، چپ ربڙ جي ڪينهون مان هوا نڪري وئي هجي. سندس منهن پيلو ٿي ويو هو.

هو مون کي ڏسي مرڪيو – سا ڳي غير فاني مرڪ – مرض کي شڪست، موت تي فتح! نه بيوسي بيماريءَ جو خيال، نه دوا دارون جي پرواهه! مون سندس ڳل کي ٿڦڪائيندي چيو، "مسافر، مان آهيان، مون کي راڳ نه ٻڌائيندين؟" مسافر مرڪي رهيو هو. هن نبل هٿن سان تاڙي وڄائي ۽ جهيڻي آواز ۾ ڳايو:

ٽڪو وڏو امان جو
چرو وڏو ابا جو
پيٽ وڏو سيٺ جو
پيٽ وڏو ... ڪنئون، ڪنئون، ڪنئون ڪم ... ٺون
دم ٻيهڄي ويو، مسافر ويندو رهيو.

سفيد وحشي (ڪهاڻين جو مجموعو)

---

اپريل ١٩٤٧ع

# ﭘﻴﺮاﭠﻲ

## ﺟﻤﺎل اﺑﮍو

ڏڪر ٽان بروهين جي لڏ ٿي لٿي. سياري جي شروعات هئي. جابلو پٽن تان خشڪ هوا سنهڙيون پٿريون گهليون ٿي ويئي. ٻه ٽي ڏاند هئا، جن تي سامان لڏيل هو. هڪ اٺ جنهن تي بانس جون لٺيون ۽ ڏنڊا، سنڌ ۾ وڪري لاءِ ڪنيل هئا. پٺيان ٻه ڪتا پڇ لوڏيندا پڳا ٿي آيا. مڙدن جا پير اگهاڙا، سٿڻون ڦاٽل ۽ لنڊيون. مٿن ۾ عاليشان ٽڪڙن وارا، پيرت پريل سيرا ۽ گندا ٽوپ، وڏا وار، خشڪ، اٽيا ۽ چيڙهه پيل. زالون ڪي سهٽي ڪٽل پيرت سان ڍڳها ڳگها. ڏاندن تي وڏا ٻورا رکيل، جن ۾ ڏاس جا وٽيل رسا پيل. ننڍڙا ٻار ڏاندن تي چڙهيل، مائٽن ڪي سنها لڪڻ هٿ ۾ جن سان ڏاندن کي هڪليندا ٿي آيا ۽ سريلو ’هي ـ هون‘ جو آواز پي ڪيائون. شڪلين جا سهڻا ۽ شاندار بدن جي ٻيهڪ ڏاهوڪي. هڪڙي هنڌ مانجهاندو ڪيائون. گودڙيءَ مان سڪل مانين جا ٽڪر سيڻي کي ملي ويا. ٻئي ٻجڪي مان سڪل ڏڌ جا اچا ٽڪر ڪيي پاڻيءَ جي جمن ۾ وڌائون ۽ سيڻي ٻه ٽي ڍڪ پي ريا. ننڍڙي نون سالن جي پيراٺيءَ چيو، ”سنڌ ۾ شيون ڪوڙ ۽ سڻيون سنيون.“ پٺس ٽوپ لاهي جونئن هاٿو مٿو کنهيو. مائس خفي تي ڏانهس نهاريو. ٻين ٻارن جي آڏو مٺين مٺين شين جون خيالي قطارون گهمي ويون.

سنڌ ۾ پلال جي جهوپڙن ۾ ويٺا، پلال تي سمهيا ۽ پلال جا جوتا ٺاهي پاتائون. بانس جون لٺيون ۽ ڏاسن جا رسا وڪيائون، ڪڍيون ڪيائون ۽ ڪيٽون ڪڍيائون.

سيارو گذريو ۽ سونڻ جا سانباها ٿيا. ٻارڙن کي شيون ڪونه مليون.

رڇڻ ڪان اڳ ۾ پيراڻيءَ جي پيءُ زال جي منهن ۾ ڏٺو. سندن اکيان سيج ۽ بک ڦري ويئي. جوٽس هيسجي پيراڻيءَ جي چولڙي کي ڏٺو، جو اڃان هاڻي ڏوئي وڌو هئائين. سندس خاموش بيوس اکين ۾ انڪار ڪين هو!

پيراڻيءَ جو پيءُ پير واري ڳوٺ ۾ آيو. "سلاماليڪ" ڪيائين "ادو ڪو 'سنگ' کپي؟" پيءُ جو مطلب ڌيءَ کي وڪڻڻ جو هو. سنڌ ۾ سنگن جي اڙاٽ. ڪيترن جا پڙ باسيل هئا. 'شل بادشاهه پير سڀ جي ڀڃائي.' لالوءَ جي پيءُ پٽ ڏي ڏٺو، مڇن جي ساول، آواز ڳگهو، ڏاڙهيءَ جا ڇڊا ڇڊا ڪنپ به نڪتا هئس.

ٻئي ڇڻا ٻروهيءَ سان ڳڌجي ويا. ٻروهين جا ڪتا سنڌين کي ڏسي ڇتا ٿي پيا. هوءَ هوا مچائي ڏنائون. پيراڻي- ٻئيءَ اڱهاڙا ڄنڊا ڪليل پڇي وڃي ماءُ جي چولي کي جهليائين. لالوءَ جي پيءُ کيس هٿ لائي ڏٺو.

پيراڻيءَ جي پيءُ پڪائي ڪندي چيو، "ٻرو (ڏٻري) ناهي." ڪتن پونڪ ڇڏي. ڳوٺ جي ٻاهرئين رستي تائين پونڪندا ڊوڙندا آيا. ڪين ٻاهر ڪڍي پڇ لوڏڻ لڳا ۽ بدن کي ڏوڏي تڙي پڪڙي ويا. هنن پنهنجو فرض پورو ڪيو.

ڳوٺ جي ٻاهران 'مٽ'، روپين تي فيصلو ٿيو. اڄ ٻروهين پنهنجا تڏا پٽيا، مڏي ويڙهجي سيڙهجي، ڏاندن تي پئجي ويئي. ٻارڙن ڳوٺ جون ڳالهيون ٿي ڪيون. ٺڪر جون ۽ ٺڪر جي پيرن جون. لالوءَ جو ڳوٺ واٽ تي هو. پيراڻيءَ جي ماءُ پيراڻيءَ سان بلڪل لڳي ٿي هلي. پٺس به ڪيس آگر ڏني هئي. "ابا هاڻي ڳوٺ ٿا هلون؟" پٺس ڪنڌ سان هائو ڪئي. سندس اندر ڪاڏو پيو هو. ماڻس محسوس ڪيو ته ڪا وڏي شيءِ سندس ڇاتيءَ ۾ اٽڪي پيئي آهي، جا ٻاهر نڪرڻ لاءِ آڏما پئي ڪائي. لالوءَ وارا اڳيئي بيٺا هئا. ماڻس شين وانگر

ست ڏينهن پيراڻيءَ کي ڪجهه ورتو، ۽ ڇاتيءَ سان ڇنبڙايو. ماءُ ۽ ڏيءَ جنهن دلبون ڏک ڏک ڪرڻ لڳيون. ماڻهو مڙي ويا. پٺس ڏکندڙ هٿن سان پيراڻيءَ جي ٻانهن کي ڇڏايو. ماءُ جو هنيانءُ ڦسي پيو، آنڊا ويڄي پيا، دل دانهن ڪئي. ”اڙي منهنجو پيراڻي ننڍڙو.“ ڇوڪريءَ هنيانءُ ڦاڙي دانهن ڪئي. پکي پڙڪو ڏيئي اڏاميا.

پٽ ۾ پيل پيراڻيءَ کي لالوءَ جي پيءُ جهليو. پيراڻيءَ جي پيءُ جي نڪ ۽ اکين جو پاڻي سندس ڏاڙهيءَ سان ٽپي ٽميو ۽ ڦٽڪندڙ زال کي پئي جهليائين. لڏ رواني ٿي، پيراڻيءَ اوباسين ۾ ”ابا ۽ اما“ پڪاريو. ماڻس کي گهليندا ويا ۽ پري ڪان آواز ايندو رهيو، ”او خدا، منهنجو پيراڻي ننڍڙو. او ٽڪر کي ٻاهه لڳي، سنڌ وسي، منهنجو پيراڻي ننڍڙو.“ هن وار پئي پٽيا.

ڦٽڪندڙ پيراڻيءَ کي گهر ڪٺي ويا. هن بل پئي ڪاڏا، چڙهيون ٿي هنيون، پڳي پڳي ٿي ويئي. لالو ڊوڙندو شيون وٺي آيو. زور سان سندس وات ۾ مصري وڌائون جا اجهڪي سان نڪري آئي. ٻاراڻي ڪچي نڙيءَ سان گهگهو آواز اچڻ لڳو، اوباسين ۽ سڏڪن ۾ پڳل ٽٽل، ’ابا...، امان...‘ ٿي نڪتس. ڪنهن ڪيس سڏ نه ڏنو. لالوءَ کي ٻاهه وٺي ويئي، ڪاتي ڪٺي آيو. اکيون ڦوٽاري چيائين، ”بس ڪر نه ته ڪهندو سانءِ.“ مٽيءَ ۾ پيل پيراڻي سڄي رهيل طاقت سان چيخ ڪئي... مائي ياڪل پنهنجي ننڍڙي ڌيءَ کي ڇڪي ڇاتيءَ سان لاتو. ٻڪريءَ ڪن آيا ڪري ٻيڪاٽ ڪيو، ۽ پنهنجي ڦر کي چٽڻ لڳي.

پيراڻي اڄ به جيئري آهي، سندس هڪ پٽ پوليس وارو آهي، ۽ ٻيو جيل ۾ آهي.

مهراڻ مخزن حيدرآباد سنڌ

١٩٤٦ع

# مٺي

## زينت چنا

ٻين عورتن سان گڏ هوءَ به پنهنجي مالڪڻ وٽ مزوري ڪرڻ ايندي هئي. هوءَ ٻين وانگر گهڻو ڳالهائيندي نه هئي، پر ڪم سڀني کان گهڻو ڪندي هئي. جو ڪم ٻين کان نه ٿيندو هو، سو مان هن کي چوندو هوس، ته هڪدم ڪندي هئي. ٻيون عورتون سڀني نوڪرن چاڪرن سان کلنديون ڳالهائينديون هيون، پر هوءَ ڪنهن سان به ڪونه ڳالهائيندي هئي. جي ڳالهائيندي هئي ته رڳو پنهنجي پٽ دائود سان. دائود عمر ۾ ڇهن، پنجن سالن جو هو، پر پنهنجي تندرستي ۽ بوتي جي ڪري ستن، اٺن سالن جو پئي لڳو. سندس اکين ۾ شهزادن جهڙو چمڪو هو، ۽ ويڙهاڪ سپاهي وانگر منجهس جرئت هئي. هلندو هو ته سينو تاڻي هلندو هو، ڄڻ ڪو وطن دوست پنهنجي سيني تي گوليون کائڻ نڪتو آهي. ڏاڍو وڻڻ جهڙو ٻار هو.

هڪ ڀيري مان پنهنجو پيار روڪي نه سگهيس، ۽ کيس ڳل تي هڪ 'مٺي' ڪٽي ڏنيم. دائود روئڻ لڳو ۽ ماءُ کي چوڻ لڳو، "اما هن هتي 'چي' لڳائي آهي." دائود جي 'چي' تڏهن لٿي جڏهن ماڻس ڳل تي بار بار مٺيون ڏنيون. مان ڏاڍو شرمندو ٿيس. دل ۾ سوچڻ لڳس ته هن ڇوڪري تي آخر ڪيئن فتح حاصل ڪجي؟ ٻار مون کي به پنهنجو هو، پر هن کي ڪنهن به کاڌي جي شيءِ سان هرڪو فتح ڪري ٿي سگهيو. آن ۾ ايتري جرئت ڪٿي؟ شايد ان جي ماءُ جي پيار ۾ اهڙي اونهائي نه هئي، يا هرڪا عورت ماءُ نه ٿي ٿي سگهي، واري چوٽي پوري ٿڙي ٿي آئي. بهرحال مون کي دائود

جي ماءُ جي خصلتن ۽ دائود جي جرئت انهن ذي ويجهو
ڪيو. مون ڪوشش ڪندي نيٺ انهن ذي ويجهو قدم وڌايو.
دائود جي ماءُ هڪ بيوهه هئي. چڱي گهر جي عورت هئي.
مڙس مرڻ کان پوءِ کيس مڙس جي رشتيدارن ملڪيت ڦري
ڪيي ڇڏيو هو. دائود خاطر هن شرم ۽ حيا ۽ وڏائيءَ کي
ڳنڍڙيءَ ۾ ٻڌي مزوري شروع ڪئي هئي. پورت آن مـان بہ
خيرڪي ٿيندي هيس، پر هـن دائود کي ڪنهن جي اڳيان
هٿ ڏنگڻ جي تعليم نہ ڏني هئي. پاڻ رُکي سُکي کائي،
هن دائود کي چڱو کارايو ۽ پهرايو ٿي. نالي ۾ هوءَ 'سوني'
هئي، پـر هن پاڻ کي لوهہ کان بہ سخت بنائي ڇڏيو هو.
معلوم ائين ٿي ٿيو جڻ هن پنهنجي نسائيت کي پري هٽائي
هڪ پاسي رکـي ڇڏيو آهي. جيتوڻيڪ هـوءَ شڪل شباهت
جي سٺي هئي ۽ منجهس آهـو ڪي هو جو هڪ قبول صورت
عورت ۾ هئڻ کپي، پر هن پنهنجي انهيءَ مقبوليت کي پاڻ
ڄاڻي ٻجهي مٽيءَ ۾ لوئـي ميرو ڪري ڇڏيو هو. هوءَ رڳو
دائود لاءِ هئي، ۽ دائود رڳو هن جو هو. اِهو ئي سبب هـو
جو هن جي 'مٺيءَ' ۾ آها پاڪيزگي هئي جو دائود لاءِ هر
درد جو درمان ۽ ايذاءَ جو علاج اهـا هڪ ئي ماءُ جي مٺي
ڪافي هئي. مون ڪيترا ڀيرا دائود جي ٻڪ بہ انهي مٺيءَ
سان پوري ٿيندي ڏٺي.
گهٽي ڪم، ٻڪ ۽ فاقن آخر سونيءَ کي ڪيرائي وڌو. مون
ڏٺو پئي تہ هوءَ آهستي آهستي پاڻ موت ڏي وڌندي وڃي، پر
هـن ڪڏهن بہ ڪنهن جي مدد وٺڻ قبول نـہ ڪئي. انهيءَ
قسم جي گفتگو کان هـوءَ هميشہ نٽائيندي هئي. اکئين پئي
ڏٺم، تہ انهيءَ قسم جي خود داري کيس موت جي منهن ۾
اڇلائي رهي هئي. پر هن جي اها ئي روش ۽ اهو ئي ڍنگ،
جو جڻ تہ ظاهر ظهور چئي رهي هجي: 'مون ۾ توهان جو ڇا،

ڇا ۾ اوهان منهنجا آهيو؟' ڪڏهن ڪيس ڏسڻ ويندو هوس. پر ڪيترو آخر، ڪو ڪنهن وٽ انهن حالتن ۾ ايندو ويندو رهندو؟

هڪ ڏينهن صبح جو وقت هو ته دائود منهنجي دروازي تي مون کي چوڻ لڳو، "آما تي سڏئي." مان ترت ئي سائس ويس. ڏٺم ته سوني آخرين پساهن تي آهي. پنهنجي سيرانديءَ کان سُڪل مانيءَ جو ٽڪر ڪڍي دائود کي ڏنائين ۽ دائود جي ٻانهن مون کي ڏنائين. دائود زوريءَ مون کان ٻانهن ڇڏائي ماءُ جي مُنهن تي مُنهن رکيو، پر سندس ماءُ جي 'مِٺي' اڌوري رهجي وئي ۽ دائود روئندي روئندي آتي ئي سمهي پيو. مان ستل دائود کي گهر کڻي آيس. منهنجي زال ههڙي مهانگائي جي وقت ۾ دائود کي پاڻ وٽ رهائڻ کان ڪيٻايو.

مون مالڪڻ کي ستايو، دائود جي حال تي رحم ڏياريو. کيس چيو، "دائود لاوارث ۽ يتيم آهي، اوهان جي ۽ اوهان جي ٻچن جي ٻچت سچت کائي وڏو ٿيندو، وڏو تي اوهان جي گهر جو نمڪ خوار نوڪر بنجندو." پر مالڪڻ هڪ يتيم ڇوڪري کي پنهنجي مٿان مصيبت سمجهي پاڻ وٽ رکڻ کان انڪار ڪيو. آخر شام جو مالڪ آيو. آن کي ستايم جنهن خدا ترسي ۽ درد منديءَ خاطر دائود کي رهائڻ قبول ڪيو ۽ مالڪڻ کي به سمجهايو، ۽ دائود اتي رهڻ لڳو.

پر دائود آهو ساڳيو دائود نه رهيو، جنهن کي هڪ ڏينهن منهنجو پيار 'ڇي ڇي' تي لڳو هو، سو هيئنر منهنجو پيار هيڏانهن هوڏانهن جهون نظرون بچائيندي چپ چاپ برداشت ڪندو هو، بلڪل اهڙيءَ طرح جهڙيءَ طرح هڪ ٻُڍڪيو برهمڻ ڪيترن ڏينهن جي بک سبب لڪي ڇپي ڪنهن اڇوت جو پيتُ کائيندو هجي. هو جڏهن پنهنجي مرضي ۾ ايندو هو

تڏهن خوب هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙندو هو، راند ڪندو هو. مان سمجهندو هوس ته اجهو ٿو ڪري پر هو ڪرندو ڪونه هو، ڇو ته ڪيس خبر هئي ته هر ڌڪ، هر زخم جو علاج ’ ميني ‘ ته گهڻو اڳ ڪانئس جدا ٿي چڪي هئي. ڇوڪرا ڪيس ماريندا هئا، پر اوچنگارون ڏئي ڪونه روئندو هو. هو ڏينهون ڏينهن پنهنجو پاڻ ۾ ڇپندو ٿي ويو، منجهانئس اها جرئت، اها البيلائي جيئن پوءِ تيئن گم ٿيندي ٿي وئي. مان جڏهن اهو ڏسندو هوس ته مون کان ’آهه‘ نڪري ويندي هئي.
هڪ ڏينهن دائود کي ڪجهه وقت گهر ۾ ڪونه ڏٺم. اوچتو مالڪڻ جي رڙين تي معلوم ٿيم ته مالڪڻ جي ٻارن سان ٻاهر نڪري ويو آهي، جوته مالڪڻ چوڻ لڳي ته، ”ڇورو نڌورو، منهنجي ٻارن کي ٻه الائي ڪٿي رلائڻ وٺي ويو آهي.“
مان ڊوڙندو ٻاهر ويس. سامهون ڏٺم ته ميدان ۾ ٻار ته سڀ هئا، پر پرئين پاسي کان هڪ ڏاند کي ٻارن ڏي ڊوڙندي ڏٺم. منهنجو هڪ ٻه ويو ٻه ٻه ويا. ڊوڙي اڳتي ويس، پر ڏاند اڳ ئي ٻارن وٽ پهچي چڪو هو. ٻار ته ڀڄي ويا، پر مالڪڻ جو ننڍڙو ڪڪو ڀڄي نه سگهيو. دائود جڏهن اهو ڏٺو ته هن هڪدم ڪڪي کي ڌڪو ڏئي ڏاند جي اڳيان ٿي بيهي رهيو. ڪڪو بچي ويو ۽ دائود ڦٿجي پيو. مان جڏهن پهتس ته ڪڪو روئي رهيو هو ۽ دائود بيهوش پيو هو. مون بيهوش دائود کي ڪلهي تي کنيو ۽ ننڍڙي مالڪ کي ڇيچ کان ورتو.
گهر پهتس ته مالڪڻ ڪاوڙ مان چيو، ”منهنجا ٻچو پيادل پيو اچي ۽ بادشاهه زادو ڪلهي تي کنيو پيو اچين؟“ مون ڪجهه ڪونه چيو ۽ دائود کي پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ کڻي ويس. گهڻن جتنن کان پوءِ بيهوش دائود هوش ۾ آيو. هوش ۾ اچڻ

بعد هو روئڻ لڳو. سون ڏاڍي ڪوشش ڪئي تہ هو مات ڪري، پر اڄ دائود کي ميٺيءَ جي ضرورت هئي ، جا هن جي ڏک جي درمان هئي، پر اها ميٺي اچي ڪٿان!

منهنجو دماغ ڦاٽي رهيو هو. سر جي درد کان گھڻو مون کي دلي درد هو. ڇو تہ دائود جي روئڻ مون کي بي قابو بنائي ڇڏيو هو. ننڍڙي مالڪ کي تہ ڏکو ڪائيندي ٿورو زخم ٿيو هو، پر دائود جو تہ هر عضوو ڦٽجي پيو هو، ۽ علاج ننڍڙي مالڪ جو ٿي رهيو هو. ڊاڪٽر موٽرن ۾ پئي آيا، آرام ۽ ڪاڏي جا مشورا پئي ڏيا، ننڍن ۽ وڏن پئي پڇيو. مون کي اهو حال ڏسي پنهنجي مفلسي ۽ بي وسيءَ تي ڪاوڙ پئي آئي، ۽ هر هر دائود ڏانهن وحشت ڀرين نگاهن سان پئي نهاريم. ڪڏهن ڪڏهن دل ۾ ويچار پئي آيم تہ آخر هيءَ مصيبت مون ڇو پالي جنهن منهنجو دلي آرام وڃايو آهي، جنهن مون کي منهنجي نظرن ۾ ايڏو بيوس ۽ لاچار ثابت ڪيو آهي. اها حالت شايد دائود بہ سمجهي ورتي، ڇو تہ آن جون خاموش نگاهون چئي رهيون هيون تہ تنهنجو پيار ڪوڙو هو تڏهن تہ جلد ڪَڪ ٿي پيو آهين، آن ڪري تہ تنهنجي پيار ۾ 'ڇي' هئي . مان پاڻ کي نهايت ئي شرمندو سمجهڻ لڳس. مون ۾ دائود سان اکين ملائڻ جو تاب نہ رهيو .

مٽي جي سور جي هوندي بہ مان سڄي رات جاڳيس ، ڇو تہ دائود کي ڦٽن جي سور ڪري تپ هو ، ۽ هو ساري رات روئندو رهيو. صبح ٿيڻ ۾ ڪجهہ دير هئي تہ دائود ننڊ ۾ روئندي چيو ، "اما تون اچي وئينءَ!"

مون جلدي ورائيو، "ها." ۽ جهٽ ڪٺي ميٺي ڏني ماس. دائود جو چهرو ننڊ ۾ ئي ٻهڪڻ لڳو ، ۽ اکيون کولي مون ڏي نهاري روئڻ لڳو. مان پريشان ٿي ويس ۽ آخر چيم، "دائود پُٽ، تون جيڪي گهربن ٿو سو مان ڇاڏان ٿو پر...!"

آئي مالڪڻ جو سخت گهرو آواز آيو، ”ڪمبخت ڇاڙين تو ته پوءِ اُن موجب ڇو نٿو ڪرين؟ سڄي رات ڪتي جي پونگڙي وانگر ’پين پين‘ ڪري، منهنجي ٻچي جي ننڊ ڦٽائي اٿس، هڪ ته ان کي ڇڇري آيو آهي، ٻيو اک لڳڻ نه ڏني اٿس. ڪڍ هن کي ٻاهر. جي هن کي نه ٿو ڪڍين ته ڪڻ تون به بسترو، مون کي ڪونه کپين، نڪرو هن گهر کان ٻاهر.“
ائين چئي هوءَ منهنجا ٽپڙ ٽاڙي ٻاهر اڇلائڻ لڳي.
سڄي دنيا صبح جي مٺي ننڊ ۾ مست هئي، ۽ مان پنهنجو سامان — هڪ غريب جو سامان جنهن ۾ نه پلنگ هئا نه فرنيچر هو، رڳو هڪ چادر ۽ ڪجهه بچيل چانور ۽ آٽو هو، ڪُنا ۽ هنديون ته مالڪڻ جي غصي جو ڪاچ ٿي چڪا هئا. منهنجيءَ زال سٽل ٻار کنيو، ۽ مون گنڍڙي کنئي ۽ بيهوش دائود کي ڪنڌ تي رکيو، ۽ هڪ اڻ ڄاڻ منزل ڏي وک وڌائي. ڪاش، دائود کي ان وقت چئي سگهان ها، ’دائود تنهنجي درد جي درمان ڏيڻ منهنجي وس ۾ ڪانهي... تنهنجي اها مٺي آخر ڪٿان آڻي توکي ڏيان،‘ پر ان وقت دائود اِها منهنجي ايڏڙي ڳالهه سمجهي به سگهي ها !

ٺٽاهي مهراڻ، حيدرآباد سنڌ

سيارو - ١٩٥٥ع

# ڏيـــڻ

## پوپٽي هيراننداڻي

” ياڳن پـري! ڇا ٿي چوين ؟ تنهنجو لاڏلو پـڙهي ڳڙهي ، آفيسري ڪمائي يا ٻون وانگر ياچين جو گاڏو ڪاهي؟“

” اوهان ٻه گهڻايو ڪين ٿا . ڪوهه پنڌ تي ويچارو ٻـارڙو اسڪول ڪيئن ويندو؟“

”صبح جو گاڏي ۾ ڪڍو ـ واڳڻ سان گڏ رکي سان ڇڏي ايندوسانس ؛ وري ٻارنهن وڳي اسڪول وٽان گاڏو ڦيرائي وٺي ايندومانس،“

”ڇئو ڇا پيا؟ ڪاڏي ٻار جو وت، ڪاڏي شينهن جهڙو ڏينهن! پوءِ ٻه سينهن آهي، جهڙ آهي، ولهه آهي...“

” تـه پوءِ وهاري وهينس ڪڇ ۾! اڻين ئي واڳڻ ٻجي وڏو ٿيندو .“

گوڏومل ڳالهه ڇئي هليو ويو. ياڳي ڇا ڪري؟ ورها ڱي بعد شڪارپور ڇڏي آچي اندور وسايو هئائون . ڀڳت ڪنور رام ڪالونيءَ ۾ ننيڍڙي سرن ۽ گاري واري گهر ۾ آچي رهيا هئا. ڪالوني شهر کان اڍائي ميل پري هئي . آهـڙي حالت ۾ سڪيلڊي ڪي ڪيئن ڪيي؟ ڪان سندس ڀهريون ٻـار هو . هو ڏاڏيءَ جي اکين جو تارو هـو . ڏاڏيءَ ڪيس مکڻ جـي گوليءَ ۾ چانديءَ جو ورق وجهي کارايو هو. ناناڻا ٻه ڪيس ڏاڍيو ياڻيندا هئا . جڏهن ٻـه هو وٽن ويندو هـو ، سندس مامو ڪيس پسـتن جا نقل کارائيندو هو. ڪان جا ڳٽا مکڻ جيان تازا ۽ نرم هئا ۽ سندس وات پسـتي جهڙو ننيو ۽ وڏندڙ هو. ياڳيءَ ڪي لاچار ’ ها ‘ ڪرڻي پيئي.

هن ڪي سمجهه ۾ ئي نـه پئي آيـو تـه هت هندستان ۾ سپ

ڳالهيون ڏکيون ڇو آهن؟ پنهنجي شڪارپور ۾ گهر به ڪو وڏو ڪين هو پر هيءَ گهر ڏاڍو سوڙهو ٿو لڳي، اصل ساهه پيو گهٽجي! مٽي آتي به هئي، پر آها مٽي ڪهڙي نه پياري لڳندي هئي! هتي به اسان جي جاءِ ۾ ٿوري اوندهه هئي، پر هتي جي اوندهه ۾ وڏيڪ ڪارنهن آهي! هتي جي آس وڏيڪ تپائيندڙ ڇو آهي؟ هتي جا ماڻهو اهڙا ڪوڙو ڪوڙڙچو ٿا ڳالهائين؟
ڪان اسڪول ۾ ويٺو. گوڏومل دوران‌ديشي ڪري ڪيس هندي اسڪول ۾ وهاريو. ڪان اڪيلو، آبالو، آداس، موڳو ۽ ويڳاڻو ٿڃي رچي بينچ تي ويٺو.
هو شڪارپور هڪ سال پڙهي آيو هو اتي ته ماستر ڪٽمنڙا ڏيندو هو. آتي مرچن پوچو ۽ گاگن به هوندا هئا. مرچو پاٽيءَ ۾ پسيل ڏوڏا ڪٽي ايندو هو، پوچو ليار ۽ گيدوڙا آڻيندو هو ۽ هن ڪي ڏاڏي بسڪيٽن جي پور ٻڌي ڏيندي هئي. رسيس مهل اهڙا سٺا سٺا ٿول کائي هو ڪلندا هئا ۽ ڊوڙون پائيندا هئا. ڪڏهن لاٽئون ڦيرائيندا هئا ته ڪڏهن گولين ڪي 'سچ' ڏانهن موڪليندا هئا. وڏا ڇوڪرا اهڙن لاءِ ڏور ڪي مانجهو هٽندا هئا ته هي هتان ڪان هوستائين شيون ڪٽي پيا پهچائيندا هئا. ڏاڳي جي پيڙي جهلي بيهندا، گهران وٽيءَ ۾ پاٽي ڪٽي ايندا يا لغڙ جي ڪمان واري ڪانيءَ ڪي پڪڙي بيهندا ۽ اهڙا ننڍا ننڍا ڪم هو پاڻ ڪي ڪيڏو نه وڏو پيا سمجهندا هئا! "پلا اِها راند ۽ ڪل ڪيڏانهن ويئي؟ گاگن ۽ پوچو ڪيڏانهن ويا؟ هتي ڪلاس ۾ ڪير به سنڌي نه ٿو ڳالهائي، ڇو؟ آتي ته ماستر ۽ پٽيوالو به سنڌيءَ ۾ ئي اسان سان ڳالهائيندو! هتي هي سڀ مون ڏانهن گهوري ڇو پيا نهارين؟
ڪان اسڪول مان موٽي ڇيو، "آمان مان اسڪول ۾ ڪونه ويندس."

”پٽ، ويندين ڪيئن نه؟ ڏاها ٻار هر روز اسڪول ويندا آهن.“
”امان، هتي نه مرچو آهي، نه پوجو. سوتي، ڪندن، گاگن، موهن، راڌا، گوپي، ستيامان ڪير به اسڪول ۾ ڪونه ٿو اچي، پوءِ مان ڇو وڃان؟“
”پٽ! اِهو پنهنجو شڪارپور هو، هيءُ هندستان آهي. اسين هاڻ اِندور ۾ رهون.“ ياڳي پٽ کي سمجهائڻ لڳي.
پر نه ڄاڻ ڇو، ياڳيءَ روئي ڏنو. هن کي به پنهنجون ساهيڙيون هيون. گلي، موهني ۽ ساوتريءَ تنهن کان سواءِ سندس سوٽيون ڪملا ۽ ليلان ۽ ماساتيون ڪوشليا ۽ سيلونتي به اِتي ئي هيون. نئين گهگهري پائي سڀن کي ڏيکارڻ، سياري ۾ پاڻ ۾ ٻرزا ۽ ڏوڏيون ورهائڻ، لڪائي لڪائي ڪتاڻ ڪائڻ، ٽيجڙيءَ جو ورت رکي گڏجي شربت پيئڻ، ٿڌڙيءَ تي دانگيءَ تي اولا پچائي سڄي ڏينهن ۾ ٻوڙڻ، نوڙيءَ راند ڪرڻ ۽ گلابي ڦيري پائڻ جهڙا انيڪ درشيه هن جي من جي اکين اڳيان سنيما جي چترن جيان گهمي ويا! ”ائين پيو لڳي ڄڻ اسين مري ويا آهيون. مرندي مرندي سو سمجهيو آهي ته اسين هي سڀ ڇڏي ويندا سين. پر اسين ته سڀ ڪجهه جيئري ئي ڇڏي آيا آهيون! ڇا منهنجي ساهيڙي گلي لکنوءَ ۾ رهي ائين ئي سوچيندي هوندي جيئن مان ٿي سوچيان؟ شڪارپور ڇڏڻ وقت گليءَ وٽ ويئي هيس ته هوءَ ڪيڏو نه رني هئي!“
ڪان ڪي اسڪول ۾ ’ ڀاڙ ڪاٺو ‘ سڏي چيڙائيندا هئا. گوڏومل هڪ پيرو گاڏو ڦيرائي اسڪول جي احاطي اندر ڏي گهڙيو ته اسڪول جي پٽيوالي کي اٺ لڪيءَ طرح گاڏو لڳو. پٽيوالي ڏانهس شوڪيو، ”سالا سنڌي!“ اُن وقت گوڏومل سوچيو، ”مان پاڻ کي سنڌي سڏيان ٿو ته ڇون ٿا تـه سنڌ ڇڏي آيو آهين ان ڪري پاڻ کي سنڌي سڏڻ ڇڏي ڏي. پر هي پاڻ ٽپ تي مون کي سنڌي سڏين ٿا! سو به ائين

جئن 'سنڌي لفظ ڪا ڳار آهي!'

ڪالونيءَ جي جوانن سرجوشي ڪري هڪ سنڌي ڪلاس کوليو. ڪالونيءَ جي چڱي مڙس ڀڳوان داس شام جي وقت ٻه ڪلاڪ پنهنجو ڪمرو ان ڪم لاءِ ڏنو. ماستر کي چيو ويو ته هرهڪ شاگرد کان هڪ آنو روز وٺندو ڪر. مهيني اندر ئي پنجاهه شاگرد جمع ٿي ويا! گهڻي ڀاڱي شاگردن ۾ ڇوڪريون ئي هيون. هنن ٽن چئن مهينن بعد ڪتاب پڙهڻ به شروع ڪري ڇڏيو.

سال جي اندر ان هڪ ڪلاس ۾ ٽي چار درجا ٿي پيا ۽ ۽ ماستر ٻه وڌي ٽي ٿيا. سنڌ جا ٽرينڊ ماستر هئا. منجهن لڳين ۽ چاهه هو. شاگرد نه رڳو سنڌي پڙهڻ لڳا پر حساب به سکڻ لڳا.

اوچتو ئي هڪ ڏينهن ڪلاس ۾ ڀڳوان داس آيو ۽ ماسترن کي آچي چيائين ته هيءَ سنڌي پاڙهڻ ڇڏي هنديءَ ۾ سنڌي پڙهايو. ويچارا ماستر منجهي پيا. آخر سنڌي ته ڪين آئي ئي ڪين ٿئي.

هاڻي ماستر بدليا. هڪ مڪاني ماڻهو هيڊ ماستر طور مقرر ٿيو. هو مهيني ۾ پگهار وٺندو هو. ٻارن جي به ماهوار في مقرر ڪئي ويئي. ٻيو هڪ آهو سنڌي ماستر رکيو ويو جو ڳالهائيندو سنڌي هو پر ڄاڻندو هندي هو.

ڪانجي نندي ڀيڻ سيتا ڪلاس مان موٽي ته ڀاءُ کي سليٽ ڏيکاري چيائين، "هي ڏس پي پلو."

ڪان سندس چوٽي پٽي، "هل چري. هيءَ ته منهنجي هنديءَ جي 'پ' آهي. سنڌيءَ جو پي پلو ته ٻيءَ طرح لکبو آهي. هيئن ڏس مون کي اڃا ياد آهي!"

شام جو ڀاڳيءَ گهرٽ کي چيو، "ٻڌو ٿا؟ اوهان سائيڪلن تي وڃي چندا ڪٺا ڪري اسڪول پيا هلايو پر انهيءَ

اسڪول ۾ ته سنڌي سيکارين ٿي نه ڇا ؟ سيتا هندي سڪي آهي !"

"ڪان - ماءُ ! بمبئيءَ مان وڏا ماڻهو آيا هئا سيٺ ڀڳوان داس وٽ. هن ڪي سمجهائي ويا آهن ته هاڻي سنڌي، هنديءَ ۾ لکبي، پڙهيل ماڻهو آهن ان ڪري تـو ڪان مون ڪان سياڻا ٿيا. ضرور ٺيڪ چوندا هوندا."

"ها - ها - ڏٺي سندن سياڻپ! ڏوڙ پيئي انهن ڪي ۽ ڇا ٿي پيئي آهـڙيءَ سياڻپ ڪي ! سچي ساري سنڌ ڏيئي ڇڏيائون ! ڪو هڪڙو ٽڪرو بـه رکيائون اسان لاءِ ؟ رولي رکيو ٿـن اسان ڪـي. آجـا چي : سياڻا آهن ! تنهن ڪان تـه آسين اڻ پڙهيل چڱا !"

گوڏومل ڪي ماڻهيءَ جي ڳالهه دل سان لڳي. پر سمجهي نه پيو سگهي ته ميان ڪنهن ڪـي؟ آن ڏينهن ڀڳوان داس جـي گهر جو چيائون پئي ته شاستري لـکاوٽ ديوتائن وڏان مليل آهين! سو بـه تـه ڪوڙ نـه ٿو لڳي!

سيتا جي سليٽ تي 'جواهر لعل' لـکيل هو. ڪان چيس تـه "تو غلط لـکيو آهي. ل ڪي آ جي ماترا نـه ڏبي."

سيتا چيو ، "صحيح آهي. ماستر پاڻ اُئين لکي ڏنو آهي."

"تنهنجو ماستر موڳو آ. ڏس منهنجي ڪتاب ۾ 'جواهر لعل' ڪيئن لـکيل آهي ؟"

"هل ڪوڙا ! تنهنجو تـه هندي ڪتاب آهي. مان سنڌي پيئي پڙهان ڪـين !"

ڪان منجهي پيو. "هنديءَ ۾ جواهر لعل ڪـي پيش ڪون ايندو پر سنڌيءَ ۾ ايندو! ڀلا مان هندي هنديءَ ۾ ٿو لکان تـه سيتا سنڌيءَ ۾ سنڌي چو نـه ٿي لـکي؟ تـه مان چونـه هندي بـه سنڌيءَ ۾ لـکان ؟"

اِهو خيال ايندي ئي هو ٽاڙيون وجائڻ لـڳو. اوڏي مهل ڪـين ڏاڏيءَ

سڏ ڪيو. ڪوٺا مان سندس ڏيءَ جو خط آيو هو. ڪان ڪي چيائين، ”هيڏي، لعل هيءَ چٺي ته پڙهي ڏي.“
ڪان چيو، ”مون کي سنڌي نه ايندي آ. سيتا پيئي تي سنڌي پڙهيئي.“
سيتا چيو، ”اِهـا ڳوروڻي. مان ته هنديءَ واري سنڌي پيئي پڙهان.“
ڏاڏيءَ چيو، ”ڀَل منهن ساڻو ٿيو! پـڙهيا تڏهن ڇـا آهيو؟ مٺا هڪڙو خط به پڙهي نه ٿا سگهو؟ باقي اسڪول ۾ وڃـي ڏوڙ ٿا پايو؟ آڇي پڙهين ته چوانس فيون ڀري وڃو ڀاڻ ڦرائي ٻيو ڇا؟ اهڙو انڌير ڪٿي ڏٺو؟“
رات جو ڪالونيءَ ۾ راڳيندڙن جي چوڪي هئي. جيتري ۾ ڀاڳي ڀاسڻ ڀاسڻ ملي اٿي تيتري ۾ ٻـار ڏاڏيءَ سان هليا ويا. دل ۾ آڻ ترڻ لڳائـي، اکيون ڇنڀنڀندي هو ترسي ويٺا تـه ڪڏهن ٿـو راڳ شروع ٿئي.
واڄا ڏڪڙ وڄڻ لڳا ته هو جهول ۾ ٻئي مٺيون لڳائي هڪ ٻئي جي منهن ۾ نهاري ڳالهڻ لڳا.
اسٽيج تي ڪاري عينڪ پائيندڙ چيو، ”پهرين توهان کي شاهه جو ڪلام ٿا ٻڌايون.“
ڪان چيو، ”وڏي آمان! شاهه ڪير آهي؟“
سيتا پڇيو، ”آمان ڪلام معني؟“
ڏاڏيءَ سيتا جي مٿي تي ڌڪ هڻيو، ”معني جي سڪي! چپ ڪري ويهه، ڇوري!“
ڪان اوباسي ڏني. ”مان ته گهر ٿو وڃان. هي آلائي ڇا پيا ڳائين. مون کي ته وڻي نه ٿو.“
سيتا چيو، ”آمان! هي راڳ ٻڌي روئڻ ڇو پيو اچي؟“
ڏاڏيءَ کيس ڀوندو ڏنو، ”هٿين تي نياڳي! ڪجهه ٻڌڻ به ڏيندا بنءِ؟“

ڇنيان ٿورو پرتي هڪ نوڙوني ويٺي هئي. ”رڙئي ڏيس، امان!
هيءَ روح جو رت آهي جو آٿي وهيو آهي. ڦٽ اڃا تازو آهي؟
ان ڪري انسان رت وهي سگهي ٿو. هيڪر اِهو رت ڄمي
ويو ته پوءِ وهي نه سگهندو، منهنجي امڙ!“
ٻيءَ روح ۽ رت، نه جي ڳالهه سمجهي. پوءِ به ڪيس لڳو ته
ڪيول ماءُ جي ننهن دل جي ڳالهه ڪري رهي آهي.
صبح جو سندس ڏيراڻي لاليِ ڪلڪتي مان آچي لٿي. هوءَ
پنهنجي پٽ لاءِ ڇوڪري ڏسڻ آئي هئي.
ٻاڳي پنهنجي سس جي ڏيروٽ عينشيءَ کي چيو، ”عيڊو پريان
ڪنوار ڳولڻ آيو آهين، تون به ڏسي نڪي نوڪي وٺج.“
عينشيءَ ڪڙڪ ۽ ڇتي آواز ۾ چيو، ”ٻاپي ته ڇري ٿي پيئي
آهي. سنڌي-ڳنوارڻ سان ڪير پرڻجندو؟ مان ٿو پنهنجي عمر
ڪاريان؟ مان ته ائين ئي اندور گهمڻ آيو آهيان.“
وراڻدي ۾ ٻاڳيءَ جو سهرو ڪٽ تي ويهي حقو ڇڪي رهيو
هو. عينشيءَ جي ڳالهه ٻڌي چيائين: ”ها بابا ها. اسين آهيون
ڳنوار ۽ تون ٿئين صاحبلوڪ! ڇو نه ٿيئن بابا؟ نانگ تي
پير پيوسين جو پنهنجي زمين-ماءُ ڇڏي هلي آياسين:
هاڻي ته هن ڏيس ۾ آچي ڦاٿا آهيون. اسان جو سڀ ڪجهه
هيٺ غرق ٿيندو پيو وڃي!“

ڪونج - بمبئي

رغب

# سڳن آهو ڇا

سنان جي ڪوٺيءَ کان ٻاهر نڪري، خوشيرام رنڌڻي ۾ ويٺل گيانيءَ کي چيو، ”پر ٻه، مونکي جي ڦر آئينو ڀڳو ڪيئن؟“
گيانيءَ ٻنان ڪنڌ مٿي ڪڍڻ جي، آٽي جي چاڻي ۾ دال وجهندي چيو، ”قميص کليءَ ۾، پتلون ڦيتيءَ ۾ پيئي آڻو.“
خوشيرام چڙ مان چيو، ”مون سان منهن هيڏانهن ڪري ڳالهاءِ! سمجهه ته مون قميص به پاتي ۽ پتلون به پاتي، هاڻي سينڌ ڪيئن ڪيان؟“
گيانيءَ ڪنڌ مٿي ڪڍڻ ٻنان ئي چيو، ”ڪالهه وانگر اڄ به سومي ماءُ وٽان آئينو آڻي ٿي ڏيانو؛ ڪپڙا ته پايو!“
”ڪپڙا پڇي ته ڪين ٿا وڃن، مان تو پڇان ٿي ڇا توکي ڪاوڙ نه ٿي اچي پنهنجي پٽ تي؟ هي ٽيون آئينو ڀڳو آڻائين ٻن مهينن ۾!“
گيانيءَ ڦلڪو ويلڻ بند ڪيو ۽ خوشيرام ڏانهن گهوريندي چيائين، ”ڇهه ڏينهن ته ٿي ويا آهن جو هن آئينو ڀڳو آهي، اڃا توهان ڪيس مار ٻيء ته نه ٿا ڏيو؟ مون ته تڏهن ئي ٻه ٿي ويلڻ لڳا ڪرايس، توهان جي خبر نه آهي ته الائي ڪڏهن سزا ڏيندؤس!“
”هي تنهنجو جواب آهي! ماءُ ٿي، پٽ کي مار ڏيڻ جي سفارش ٿي ڪرين؟“
ٿڻي تي پيل ڦلڪي جي ڪناري ٽاهيندي گيانيءَ جواب ڏنو، ”جيستائين ٽئون آئينو نه آيو آهي، تيستائين ته هو آن سيءَ ۾ پيو ڳري ته اڇو ٿي سزا ملي.“ ڦلڪي جو پاسو بدلائي ۽ ٻس مان اکيون اکين ۾ ملائي هن وڏيڪ چيو، ”سپ نـ

مارينڊو آهي ايترو، جيترو سپ جو سراپ. سزا ڏيوس ته هڪ
ڀيرو ڪاٽي هن روز روز جي ڏڪ ڏڪ کان ته ڇٽي پوي"
خوشيرام ڇيلهه سان ٻڌل ٽوال جي ڳنڍ ڇوڙي، وري نئين سر
ٻڌي ۽ پوءِ گيانيءَ جي منهن ۾ ڇتائي نهاريندي چيائين، "توکي
شايد خبر نه آهي ته مان هن ڀيري ڪيس ڪا نئين سزا ڏيڻ
تي سوچي رهيو آهيان." ۽ هلڪي آهه ڀري وڌيڪ چيائين،
"پر ڇهن ڏينهن ۾ به ڪا اهڙي نئين سزا سوچي نه سگهيو
آهيان، جنهن سبب هو اهڙين حرڪتن کان بنهه باز اچي."
گيانيءَ ذرا جوش ۾ چيو، "ٻارن کي سزا ڏيڻ لاءِ ڇهه ڇهه
ڏينهن سوچيندا ٿا وتو. ڪڏهن ڪي ڇهه منٽ پنهنجن ٻارن
کي پيار ڪرڻ لاءِ به سوچيو آٿو؟"
"ضرور ٿي ڪهڙو آهي؛ تون ڪين ايترو ته پيار ڪرين ٿي
جو منهنجي پيار جي ڪسر به پوري ڪري ٿي ڇڏين."
ڀر ۾ پيل ٻاٽلي جي ٻاٽيءَ مان هٿ ڌوئيندي گيانيءَ چيو،
"ماءُ جو پيار ته رڳو ماءُ جو پيار ٿي رهندو؛ منجهانئس پيءُ
جي پيار جي ڪهڙي بوءِ ايندي؟"
خوشيرام هلڪي کل کلندي وراڻيو، "تون شايد سچ ٿي
چوين."
گيانيءَ آنڌي ۽ زور سان ٻاٽيءَ وارا هٿ ڇنڊيندي چيو، "بس
رڳو سچ ٿي چوان؟"
خوشيرام وري به هلڪي کل کلي چيو، "اڄ، رڳو
سچ ٿورو ٿي ٿي چوين. اڄ، مون کان به سچ چوائي
ڇڪنديءَ".
گياني هڪ گنڀير انتظار سان خوشيرام جي مشڪندڙ منهن
ڏانهن نهارڻ لڳي. خوشيرام پنهنجا ٻئي هٿ ڍڳهلا ڪري، هن
جي ٻنهي ڪلهن تي رکيا ۽ سنديس نگاهن سان پنهنجون نگاهون
ملائيندي، سرگرشيءَ جي لهجي ۾ چيائين، "توکي اڄ هڪڙي

راز واري ڳالهه ڏو ٻڌايان. پر اها ٻارن کي نه ٻڌائج. ٻـڌ، مان اڄ رات جو ننڊ مان اٿي کين پيار ڪندو آهيان. پنهي پٽن جا فوٽا مان کيسي ۾ کڻي گهمندو آهيان."

گياني‌ءَ هڪ اونهون ساهه ڇڏي اکيون هيٺ ڪري چيو، "ڀڳوان توهان کي اِن ڀلائيءَ جا ٻڙا ڏيندو!" ۽ اڳيان وڌي آنگوڇي سان هٿ اگهندي هن چيو، "پر وري به انهيءَ کي پيار نه ڇئبو! جن کي توهين پيار ڪريو ٿا تن کي ته خبر ئي ڪانه ٿي پوي."

"تون ماءُ جي پيار ۾ ئي پوري رهي؛ توکي پيءُ جي پيار جي ڪهڙي خبر!"

گيانيءَ هڪ مرد آدم پيري ۽ هن جي اڳيان سراڪو پائي، سوسي ماءُ وٽان آئينو آڻڻ لاءِ در ڏانهن وڌي. خوشيرام بـه جهٽ سراڪو پائي سندس ڪلهن کي پنهنجي هٿن سان هلڪو زور ڏيئي چيو، "اڄ تون مون کي ڏاڍي وڻين ٿي!"

سندس هٿن کـي هڪ زور دار جهٽڪي سـان هٽائي، گياني گهر کان ٻاهر هلي ويئي.

ٽي چار ڏينهن پيا به گذري ويا پر شيام کي ڪا مار نه ملي، اهي ٽي چـار ڏينهن، شيام رات جو اِهو سوچي سمهندو هـو ته ڪيس صبح جو ننڊ مان اٿاري مار ڏني ويندي. پر جڏهن کيس ننڊ مان اٿاري مار کين ٿي ڏنـي ويئي، تڏهن پنهنجي وڏي پاءُ رام سان گڏجي اسڪول آسهڻ کان اڳ، گهر ۾ ڪلاڪ اڌ جيڪو سنيرڻ ۾ لڳندو هوس، تنهن جي منٽ منٽ ۾، هو تصور ئي تصور ۾، ڏاڍي مار کائي ونندو هـو. پر جيستائين هو گهر ۾ هونـدو هو تيستائين سندس مار کائڻ جو اهو تصور بلڪل ڏنڌلو هوندو هو؛ مار کائڻ جو تصور اسڪول ۾ وڃي ئي چٽو ٿيندو هو، جتي، نئين ماستر صاحب جي پياري پياري بڪواس جي لاوٽ ۾، هن کي پيءُ وٽان ملندڙ مار تي سوچڻ

جو ٻه وقت ملي ويندو هو.
ٽي چار ڪلاڪ گهرو سوچيندڙ، من - مهربون سانجهيون ۽ پڻ راتيون آيون ۽ شيام ڪي بنا سار ڪارائڻ جي گذري ويون.
۽ ان کان پوءِ، هڪ صبح جو، پاڻ ئي سوير پرو جاڳي، شيام بستري مان ٽپ ڏيئي، آتي، پيءُ جي سامهون وڃي ڪيس چيو، "تون مون کي مار ڇو نه ٿو ڏين، پلا؟"
خوشيرام کان ڇرڪ نڪري ويو. هن سامهون بيٺل آٺين سالين جي ڇوڪري جنهن ڪيس 'توهان' بجاءِ 'تون' سڏيو هو، ڏانهن گهوريندي ڪيس سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪئي. هي گِڏِ جيڏو ڇوڪرو جو شايد سندس ئي پٽ هو، ڇئي ڇا رهيو هو؟
شيام کي ٿڦ نڪاءِ ٿي ويئي. خوشيرام اکيون شوخ ڪري ٿڦ هڻندڙ پنهنجي زال ڏانهن نهاريو.
گياني پريل گلي سان چيو، "آيا ڳؤ، ترهان کي پيار ٻه ساءِ وٺان ئي نصيب ٿيندو ته مار ٻه!" ائين چئي هوءَ روئي ويئي ۽ شيام سان گڏ رام کي ٻه گهليندي رنڌڻي ۾ وٺي ويئي.
خوشيرام نوڪريءَ لاءِ آسهڻ جي وقت ٿائين سڀ ڪجهه صبر ۾ ڏسندو ڪندو رهيو.
ساڳيءَ سانجهيءَ جو نوڪري کان موٽندي، هو نئون آئينو خريد ڪندو آيو، جو اڇي هن گهر جي پٽ ۾ لڳل ڪوڪي ۾ لٽڪائي ڇڏيو.
ڪلاڪ کن کان پوءِ هن ڏٺو ته شيام سندس پر ۾ پاسيرو بيهي ڏائي هٿ ۾ نئون آئينو جهلي، ساڄي هٿ ۾ جهليل ڦٽوني سان سينڌ ڪڍي رهيو آهي. خوشيرام ڏٺو آڻ ڏٺو ڪري ماني کائڻ ۾ محو ٿي ويو.
اوچتو شيام جي هٿ مان آئينو ڇڏائجي وڃي پٽ پيو. رام،

گيانيءَ ۽ خوشيرام انهي چرڪ پري پٽ ۾ نهارڻ ٻدران، شيام جي چهري ۾ گهوريو. آئينو ڀڳو ڪين هو. شيام آئينو پٽ مان کڻي ورتو ۽ انکي اتلائي پتلائي ڏسڻ ڪان پوءِ هو آهو ڪڻي ٻاهر هاڻ لڳو. گهر جي دروازي وٽ ٻيهي، هن دروازي ڪان ٻاهر چانئٽ وٽ آئيني کي وڃي سٽيو. آئينو ڇيهون ڇيهون ٿي ويو.

هڪ اڏامندڙ نظر سان گيانيءَ ۽ پڻ رام در وٽ منهن ۾ سونڊ پائي بيٺل شيام ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ پيڙيندڙ انتظار جي احساس سان خوشيرام ڏانهن نهاريائون. خوشيرام منهن مان پاڻيءَ جو گلاس ڪيڊي، رام ڏانهن نهاريندي نهر سان چيو، "ٽڪر ميڙي ڪٺي ڪنڌ پاسي گند ۾ ڦٽا ڪر، جئن ڪنهن کي لڳن نه."

رام حڪم جي بجا آوري ڪئي.

آرام سان ماني کائي رهڻ ڪان پوءِ خوشيرام منهن ۾ سونڊ پائي بيٺل شيام جي پر مان لنگهي گهر ڪان ٻاهر نڪري ويو ۽ رات جو دير سان گهر موٽيو.

خوشيرام جي گهر ڪان ٻاهر نڪرڻ بعد گيانيءَ شيام کي اچي پاٻوهه سان چيو، "بلي، هرو ڀرو نقصان چو ڪيئه؟"

شيام روئي ويٺو؛ روئندي چيائين، "پوءِ ڀلا دادا مونکي مار چو ڪين ٿو ڏئي؟ گهڻن ڏينهن ڪان پوءِ ڏيندو ته گهڻي مار ڏيندو نه؟"

"چريا، اڳيون آئينو جيڪو تو ڀڳو آهي، تنهن لاءِ داداهن توکي ڪا سزا نه ڏيندو. ڏيڻي هجيس ها ته ڪڏهوڪو ڏيئي چڪيئي ها."

"تون ڪوڙ ٿي ڳالهائين. ان ڏينهن جو تو چيس ته سزا ڏينس ته هن نه چيئه ته مان ڪنهن نئين سزا لاءِ سوچي رهيو آهيان! جڻ ته مون ۽ رام درئيءَ ٻاهران ٻيهي ٻڌوئي ڪين؟"

"چڱو ڀلا، جڏهن دادهن توکي اڳئين آئيني ڀڄڻ جي سزا

ڏيندو، تڏهن رام ۽ مان توکي ڇڏائيندا سين. هاڻي تہ سڙا ڪائڻ جو خيال لاهي ڇڏ!“

”توهين ڇڏائيندا اهو سوچي تہ هي آئينو توهانجي سامهون پيو ڪر.“

”چڱو، بلي؛ هاڻي جيڪو ٿيڻو سو ٿيندو، پيو تہ پڇجانءِ!“

”پيو آئينو نہ پڇڻ جو انجام تڏهن ڪندس جڏهن تون انجام ڪندينءَ تہ مونکي دادا جي پر ۾ اڪيلو نہ ڇڏيندينءَ. دادا گهر ۾ اچي مس تہ تون منهنجي پرسان هججان. ۽ هو مار ڏئي تہ تون يڪدم ڇڏائجانءِ، يڪدم.“

”انجام! انجام! چڱو هاڻي هل اندر تہ اڄ مان توکي هڪ سٺي ڇوڪريءَ جي ڳالهہ ٿي ٻڌايان.“

پر شيام کي پلنگ تي ٻر ۾ سمهاري، گيانيءَ جڏهن ڪهاڻي شروع ڪئي، ”هڪڙو هوندو هو سٺو - سٺو ڇوڪرو...“ تہ شيام سُتي - سُتي وچ ۾ ڪٽي ڇڏيس، ”پاپي! توکي سٺن - سٺن ڇوڪرن جون ڪهاڻيون تہ گهڻي ئي ايندون آهن، ڇا توکي ڪا اهڙي ڪهاڻي ڪانہ ايندي آهي جنهن ۾ سٺو - سٺو دادا هجي؟...“

ماءُ جي روئڻ - روئڻ ولوڙجي ويئي. هن هٿ وڌائي پٽ جي وات تي رکيو ۽ ڪيس ڳراهنڙي پائي، پاڻ بہ سمهي پيئي. اُن ڪان پوءِ گياني ڪهاڻي ڪٿڻ بدران، دل ئي دل ۾ روئندي رهي ۽ شيام ڀريائين سٺي دادا واريءَ ڪهاڻي ٻڌڻ جي انتظار ۾ رهيو. پوءِ پنهنجي ننڍڙي دماغ سان پاڻ ئي اهڙي ڪنهن ڪهاڻيءَ جي تلاش ۾ نڪري پيو ۽ آهستي آهستي جاڳ - جڳت جا سنڌا ٽپي خوابن جي دنيا ۾ پهچي ويو.

گذريل دفتي ڪان مار کائڻ جي ڊپ سبب، شيام هلڪي ڪان هلڪي کڙڪي تي جاڳي پوندو هو. اڄ بہ اڌ رات جو پاڙي ۾ ڪجهہ گوڙ ٿيڻ سبب جاڳي پيو. جڏهن هن ڏٺو تہ سندس ماءُ بہ ڇرڪي پري جاڳڻ واري آهي، تڏهن هن اکيون ٻند

ڪري، ڪن سرلا ڪري ڇڏيا. آهستي آهستي شيام جي ڪنڌ هيٺان ٻانهن ڪيئي، گياني پلنگ تي اچي ويٺي. ڪليل دريءَ مان ايندڙ ماڻهن جي آوازن ۽ ڳالهائڻ مان گيانيءَ کي معلوم ٿيو ته ڪي شرابي پاڻ ۾ وڙهي رهيا آهن.

”ڪليان ۾ مٺا شرابي وڃن ٿا وڙندا.“ گيانيءَ پاڻ کان چيو ۽ ليٽي پيئي.

سُتي — سُتي ۽ دل ئي دل ۾، ننڍڙي شيام ماءُ جي اِن رايي کي ٽيڪو ڏنو.

سندن گهر پرسان لنگهندي، هڪڙي ماڻهوءَ پنهنجي همراهه کي چيو، ”... نشي ۾ مار جي خبر ٿورو ئي پوندي آهي...“

شيام جي دماغ ۾ ڪا ڳالهه چمڪي آئي. پنجن ستن منٽن جي سوچڻ کان پوءِ هو اِن نتيجي تي پهچي ويو ته پيءُ جي مار کان بچڻ جو سٺو ۾ سٺو نمونو آهي، شراب پي نشي ۾ اچڻ. پوءِ ته ڇڏائڻ لاءِ ماءُ جو پير ۾ هئڻ به ضروري نه آهي.

سو هو سوچڻ لڳو: اسانجي گهر جي سامهون جيڪو وڻ آهي، وڻ جي سامهون جيڪو دڪان آهي، اُن دڪان جي پٺيان جيڪو گهر آهي، تنهنجي پٺيان جيڪو مينهن جو واڙو آهي، تنهنجي هڪ ڪنڊ ۾، مينهن جي ڪوٺي پٺيان گولو بوتلون پوريندو آهي. سندس ڏيءَ گنگا ڪيس آنان بوتلون ڪيندو ڏنو آهي. دادا به ڪانئس به پيرا، به بوتلون گهرايون هيون، بمبئي جي مهمانن کي پيارڻ لاءِ. ٻي رپئي بوتل ۽ ٽي رپئي بوتل پئي چيائين. ٽي رپئي بوتل سٺي، ٻي رپئي بوتل خراب... صبح جو جڏهن بسترو ڇڏي آئڏس تڏهن اهو صبح آرتوار جو صبح هوندو؛ مار کائڻ لاءِ وري ايندو وڏو ڏينهن هفتي کانپوءِ ئي ايندو... پاپي پيسا ڪٿي رکندي آهي، سا ته مونکي خبر آهي.

شيام اکيون بند هونديئي پاسو ورائي ماءُ کي زور سان ڀاڪي پاتي.

آرتوار جو صبح. شيام بسترو ڇڏي، اڌ ڪلاڪ اندر ڏندڻ پاڻي ۾ نيرن ڪري ورتي؛ پوءِ پلنگ جي هڪ ڪنڊ تي ٻٽ ڪي ٽيڪ ڏيئي، سليٽ ۽ قلم پر ۾ رکي، ڪتاب ۾ منهن وجهي ويهي رهيو. سنڌس اِن بدليل روپ ڪي ڏسي سنڌس ماءُ، پاءُ ۽ پيءُ الڳ الڳ طور منهن ٻاسي ڪري مرڪيو؛ دل ئي دل ۾ سرها ٿيا. پر شيام رکي رکي چور نگاهن سان ڀت ۾ ٽنگيل گهڙيال جي سوئين ڪي پئي جاچيو ته ڪڏهن ٿيون اٺ وڄائين. ڪيس خبر هئي ته ٺيڪ هجي، واڄ هجي، ڏهه سالن کان ڏاهيل پنهنجي نيم انوسار پوري اٺين وڳي اخبار ڪڇ ۾ دٻائي، ٻيڙي دکائي، گهر کان ٻاهر جو نڪرندو ته وري ڏهين وڳي کان اڳ ڪاڪي ڀيرومل وٽان ڪين موٽندو.

خوشيرام اخبار ۾ شايع ٿيندڙ سنهيون ٿلهيون خبرون، ويندي اشتهارن سوڌو سڀ پڙهندو هو. جنهن پيديءَ تي هو ڪاڳريءَ جو ڪم ڪندو هو، آتي هن جي پنگتي ۽ ميواسي جاڻ جي ڏاڪ وينل هئي. پر رٽائرڊ مختيارڪار، ڪاڪي ڀيرومل وٽ، آرتوار ڏينهن جا پڙهيل بزرگن جي چوڪڙي گڏبي هئي، تنهن جي اڳيان پنهنجي جاڻ ڏيکاري سرخرو ٿيڻ لاءِ هو جنسي تڙپندو هو.

پوڻين اٺين وڳي رام ڪتابن جو ٿيلهو ڪڍي ماروت وٽ وڃي پڙهڻ لاءِ گهر ڇڏيو؛ پوري اٺين وڳي خوشيرام 'هندواسي' بغل ۾ دٻائي، ٻيڙي دکائي؛ مرڪندڙ چهري سان ڪنڌ هيٺ ڪري پڙهندڙ شيام تي نظر آڇلي، گهر کان ٻاهر نڪري ويو.

شيام ٽپو ڏيئي چور قدمن سان هليو، اچي ٽيٺ ورتي ته ماڻهس چا تي ڪري. هوءَ گهر کان ٻاهر ٻنئين درجي دڪانيءَ تي ملڻ لاءِ برتڻ رکي چڪي هئي؛ هاڻي ويهڻ لاءِ رنڌڻي مان صندلي ڪڍي وڃي رهي هئي.

شيام ڪمري ۾ مونِي اچي پٽ ۾ ٽنگيل هڪ خالي ڳوٿري هٿ لاهي ويڙهي پلنگ تـي رکي ۽ آن ڪان پوءِ وري ساءِ ڪي ڏسڻ ويو ته برتڻ ملڻ شروع ڪيا اٿس يا اڃا نه. پڪ ڪري هن موٽي اچي پٽ ۾ ٽنگيل ڪوڪي مان ڪنجين جو ڇڳو ڪڍيو ۽ پيٽي کولي ٿي رپيا ڪڍي، تالو بند ڪري وري چاٻيون ساڳئي هنڌ اچي رکيون.

ڪوٺلن جي ڳوڻ ۾ پنيان شراب جي بوتل لڪائيندي، شيام دل ئي دل ۾ ٻاڻکي چيو: ٻي سمجهه، مونکي چوندو آهي ته تون هل، مان ٽو بوتل ڪٽي اچان! مونکي به اٽڪل سجهي آئي؛ چيومانس ته دادا چيو آهي ته اهڙي نموني ڪٽي اچي ڪوٺلن جي ڳوڻ پنيان رکجانءِ، جئن تنهنجي ٻاپيءَ کي خبر نه پوي.

ٻانڌا ملي رنڌڻي ۾ رکڻ کان پوءِ، گياني‌ءَ اچي ڏٺو ته شيام اڃـا جيئن جو تيئن ڪتاب پڙهڻ ۾ مشغول آهي. هـوءَ ڏاڍو خوش ٿي ۽ مرڪي شيام کي چيائين: ”مان وڃان ٿي سنان ڪرڻ، رنڌڻي ۾ ڪتو ٻتو گهڙي نه اچي، خيال رکج.“

گيانيءَ هوديءَ ۾ وڃي اندران ڪڙو ڏنو. جلد ئي شيام پلنگ ڇڏي آٿي ڪڙو ٽيو. هو پيءُ جي ڪوٽ جي کيسي مان واچ ڪڍي، رنڌڻي ۾ گهڙي ويو.

جلدئي گيانيءَ هوديءَ مان رڙ ڪئي، ”شيام، هي حمام دستي سان ڇا پيو ڪٽين؟“

”ٻاڀي، ڪجهه نه آهي... ڪارا مرچ آهن.“

”پر توکي ڪهڙي پيئي آهي ڪارا مرچ ڪٽڻ جي؟“ اُئين چئي ظاهري ته هوءَ چپ ٿي ويئي، پر من ئي من ۾ سوچڻ لڳي: نيٺ ته ٻار آهي؛ ٿلي ٿوري من ماني به ڪري وٺي. پڙهي پڙهي ٿورو ورچجي پيو هوندو... پر چرئي کي راند جي لاءِ سجهيو به ڇا آهي؟ ڪارا مرچ ڪٽڻ! ڪارا مرچ؟ ڪارا مرچ ٻاڻ وٽ آهن ڪٿي؟ ڪارن مرچن کي ختم ٿئي چار پنج

ڏينهن تي ويا؛ روز پيئي سنهيران اچ ٿي ونئي اچان... ماءُ جي دل ۾ هڪ مبهم انديشو پيدا ٿيو. ڪيس انگوڇو هيٺتي هو، باقي بدن ڪي پوتي ويڙهي، هن هوديءَ جو ڪڙو ڪوليو. گياني‌ءَ جڏهن هوديءَ جو دروازو کوليو ته پڇنڊڙ شيام جسي پنهي هٿن ۾ جهليل شراب جي بوتل سندس اکين اڳيان چمڪي، سندس نگاهن ۾ انڪي پيئي. هڪدم ڪن اڻ ڄاتل انديشن سندس من کي پيڙي ورتو. آن پيڙا وچان هوءَ حمام دستي ڏانهن نه وڌي شيام ڏانهن ڊڪي. شيام بوتل جو پوچ کولي بوتل جو منهن پنهنجي وات ۾ مس وڌو ته ماڻس اچي هڪ هٿ سندس ڪرائيءَ ۾ وڌو ۽ ٻئي هٿ سان بوتل سندس منهن مان ڪيڍي هٿن مان ٻه ڪسي ورتائينس.

بوتل هڪ پاسي رکي هن شيام کي ٻه چار چماٽون وهائي ڪڍيون ۽ سهڪندي چيائين، "مورک، تون آهين گهٽو گڏ جيڏو، جو شراب جي بوتل، سو ٻه بنان پاڻيءَ جي چاڙهڻ هليو آهين؟ اهي آرڪان تو ۾ وڏا ڪنهن؟ تو بوتل ڪٿان آندي؟"

"تنهنجي پيتيءَ مان ٿي رپيا ڪڍي، چوري ڪري مولي ڪان بوتل وٺي آيس - دادا جي نالي. حمام دستي سان مون دادا جي واچ ڪٽي آهي، ٥١ روپئي واري. هاڻي ته دادا مار ضرور ڏيندو ۽ مون تي مار جو اثر نه ٿئي تنهن لاءِ مان شراب جي بوتل...." شيام شوخيءَ مان يڪساهي اچا ٻه ڪجهه چوي ها، پر ماڻهس ڪيس ڪاوڙ مان ڪٽي، ويچارا ڏيندي چيو، "مون تي مار جو اثر نه ٿئي!" ۽ سندس پٺيءَ تي ڪجهه عدد چنبا وهائيندي، سهڪندي ۽ چوندي رهي، "مان ٻه تنهن ڏسان ته مار جو اثر ڪيئن نه تو ٿئي. مئا، هيڏڙي ننڍي هيڏا مڪر ڪرڻ هليو آهين! تنهنجي مڪر جو علاج ٿي مار آهي. هاڻي جو هاڻي دادهن کي ماڻهو موڪلي تنهنجي اها جنڙي ٿي ڪڍايان!"

شيام ڪي ماءُ هٿان مار کائيندو ڏسي، پاڙي جا ٻه ٻار سندن در وٽ اچي جمع ٿيا هئا. گيانيءَ رڙ ڪري چيو، ”اڙي ڪمار، رميش، وڃو ڪاڪي ڀروءَ مل جي گهران شيام جي پيءُ کي ته وٺي اچو! وڃو، جلدي وڃو!“

شيام هن مهل تائين چپ چاپ ۽ هڪ قسم جي نفرتا سان سڀ ڪجهه ڏسي... سهي رهيو هو. ڪمار ۽ رميش کي ڊوڙندو ويندو ڏسي سندس ڀيڙ ڀرا ٿي ويا. سندس تصور ۾ پنهنجي پيءُ جي نهايت پيارتي ٿي ويل شڪل جا خط - خال اڀري آيا. ڪائنس هڪ سنهي ڇيخ ٻه نڪري ويئي. اوچتو هن هڪ زوردار جهٽڪي سان پنهنجي ٻانهن ماءُ جي هٿ مان ڇڏائي ورتي ۽ اچانگ ڏيئي گهر کان ٻاهر نڪري ويو. گهر کان ٻاهر ٿي هڪ ڀيرو ٻه گهر يا ماءُ ڏانهن نهارڻ بنان، هن وٺي اسٽيشن جي پاسي ڊوڙ پاتي.

آهو ڏينهن، آها رات ۽ ان بعد ڪيترا ئي ڏينهن خوشيرام ۽ سندس پاڙي جا ماڻهو شيام کي ڳولهيندا رهيا. ۽ اڄ شيام کي گهر کان ڀڄئي پنج سال گذري چڪا آهن.

ڪهاڻي (ڏياري نمبر) - بمبئي
آڪٽوبر ١٩٥٩ع

## معصوم التجا

### سندري اڌمچنداڻي

اڄ مون پنهنجي موهنيءَ کي لپاٽون هنيون آهن. هن جا ڳل لال ٿي ويا. رڙيون ڪري روئائين. سڄي پاڙي ڏٺو. سڀني سنڌين ڏٺو. هوءَ ٻار اسڪول وڃڻ کان انڪار ڪري رهيو آهي. اسڪول جي بس آئي. منهنجي جگر جي ٽڪر کي روئندو ٻاڏائيندو ڪٺي ويئي ۽ مان ٻاري هردو ڪٺي پنهنجي ننڍڙي گهر ۾ دک جي وڏي ساگر ۾ ٻڏي رهي آهيان. موهني هيٺئر اسڪول ۾ هوندي، اتي سنڌس قد کان وڏا ٻيڇ آهن؛ مان اکين سان ڏسي آئي آهيان. ننڍڙي موهنيءَ، ڇهن ورهين جي موهنيءَ جي دل جيڏو ننڍڙو ڪلاس آهي. ننڍا وڏا ٻار بي ترتيب ويٺا آهن. ڪنهن وقت ماستر ڪلاس ۾ ناهي ته ڪيترا ئي ٻار روئن پيا؛ ڏجهن پيا، ڦٿڪن پيا. وڏا ٻار ننڍن ٻارن کي ماريو وڃن. منهنجي دل ان مالهيءَ جي دل جيان ڇيرجي رهي آهي جو پنهنجي ننڍڙي ٻوٽي کي خراب زمين ۾ دٻي رهيو هجي.

ڪو ئي چوندو ڀوءِ خراب زمين ۾ پنهنجي ٻوٽي کي ڇو ٿو پوکين، پر مان ڇا ڪريان؟ ڀلا اها ئي واريءَ گاڏڙ زمين ته پنهنجي زمين آهي. مون کي ان سان آتي موهم آهي ڇو ته اها منهنجي آبن ڏاڏن جو ورثو آهي. اهو سنڌي اسڪول منهنجو آهي. مون کي خبر آهي منهنجي ڪيترن ئي مٺن ماڻهن گڏجي پنهنجي خون سان سنڌيت کي برقرار رکيو آهي.

مان ڇوان ٿي، مان، موهنيءَ کي سنڌي ئي پڙهائيندس. پر مون کي هتي حيدرآباد (سنڌ) واري تولا رام گرلس اسڪول* جهڙو

---

* جتي ڏاڻي جامع هريهر هاءِ اسڪول آهي.

سنڌي اسڪول نظر نه ٿي اچـي، جنهن ۾ وڏا هوادار ڪمرا
هئا، وڏو وڏو پارڪ هو، گلن جا ٻارا هئا ۽ پينگهون هيون ۽
هئي صفائي، سنائي ۽ پنهنجائي.
پنهنجي ٻـالپڻ جو اهو ڏينهن چٽو ئي چٽو يـاد اٿم. جنهن
ڏينهن صبح جو سويل پيءُ سان گڏ ڦليليءَ جي ڪناري وارن
باغن سان گهمي موٽي رهي هئس. رستي ۾ تولا رام گـرلس اسڪول
ڏسي آڇلجي پيئي هئس. چيو هوم، ’ بابا مان هن اسڪول ۾
پڙهنديس.‘ گهر اچي آميءَ جا ته اصل ترڻ مٿ تپائي ڏنم تـه
هلي انهي اسڪول ۾ وهاره هوءَ چوي، ’پٽ سان توکي ڪنهن
ويجهي اسڪول ۾ وهاري ايندس.‘ پر مان ضد ڪري روئـي
چوان، ’امي اهو سهڻو اسڪول آهي.‘
مون کي ياد آهي ته مان ان ڏينهن اميءَ کي ٻانهن کان ڇڪي
پاپڙن ويلڻ تان اٿاري، ان پياري اسڪول ۾ وٺي ويئي هئس.
اسڪول جي وڏي شاهي دروازي انـدر قـدم رکندي ئي وڏو
پکڙيل وانه جو ميدان ڏسي، منهنجي دل خوشيءَ کان ڦونڊجي
پيئي هئي. تاڙيون وڄائي اميءَ جي هٿ کي پنهنجن ننڍڙن هٿن
سان زور ڏيئي چيو هوم، ’ آلا! ‘ پر اڄ... مـون موهنيءَ کي
ڏڪي ڏڪي اسڪول موڪليو آهي ۽ هن ٻاڏائي پئي چيو،
”مـان پينگهن ۽ باغن واري اسڪول ۾ ويندس. مـون کي
نئون اسڪول ڏهرائي ڏي نه آمي!“
ٻل ته منهنجي به آهي، پر ان کي ٻل به ڪيئن چوان؟ سچ
ته اها ڪنهن لحاظ کان ٻل نه به آهي. موهني اڃا ڇئن سالن
جي هئي، ڪجهه سمجهڻ جيڏي مس ٿـي هئي، جو مون کان
آکاڻيون ٻڌڻ لڳي. هڪ آکاڻي ٻڌايانس ته چوي، ”ٻي ٻڌاءِ.“
ٻي ٻڌايانس ته چوي، ”ٽين ٻڌاءِ.“ ڪڪ ٿي چوانس، ”موهني!
تون ٻاڏيهي نه ٿي آکاڻيون پڙهين؟ هيڏا ڍڳ ڪتابن جا ته
رکيا آهن. مون کي ته ماني به ڌاهڻي آهي، ڪپڙا به سبڻا آهن.

گهر ۾ سهيڙڻو آهي.“

”پهلا اسڪول ۾ ڇو نه ٿي موڪلين ته مان پڙهڻ سکي اچان؟“

”گل، تون اڃا سال ٻه ننڍي آهين. وڏي ٿيءَ ته پوءِ اسڪول موڪليندياسانءِ.“ ان ڏينهن ڪان وٺي هوءَ اسڪول ۾ ويندڙ ٻارن کي ڏسي دريءَ جي شيشن وٽ بيٺي وات تي آڱر رکي روز پڇندي هئي، ”اي، مان اڃا وڏي ڪين ٿي آهيان؟“ جنهن ڏينهن مون چيو، ”ها، موهني اڄ تون ڇهن سالن جي ٿي آهين.“ تنهن ڏينهن مون کي خبر آهي ته هوءَ ڪيڏي نه خوش ٿي هئي. منهنجي ڳچيءَ ۾ ٻانهون وجهي زور سان ٻاڪي پائي چيائين، ”آمي، هاڻي مان سڀ آکاڻيون پڙهي سگهنديس نه؟ گلڙيءَ واري آکاڻي، ڏيڏريءَ واري آکاڻي، گل هٿ نه لاءِ، گل پير نه لاءِ؟ ها آمي، چل سيرا منڪا نمڪ نوَ واري آکاڻي سڀ پڙهي سگهنديس.“

ٻالڪيءَ بود ۾ پرجي منهنجو منهن چمي ورتو. مون کيس ننگن تي وهاري گلگولڙي ڪرائي چيو، ”گلگولڙي، مکڻ ڦولڙي، ناناڻي ويندي ڪين ڏاڏاڻي؟“

”نه آمي، پڇ اسڪول ويندينءَ؟“

”ڇڱو اسڪول ويندينءَ، ڪين گهر ۾ ويندينءَ؟“

”اسڪول..“ هن موتين جهڙن ننڍڙن ڏندن سان کليو. ڳلن ۾ ننڍڙيون کڏڙيون پئجي ويس. هاءِ، ڪهڙو نه منڙو مهانڊو! اسڪول جو ٻڌي ڪيئن ٿي ٺري! مون کيس چمي ڏيئي چيو، ”اسڪول ۾ باغ، اسڪول ۾ پينگهون، اسڪول ۾ منڙي منڙي دادي.“

موهنيءَ منهنجي ننگن تي لڏندي، کلي کلي چيو، ”داديءَ جي شادي.“

دل ۾ چيم، ’هيءَ منڙي ٻالڪي ته نماڻا ٿيندي شاعرا!‘

ٽنگن تي جهنجهلائيندي چيائين، ”ٻـڌاءِ آمي ٻيو ڇا هوندو اسڪول ۾؟“

”ها تنهنجي دادي ڪندي شادي، ان کي جمندي ڏيءَ. اها ايندي پڙهڻ، توکي ملندي ساهيڙي.“

ٻالڪيءَ جو منڙو ٿهڪ سڄي ڪمري ۾ گونججي ويو. چيم: ”اسڪول ۾ آڪاڻين جي لئبرري، راڳن جي ڪوٺي، رانـدين جو ميدان، وڏو وڏو گلستان، ٽولن جا دڪان، تن تي هوندا پڪوان، وڏا وڏا ڪلاس ۽ ڪيرن جا گلاس.“

موهني جڻ وڃي گلاس پيئندي. ”او او منهنجو ڪچڙيءَ جــو ديگڙو پيو آيامي...“ مان موهني کي کٽ تي وهاري رنڌڻي ڏي ڀڄيس. ڪچڙي رڌهي ويئي. گيهه به وڌم. دم به آيو. پاپڙ پچائي موهنيءَ لاءِ ٿالهي پائي کڻي آيس. پر هوءَ کٽ تي اونڌي منهن ليٽي، ٽوننين تــي ٻانهون ٻيهاري، پنهنجو ننـڍڙو منهن هٿن ۾ جهلي، ڪنهن خواب ڏسڻ ۾ مشغول هئي. انهن معصوم اکڙين جي معصوم خواب کي ڦٽائڻ تي دل نـــي نه ٿيم. مان به مانٽ ميٽ ۾ ڪرسيءَ تي ويهي رهيس. مون وٽ به هڪ خواب هليو آيو. منهنجي لاڏ سان پاليل موهنيءَ پيار جي پوش ۾ ويڙهيل موهنيءَ جو گوتم ٻڌ جهڙو هردو ٿيندو. گوتم جي پيءُ به گوتم کي گلن پوتن جي وچ ۾ پاليو هو. هر دک کان پري رکي پيار سان تاتي، پشپن جهڙي دل ڏني هئائينس. گلن جي پنکڙين جهڙو ڏکڻو هردو ڏنو هئائينس، ۽ هو هڪ اهڙو انسان بڻجي ويـو، جنهن کي سڄي ڀارت جو شان ٿا سمجهون. مان به موهنيءَ کي ائين پاليندس. منهنجي موهني من ڪنهن ننڍي دائري ۾ نه ڪو ٿي هڳاءَ ڦهلائـي سگهي! ڪنهن ننڍڙي گهر کي نه صلح سانت ۽ ڪلا سان سينگاري. مون موهنيءَ جي مٿي تي پيار جو هٿ ڦيرايو ته هوءَ پنهنجي خواب مان سجاڳ ٿي پيئي، ”آمي! اسڪول اسان جي گهر

ڪان ڪيترو وڏو هوندو؟“

”ها گل! تمام وڏو هوندو.“ مان ٽڪڙ ۾ ڪپڙا ڪپڙا پائي اسڪول وٺي ويس. ان ڏينهن ته مون کي رنو ڪين. خوشيءَ ۾ ٿي پوري هئي. وڏي بينچ تي ويهي رهي. ڪلاس جي ڪوٺي، منهنجي گهر جي ڪمري کان ٻه ننڍڙي هئي. هڪ پٽ ۾ ٻرگهه جيڏيون ڦاٽل، ٻنا سيخن دريون هيون. ان مهل به هڪ ڇوڪري دريءَ تي چڙهي ويٺي هئي. جنهن کي هيٺ بازار ۾ ڪرڻ جو ڊپ ڏيئي لاهي بينچ تي وهاري آئي هيس. ڪي ٻار ڏجهي ڏجهي روئي رهيا هئا. وڏا ٻار کين چيڙائي رهيا هئا. ٻارن جي راندين لاءِ ڪوئي ميدان ڪين هو. ڪلاسن کان ٻاهر لنگهڻ جي جڳهه به بلڪل سوڙهي هئي، جتان ريس مهل ٻار هڪ ٻئي سان ٽڪرجي ٿي لنگهيا. ڪنهن گساٽ ۾ هڪ ٻار جو ٿيلهو ڪري پيو، سليٽ ڀڄي پيئي ۽ ٻه ٻار هڪ ٻئي جي ڪالرن ۾ هٿ وجهي اٽڪي پيا. هڪ ٻئي کي ڌونشا هنيائون، وهندا ڀاتائون. هڪ ماستر جو اتان لنگهي رهيو هو، ان کي هيءَ ننڍڙا سانَ، اچانڪ ٿونو هٿي ويٺا ۽ ماستر پر ڪري به چماٽون وهائي ٻنهي کي جدا ڪري ڇڏيو.

مون سوچيو، ’ڪنهن ڏينهن موهنيءَ جي به هن طرح سليٽ ڀڄي سگهي ٿي ۽ موهنيءَ کي به هن طرح گل تي چماٽ جمي سگهي ٿي، پوءِ موهنيءَ جي معصوم دل جو ڪنول ڀلا ڪيئن ٽڙي سگهندو؟ آخر سنڌي اسڪول هيڏا ڇو آهن؟‘

اوڏيءَ مهل ته ٻالڪيءَ کي نئين اسڪول جي آتماهه ۾ ڪجهه به ڏسڻ ۾ ڪين آيو، پر سچ به ڪڏهن ترڪيءَ هيٺان لڪي سگهيو آهي؟ موهني جڏهن اسڪول مان موٽي، تڏهن سندس چال ٻڌري هئي، منهن تي رونق ڪين هيس. تڏو وڃائي مان ميٽ ۾ اچي نئين سليٽ تي ڪجهه ڪجهه لکڻ ويٺي. مون کيس ڀاڪي پائي چيو، ”گل، اسڪول مان ٿي آئين؟“ هوءَ

منهنجي ڳچي ۾ ٻانهون وجهي اچي ڏوراپن ۾ چنڪي، " هيءَ
اسڪول ۾ باغ به ڪونهي، پينگهون نه ڪونهن... ننڍڙو ته
اسڪول آهي. منهنجي ساهيڙيءَ 'لاج' جو ڪيڏو نه وڏو آهي!"
"گل، اهو ته انگريزي اسڪول آهي."
"سان به ان ۾ پڙهنديس."
ٻئي ڏينهن تي مان موهنيءَ کي انگريزي اسڪول ۾ وٺي ويس.
چوڌاري ننڍا ننڍا ٻار ڳائي رهيا هئا:
"جئڪ اينڊ جل، وينٽ آپ د هل،
بابا، بلئڪ شيپ، هئو يو ايني وول."
هڪ ٻار ڪرڙائيءَ سان اچي موهنيءَ کي چيو،
"پسي ڪئٽ، پسي ڪئٽ، ويئر هئو يو بن؟"
منهنجي موهنيءَ ڪجهه ڪين سمجهيو ۽ روئڻهارڪي ٿي ويئي،
هيسيل نگاهن سان سيني ٻارن کي ڏسندي رهي. مون کي
اوچتو احساس ٿيو ته انهن وڏن باغن بوستانن ۽ هوادار ڪمرن
واري شاهي اسڪول ۾ منهنجي موهنيءَ کي ڦاٿڻ واري جـا
آئما آهي، سا بلڪل ڌاري آهي. جيئن غريب ماءُ پنهنجي
غربت ڏسي ڪنهن شاهوڪار بي اولاد کي پنهنجو ٻار ڏيڻ
ته چاهيندي آهي پر عين ڏيڻ جي موقعي تي سندس ممتا جاڳي
اٿندي آهي ۽ ٻار کي ڇاتيءَ سان لائي ڊڪندي ڀڄندي پنهنجي
غريباڻي اجهي ۾ وڃي اڪين مان ڳوڙها ڳاڙي ٻار کي هزار
بار چمي وٺندي آهي، تيئن مان به پنهنجي موهنيءَ کي انگريزي
اسڪول جي ڌاري ماءُ کان ڇني، گلن ٻوٽن جو موهه ڇڏي،
پنهنجي سنڌي اسڪول ۾ وٺي آيس...
اڄ هن کي زوريءَ سنڌي اسڪول ۾ موڪليو اٿم. هيئنر هوءَ
پنهنجي سوڙهيءَ ڪلاس جي ڪنهن وڏي بينچ تي ويٺي هوندي.
سندس ڳلن تي اڃا به ڳوڙها چمڪندا هوندا. ننڍڙي ڇاتيءَ
اندر اڃا به هڪ سڏڪو دٻيل هوندو، پر چوڌاري ننڍن ٻارن

ڪي، پنهنجي سنڌي ۾ چرندو ٻڌو هوندائين:
”ڍَڍ نديون جهرڪيون ڦاڙين ٽيون ٽٽو، هڪڙي آن تي سڙي ويئي، باقي ٻچيون نو...“
”جهڙ ڪير پئي سو وير ٿئي...“
”آئي آئي آسا، ٻدڪ ٿي وڃان. ٻدڪ جا ٻچا، ڏسيو پيئي ڏسان، ڏجيو پيئي ڏجان...“
؛ شايد موهنيءَ به پنهنجي سٽ ٿاهي ڇيو هوندو، ”ٻدڪ جا ٻچا ڏسيو پيئي ڪلان.“
؛ حوّءَ ڪلي پيئي هوندي. سندس ڳلن تي ڪريل ڳوڙهن وٽ ڪَڏڙيون ٿهي پيئيون هونديون. ڪيس تہ شايد منهنجي لپاٽ بہ وسري ويئي هوندي... پـر ملن سندس معصوم اِلتجا ڪـي ڪيئن پلجي سگهندي، ”آمي مون کي نئون اسڪول ٺهرائي ڏي!“

تو جنين جي تات (ڪهاڻين جو مجموعو)

---

نئين دنيا پبلشرس – بمبئي ۱۹۷۰ع

# امڙ مان نہ ڪندس

## اياز قادري

ٻسين جو ڪڙڪو ٿيو. ڪي ٻسيون تختي تان پٽ تي ڪري ٽڪر ٽڪر ٿي پيون.

”رمون!“ رحيما جسا اڳڻ ٻهاري رهي هئي رڙ ڪئي.
”نيٺ ٻسين جي ٻيڙي ٻوڙيئہ؟“ رمون اُئين ڪڇي جيئن پٽ، چُور جيان چپ ڪيو ويٺو رهيو. ”جيڪڏهن تون پنهنجون حرڪتون بند نہ ڪندين تہ آئون تو سان آئنده نہ ڳالهائينديس، بس گهر ڇڏي هلي وينديس.“

رمون هوريان ٻليءَ وانگر پير پير ۾ پائي ماءُ جي پٺيءَ ڪان اچي ڳراٽڙي وڌي. ماڻس جي سموري ڪاوڙ ڪافور ٿي ويئي.
”امڙ تون مون کي سچ پچ ڇڏي وينديئن؟ امڙ تون مون سان ڪون ڳالهائيندينءَ؟“

جڏهن بہ ماڻس کيس نہ ڳالهائڻ جو، يا گهر ڇڏي هلي وڃڻ جو دڙڪو ڏيندي هئي تہ سندس منهن جو پنو ئي لهي ويندو هو ۽ دل مايوس ٿي ويندي هيس. يڪدم ماءُ کي ڀاڪر وجهي منٿون ڪندو هو، ’امڙ ائين نہ ڪجانءِ.‘ ماڻس جو بہ منجهس ساهہ هو. سڪي سڪي تہ ڄائو هو. مرحوم مڙس جي نشاني پيرن فقيرن ڪان پني پني تہ مليو هو. صبح سانجهي نماز پڙهڻ ڪان پوءِ ٻئي زال مڙس ڏٺيءَ ڪان پٽ جي دعا گهرندا هئا. پيرن فقيرن تي پٽ لاءِ سکائون باسيندا هئا. يوسف شاهہ بخاريءَ جو پڙ، ميان شاهل محمد ڪلهوڙي تي جهنڊ، سائين حاڪم شاهہ پٽ واري جي ديگ، حاجن شاهہ جو گهنڊ، امامن جو نياز ۽ پيران پير جي يارهين، جڏهن

ساهيڙين سان ويهندي هئي تہ چوندي هئي، ’ اڌي پيرن ڏنو
آهي.‘ جڏهن رمون پيٽ ۾ ٿيو تہ امام ضامن جا منيا وراهيا
ويا ۽ پنجن مهينن کان پوءِ اڌ ڪپ ڪيو ويو. جڏهن ڇوڪر
ڄائو تہ پٽس کين گهڻايو. جيڪي هئس ان کان گهڻي
خوشي ڪيائين. باسون بہ هڪ هڪ ڪري پوريون ڪيائين.
اڃا ڇوڪر ٻن سالن جو مس ٿيو تہ ڇوڪر جو طهر بہ
ڪرائي ڇڏيائين. طهر تي اها ڌام ڌوم ڪيائين جو ڳوٺ
وارن کي ڏينهن تہ پئي ڳالهيون ڪيون. پر پٽ جو سک
ڏسي نہ سگهيو. طهر کان جلد ئي پوءِ رمونءَ الله ۽ رحيما
جي سپرد ڪري پاڻ الله واهي ڪيائين. مرڻ وقت پٽ کي
ڳلي لڳائي نرڙ تي چمي ڏئي، اکين ۾ آب آڻي زال کي
چيائين، ’ رحيما! منهنجو رمون هينئر توکي پهتل آهي. هن
کي متان ڏکيو ڪرين. هن کي پنهنجي ساهہ کان وڌيڪ
پيارو رکج.‘ ائين چئي اشهد ڪلمو پڙهيائين.

مڙس جي مرڻ کان پوءِ رحيما رمونءَ لاءِ پيءُ بہ هئي تہ ماءُ بہ.
جيڪو لهندي هئي اهو اول پٽ جي حوالي ڪندي هئي. اول
رمونءَ کي کارائيندي هئي پوءِ پاڻ کائيندي هئي. جيڪڏهن
رمونءَ کي ڪجهہ ٿيندو هو تہ سندس ساهہ ئي هيٺ مٿي ٿي
ويندو هو. جڳ ۾ جيڪڏهن ڪا پياري شيءِ هيس تہ رمون.
ڪڏهن بہ پٽ تي هٿ سڌو نہ ڪيائين. ڪهڙي بہ شرارت
ڪندو هو تہ وڏ ۾ وڏ چوندي هيس، ”آئون توسان نہ ڳالهائيندس.
گهر ڇڏي هلي ويندس...“ رمونءَ لاءِ دنيا ۾ ان کان وڌيڪ
ٻي ڪا بہ ڏکي ڳالهہ نہ هوندي هئي. جيستائين ماڻس مرڪندي
نہ هئي تيستائين ماٺ نہ ڪندو هو.

گهٽيءَ ۾ ٻار راند ڪيڏي رهيا هئا. ڪيڏندي ڪيڏندي معاملو
هٿ ڪڙس تي پهتو. رمون هڪڙي ڇوڪر کي مڪ وهائي

وٺي گهر پڳو ۽ ماءُ جي نظر بچائي ڪٿ هيٺان لڪي ويهي رهيو. چوڪرن اچي ماڻس کي دانهن ڏني. ماڻس ڪاوڙ ۾ چيو، ”اچڻ ڏيوس، آئون ٿي ڪلي لاهيانس، سو پٽ آنڌه، تن هان سان نه وڙهندو.“ چوڪر روئندو سڏڪا ڀريندو گهر هليو ويو. رمون هوريان ڪٽ هيٺان نڪري چپ چاپ ڪري اچي ماءُ کي ڀاڪر وڌو، ماءُ ٺڏي ٿي ويئي، ”نه، نه، آئون توسان ڪين ڳالهائيندس، آئون گهر ڇڏي هلي ٿي وڃان... تون هر وقت ڪنن چوڪرن سان گهمين ٿو ۽ وڙهين ٿو.“

سج لهي ويو، اونداهه ٿي وئي، رمون گهر نه موٽيو، ماءُ جي من ۾ هورا ڪورا اچي لڳي. ’الائي ڇو اوير ڪئي اٿائين؟ ضرور ٻارن سان کيڏندو هوندو، ڪل ڏٺي ڪوسو واءُ نه لائيس.‘ پر ماءُ جي من کي آرام ڪٿ. ايلاز ڪري پاڙي جي چوڪر کي موڪليائين ته وڃي وٺي اچيس. اچا رمونءَ گهر ۾ پير پاتو ته مان ڪري ويهي رهي. ”ادڙ،“ رمونءَ هوريان چيو، ”چانور.“

”جيڪا تنهن جي ماءُ هجي وڃي ان ڪان گهر، آئون توسان ڪين ڳالهائيندس. آئون هيئر گهر ڇڏي هلي ٿي وڃان. تون اڌ اڌ رات تائين وتندين رلندو.“ رمون ماءُ کي اچي ڀاڪر وڌو.

رمون اسڪول مان ڦرهي ۽ سليٽ ڳوٿريءَ ۾ وجهي کسڪي هليو، اسڪول جا چوڪر ٻه شڪارين جيان سندس پٺيان اچي پيا. سهڪندو سهڪندو اچي گهر نڪتو. رمون اڳيان، چوڪر پٺيان، رمون وڃي ماءُ جي ٻر ۾ ويٺو. چوڪرن در تان سڏ ڪيو. ماڻس رمونءَ ڏانهن نهاريو ”بس جي تون اسڪول ڪان ڀڄي ٿو اچين ۽ پڙهڻ نه ٿو وڃين ته پوءِ منهنجو هن گهر ۾ رهڻ جو ڪهڙو ضرور آهي، آئون هيئر ٿي هلي ٿي وڃان.“

ٻمون جي اکين سان ڳوڙها ٽم ٽم ڪري وهڻ لڳا ، ڳوڙ ري ڪنيائين ، اڌين ٿي ويو جيئن ٻڪري کي ڪاسائيءَ جي حوالي ڪيو ويو هجي .
رحيما رمونءَ جي اسڪول وڃڻ کان پوءِ پٽ جي آئيندي تي سوچڻ لڳي: رُمونءَ جي شادي سندس ماميءَ جي ڌيءَ سان ڪرائيندس. ڇوڪري پنهنجي ٻم آهي ته سهڻي ٻه. اهڙيءَ ريت اسان ڀاءُ ڀيڻ هميشه لاءِ ڳنڍجي وينداسين.' رمون جي ٿي خيالن ۾ ويٺي هئي ته سندس پٽ گرم ٿي ويو. اٿي کٽ تي اهلي پئي . تپ جيئن پوءِ تيئن وڌندو ويو . رمون اسڪول کان موٽي آيو . اچڻ سان ماءُ کي ڀاڪر پاتائين ، "امڙ تنهنجو پٽ گرم آهي ، امڙ توکي تپ آهي ."
ڊاڪٽر آيو جنهن ٻڌايو ته گردن توڙ بخار آهي . سيني جا طاق لڳي ويا . ٻرپات ويل رحيما موڪلائي ڪئي . گهر ۾ مانڌاڻ مچي ويو . رمون ننڊ مان ڇرڪ ڀري اٿيو . يڪدم ڊوڙي ماءُ وٽ ويو ، "امڙ... امڙ..." پر ڪيس جواب نه آيو .
"امڙ... امڙ... ڇو تون مون سان ڳالهائين نه ٿي! تون مون سان ڪاوڙجي وئي آهين ڇا؟ امڙ جواب ته ڏي... ماسل امڙ مون سان رٺي آهين ... امڙ اڳتي آئون اسڪول کان ڪون گسائيندس ... امڙ تنهنجو چيو ڪندس. دير سان گهر نه ايندس ... امڙ ڪنن ڇوڪرن سان نه کيڏندس نه وڙهندس. نه وري کيچل ڪندس. امڙ جيئن تون چوندينءَ تيئن ڪندس..."
رمون جا اهي لفظ ٻڌي سڀ اوڇنگارون ڏئي روئڻ لڳا. رمون وائڙو ٿي ويو . . . هي روئن ڇو ٿا. "اوهين روئو ڇو ٿا. ماما هي ڇو ٿا روئن؟"
"پٽ اڄ ته ٻاهر هلون، تنهنجي ماءُ کي تپ هو نه... ان کي هينئر ننڊ آئي." مامي دلاسو ڏيندي چيس.
رحيما کئي وهنجاري سهنجاري، آخري رمونءَ کئي ماءُ جو منهن

ڏيکاريائون. رمون ماءُ کي ڀاڪر وجهي ڳلن تي چمڻ لڳو، ”منهنجي امڙ... جيجل امڙ... اڪيون ته کول، ڇو مون سان ڳالهائين نه ٿي؟“ رمون کي اها ڳالهه سمجهه ۾ ئي نه آئي ته امڙ گذاري وئي آهي. ڪيس ريجهائي وٺي ويا، رحيما جو جنازو کڻي ويا.

رمون جڏهن گهر آيو ته ماءُ کي سڏڻ لڳو ”امڙ!... او امڙ!...“

”پٽ تنهنجي ماءُ حج تي وئي آهي“ نانهنس چيس.

”نه نه، امڙ مون کي ڇڏي نه ويندي. ضرور هوءَ مون کان ڪاوڙجي وئي آهي. امڙ! خدا جو قسم اڳتي اسڪول کان ڪين گسائيندس. ڪڏهن به دير ڪري گهر نه ايندس. ڪڏهن به ڪنن ڇوڪرن سان نه کيڏندس نه وڙهندس. ڪڏهن به شرارت نه ڪندس. امڙ مون کي ڇڏي نه وڃ، امڙ مون کي به پاڻ سان وٺي وڃ.“ ”امڙ!... او - امڙ.....!“

ماهوار نئين زندگي - ڪراچي

نومبر ۱۹۵۵ع

# ٻه ڳوڙها

## شيخ حفيظ

آفيس مان نڪري ٿڙندو ٿاٻڙندو، هڪ هوٽل اڳيان بيهي رهيو. ڪجهه دل ۾ پڇيائين ۽ پوءِ اندر گهڙي ويو. ڪنڊ ۾ پيل هڪ ميز ڪيس دل وڻان جڙي، پاسو ڏئي وڃي اتي ويٺو.

هو هڪ افسانه نويس هو، ۽ هڪ آفيس ۾ ڪلارڪي ڪندو هو. افسانه لکڻ، آفيس ۾ گهاٽي جي ڏند جيان ڳهڻ، ۽ هوٽلن ۾ ماني کائڻ، هن جي ڪل زندگي هئي. هوٽل ڪو عاليشان ڪين هو. وچولي درجي جو هوٽل – اهڙو جنهن ۾ هڪ ويلي مانيءَ جو بل ڏهه ٻارنهن آنا اچي ۽ چانهن جو ڪوپ ملائي، لٽي پٽي هڪ رپيو ٿئي. هو ميز تي وڃي ويٺو ته ڊبل روٽيءَ جيان ڳٽن ڀريل هڪ ڇوڪري اچي کانئس آرڊر پڇيو.

”چا تيار آهي؟“ هو ڀڻڪيو.

”ڀنڊي گوشت، پٽاٽا گوشت، ساٿي ڀاڄي، دال، روس، مغز، مرغي....“ ڇوڪري کي جڻ چاٻي اچي ويئي، ۽ هو طوفان ميل جي رفتار مان کاڌن جي فهرست ٻڌائڻ لڳو.

افسانه نويس، پنهنجي لاءِ تمام معمولي ٻوڙ مانيءَ جو آرڊر ڏنو، ۽ منهن ورائي پنهنجي آس پاس واري ماحول کي جاچڻ شروع ڪيو. سامهون هوٽل جي بورچيءَ هڪ وڏي هنڊيءَ مان چمچو کهائي، ڀري ڪٽي پليٽ ۾ وڌو. ڇوڪري هڪ هٿ ۾ چلڪندڙ پاڻيءَ جا گلاس آڱرين ۾ لڙڪائيندي، ۽ ٻئي هٿ ۾ مانين جي ٿالهيءَ تي ٻوڙ جي پليٽ کڻي اچي منڊس ميز تي پٽاريا.

افسانه نويس، ويچارڻ لڳو، ’ڪهڙا نه گندا آهن، هي هوٽل وارا! هن ميز تي الائجي ڪهڙا ڪهڙا ماڻهو کاڌو کائي ويا

هوندا ! الائجي ڪهڙن ڪهڙن مرضن جا جيوڙا چڙدي ويا هوندا!
۽ هي بورچي...." هن جي خيالن جي زنجير اڃا اڌ ۾ ٽٽي
هئي تہ هوٽل جو ٻارڙهو ڪنول، ڊبل روٽيءَ وانگر سڄيل
چوڪرو سامهون بيٺي گراهڪ وٽ پينڊي گوشت، ماني ڀاڄي،
دال، روس، مغز، برياني، پلاءُ... جي ياد ڪهاڻ ڪيڻ
لڳو، پوءِ هو ڪنڌ هيٺ ڪري مانيءَ کائڻ ڪي لڳي ويو.
گهڙي پل رکي، هن هيڏانهن هوڏانهن نهاري ٽي ورتو، ۽
وري پنهنجي خوراڪ چرڻ ۾ لڳي ٿي ويو. ماني کائڻ کي
هو هميشه 'آهر چرڻ' چوندو هو، ڇو تہ سندس خيال موجب،
عام ماڻهن کي نڪي ماني ملي ٿي، ۽ نڪو کائي ٿي ڄاڻن!
هو تہ بس چري ڄاڻن، ۽ چربي آهي آهر، نہ ماني. ماني
تہ کائبي آهي!" هو پنهنجي خاص نوع ۾ چوندو هو.

ٽلهو چوڪر بيٺي گراهڪ کي ماني ڏئي، بين ميزن کي صفا
ڪرڻ ۾ لڳي ويو. اتان هٿ واندو ڪري، هن پريان ٻيءَ
ڪنڊ ۾ رکيل ڪٻٽ مان سلائيسن ڪٽڻ جي مشين ۾
وجهي، سلائيسون ڪٽيون ۽ اچي هڪ ميز تي رکيائين.
ڪائونٽر تي وڃي، هن هڪ چانهہ جو ڪوپ ورتو، ۽ ميز
تي اچي، چانهن ۾ ڊبل روٽي ٻوڙي کائڻ لڳو. افسانہ نويس
ڪڏهن ڪڏهن، اکيون کڻي، هن ڏانهن ڏسي ٿي ورتو، پر
ٻري پنهنجي 'آهر چرڻ' ۾ مگن ٿيو ٿي ويو. هو دل ۾
وچي رهيو هو: 'هيءُ چوڪرو ڪير هوندو؟ ڪٿان آيو هوندو؟
ٻارڙهو ڪنول لڳو پيو آهي! هتي هوٽل ۾ نوڪري ڇو ڪئي
ٿس؟ پڙهي ڇو ڪين ٿو؟ هن جيڏا ٻيا چوڪرا تہ اسڪول
علم...' اوچتو هن جي خيالن جي زنجير ٽٽي پئي.

پرسان ٻيءَ ميز تي ٻيو هڪ ڇوڪرو هڪ نئين آيل گراهڪ لاءِ 'آهر' رکي رهيو هو. موننڊي ڇوڪري جو هٿ افسانه نويس جي سامهون رکيل گلاس کي لڳي ويو، ۽ پاڻي گلاس مان ڇلڪي سندس مانيءَ تي اچي پيو. افسانه نويس کي ڪاوڙ اچي وئي. ڪرڙيون اکيون کڻي هن ڇوڪر ڏانهن نهاريو. هن جون نگاهون ڇوڪري جي نظرن سان ٽڪريون، عجيب بيڪسيءَ ۽ ڇتاءَ جون هيون اهي نظرون! ڪاوڙ پريا لفظ هن جي من مان اٿرڪي چپن تائين آيا ۽ اتي ئي بند ٿي وياه هن محسوس ڪيو، ڄڻ ڇوڪرو اکين ئي اکين ۾ چوندو هجي: 'سائين... مونکي معاف ڪر. ڀل ٿيم... تون بخش... تون وڏو آهين... آئون اڃا ٻار آهيان... ڏس... منهنجي اکين ۾... منهنجي اکين ۾ اڃا ننڊ ڀري پئي آهي... آئون رات پوري طرح سمهي به ڪين سگهيو هئس... آئون سڄو ڏينهن هن هوٽل ۾ ڦهندو آهيان... ۽... ۽ سائين... تون گوڙ ڪندين ته سيٺ مون کي ماريندو. پوءِ... مونکي ڪير ڇڏائيندو؟ هن دنيا ۾ منهنجو آهي به ڪير؟... سائين... مونکي معاف ڪر. مان غريب آهيان... مسڪين... ابهم.'

ڇوڪري جي اکين مان هن انيڪ افسانا پڙهي ورتاه هن، آئي غربت ۽ اڻ هوند جون دردناڪ ڪهاڻيون، ذلت ۽ بي شرميءَ جون ننوليون پڙهيون. انهن اکين ۾، هن انسان جي ڪنل، ڪچليل انسانيت جي روئداد ڀڏي، ۽ مظلوم معصوميت جون التجائون ۽ داستان پڙهيا. پوءِ هو وري ڪنڌ هيٺ ڪري آهر چرڻ لڳي ويو. ٿلهو پتاڻ ڇوڪرو، ڊبل روٽي ۽ چانهن

ختم ڪري اٿي ڪڙو ٿيو. پوءِ هو، ننڍڙو ۽ هيسيل ڇوڪرو،
ڪنڊ تان چانهه وٺي اچي ميز تي ويٺو. هن چانهه جي هڪ
ٻه سرڪي پري، ۽ پوءِ، شايد هن محسوس ڪيو ته ڪيس ٻک
ٻه هئي. هو اٿيو، ۽ ڪيٽ مان ڊبل روٽي ڪڍي، ٻه سنهيون
سلائيسون ڪپي ڪٽي آيو. 'رکي ڊبل روٽي وات ۾ وجهي، هن
چڪ سان گراهه ويڙهيو، ۽ چانهه جي ڪوپ مان سرڪي پري
وات ٻُسي وات ۾ ملايو ڇاهي، ڳڙڪائڻ لڳو. 'ڪيترا نه
مختلف آهن، هي ٻئي ڇوڪرا! شايد هو ڊبل روٽيءَ جيان
سڄيل، ڳاڙهو ڳٽول ڇوڪرو ٻه ڪڏهن ٻڌ ري جهري، هن
نماڻي ننڍڙي ڇوڪري وانگر سڙي سڪي گهنجيل ڪاٺيءَ ٿل
ٿي ويندو! افسانه نويس سوچڻ لڳو. ڇوڪر چانهه ختم ڪري
ورتي. هو فقط هڪ سلائيس ڳڙڪائي سگهيو هو. ٻي هن ڪان
ڪانه هلي سگهي. هو وري ڪنڊ ڏانهن ويو، خالي ڪوپ
ڪنڊ تي رکي، هن ڊبل روٽيءَ جي بچيل سلائيس، اوبر واري
ٿانو ۾ اڇلائي. افسانه نويس جون اکيون ڇوڪر ۾ ڪتل هيون.
ڇوڪرو ڊبل روٽيءَ ڏانهن ائين گهوري نهاري رهيو هو، جڻ
چوندو هجي: 'ڏسو ته سهي، منهنجو ڪاڄ ٿي ڪيترو! پر...'
۽ ڇوڪر ٿڌو ساهه ڀريو.. افسانه نويس کي جڻ ڪنهن چوچڙي
ڪاٽي هنئين. هن جي دل ۾ خيال آيو ته هو ڇوڪر کي
ٻاکر پائي چوي: 'تون اداس ڇو آهين؟ تون ٿڌا ساهه ڇو ٿو
ڀرين؟ تنهنجي اداسي تہ پوريءَ ڪائنات کي اداس ڪيو
ڇڏي... معصوم ننڍڙا تون اداس نہ ٿي...' پر هو
خاموش.

ننڍڙو معصوم ڇوڪر، چانهن جي ڪنڊ سامهون بيٺو، ڳاڙهي

ڳڻول ڇوڪري کي اداس نظرن سان ڇتائي ڏسي رهيو هو. ڪنڊ جي پنڌيان ويٺل ماڻهو، ڳاڙهي ڳڻول ڇوڪر کي هوس ڀريل نگاهن سان ڏسي رهيو هو. نئين نويل ڇوڪر کي ڪاوڙ اچي وئي. ”چاهي ٿو؟“ ڇوڪر پنهنجو پورو زور لڳائي رڙ ڪئي.

”چريءَ جا ڦـر“ ڪائونٽر پنيان ويٺل ماڻهو سندس رڙ جو جواب ڏنو. ”هن پيٽ... (گار ڏني) کي.“ راندي انــدران رنڌٽي مان رڙ ڪئي. ”پوءِ تون...“ ۽ ڇوڪر چوندي چوندي رڪجي ويو، ڄڻ ڪنهن ڄڀ ڪوري ڪڍي هجيس.

ڪنڊ پنيان ويٺل ماڻهو، ڏند پيڪوڙي ٻاهر نڪتو. هــن ڇوڪر جي وارن کان وٺي، ڪيس ٻه ڏاڍ وڙا ڏنا، ۽ سندس ڪنڌ مٿي ڪري، سندس منهن ۾ ڏسڻ لڳو. ڄڻ چوندو هجي: ’سمجهيو ڇــا ٿي ڙي؟... گــوڙ ٿو ڪرين؟... مــڏو ٿي هلندين يا...‘ ۽ پوءِ هن کي ڇڏي ڏنائين. ڇوڪر جا وار ڇڻا، ته هو گهڙي پلڪ ڪنڌ هيٺ ڪري ويٺو رهيو، ڄڻ ڪجهه ڪجهه سوچيندو هجي، پوءِ هن ڪنڌ کنيو، ٻــه موتين جهڙا ڳوڙها، ڇوڪر جي پلڪن تي جمي بيهي رهيا. ڄڻ چوندا هجن، ’ياد رکــ، اڳتي، ايترو به ٻاهر ڪونه ايندا سون.‘

ماني ختم ٿي چڪي هئي. افسانه نويس هٿ ڌوئي، دخل تي اچي پئسا ڏنــا، ٻاهر نڪري هو ٽڙنــدو ٽاڙيندو گهر ڏانهن هلڻ لڳو.

ساگر جي لهرن تي (ڪهاڻين جو مجموعو)

١٩٧٦ع

# امير

## ڪمل پياسي

خبر ناهي ته سندس مائٽن ڪيس ’امير‘ جو نالو ڇو ڏنو هو. هو مائٽن کي سڪيلڏو پٽ به نه ڪين هو، ڪيس هڪ ننڍي ڀيڻ به هئي، جنهن کي هو پيار مان ’بلبلي‘ ڪري پڪاريندو هو. بلبلي ۽ امير — ٻه ننڍڙا معصوم، ٻه ابهم، ۽ ٻئي ڏاڍا ٻاجهارا ٻار هئا. ’بلبلي‘ اجا ٽيج-پياڪ هئي، ۽ امير جي عمر ٻارهن سال کن واهه جو ٿيندي. سندس منڙو ڳالهاءُ ۽ منڙو ورتاءُ اهڙو ته هوندو هو، جو سڀني کي موهي ڇڏيندو هو. البت ڪڏهن سندس آبو آما ڇڙٻ ڏيندا هئس، پر هو انهيءَ کي پنهنجيءَ مشڪ سان ٽاري ڇڏيندو هو. امير مون کي وڻندو هو، منهنجي ونيءَ کي وڻندو هو، ۽ اڏون ئي اسان جي گهر ۽ پاڙي مان سڀڪنهن کي وڻندو هو. پاڙي جي ٻارن لاءِ امير چڻ ته رانديڪو هو. هرڪو پيو پاڻ ڏانهن ڇڪيندو هوس. ڪي ڪيس ٽول منايون ڪارائيندا هئا، ته ڪي ڪيس پنهنجن مائٽن مان گڏ گهمڻ وٺي وڃڻ جي آڇ ڪندا هئا. ڪي ته وري اهڙا به هوندا هئا، جي سندس حرڪتن ۾ ٻانهن ٻيلي ٿي بيهندا هئا. امير چلولو به هو، پر سندس چلولائيءَ ۾ به ڏاڍي هبڪار هوندي هئي. مون سان ته ڏاڍو هري مري ويو هو. آفيس مان موٽندو هوس ته ڊوڙندو ڊوڙندو اچي ٽنگهن کي پڪڙيندو هو. مان به هنج ۾ کڻي گهر وٺي ايندو هو سانس، ۽ پوءِ هو پنهنجن حرڪتن جو ورنن ڪندو هو.

”چاچا، اڄ مون ڪرموءَ جي کچيءَ ۾ ماڪوڙي پڪڙي وڌي! ماڪوڙيءَ چڪ پئي پاتس ته ڪرموءَ رنو پئي ۽ ان

سان گڏ ٽپا ٻه پئي ڏنائين . ان کي اُئين ڪندو ڏسي ڏاڍو مزو پئي آيم . سندس روئڻ تي اما اچي ڳچيءَ مان ماڪوڙي ڪڍيس ، ۽ پوءِ مان پڇي ويس !" يا وري چوندو هو : "هو جيڪو ڪيمن منبو صوفن وارو آهي نه ، اڄ مان ان جو هڪ صوف ڪٽي وٺي پڳس . ڪيمن منبو به منهنجي پٺيان پيو . هو ته منبو هو نه ، پوءِ مون سان پڇي ڪيئن؟ مان ڪجهه پنڌ ڊڪي جڏهن صوف تي ڏيکاريوسانس ، ته پاڻ وڏيڪ خار تي لڳس ، ۽ بڙبڙائيندو وري منهنجي پٺيان تي پيو . آخر مان به ٽڪجي پيس ، ۽ صوف سندس گاڏيءَ ۾ ڦٽو ڪري گهر موٽي آيس!" وري اُئين چوندي به نه هبڪندو : "چاچا ، دادا ممي‌ءَ سان ڪڏهن ڪڏهن ڏاڍو ڪاوڙبو آهي . ڪلهه سندس ڪوڪيءَ کي امڙ تورو سرس گيهه لڳايو ، ته آ ڪڻ لڳس ، 'هوند آهر ڪين هلنديءَ؟ اسين ڪهڙا رڄ سڙس آهيون جو هيئن گيهه - ڳرنديون روٽيون کائيندا اسين! ڪجهه پاسيرو هونديءَ ، ته ڪٽي هٿ تنگٽو ڪين پونديءَ' . چاچا ، دادا تورو گيهه وڌيڪ کاڌو ته چا ٿي پيو؟ سچو ڏينهن ته نوڪري ٿو ڪري ، ... امڙ ڪٽي مون کي اڻ سڪيل لولي ڏئي ها!" ۽ پوءِ ويهندو هو منهنجي منهن ۾ تڪڻ ، ته مان ڪيس ان جو ڪهڙو ٿو جواب ڏيان . مان ڪيس جواب به ڪهڙو ڏيان . چيا ، ڪيس اُئين چوان تـه 'تـون ، تنهنجو دادا ، تنهنجو چاچو ، ۽ اسين سڀ نوڪريءَ وارا شخص وڃينءَ منزل ۾ اچي ٿا وڃون ; جنهنڪري نـه مزوري ڪري ٿا سگهون ، ۽ نه موٽرن ۾ سير ڪري ٿا سگهون ، اسان جي بدن جو هر هڪ عضوو مشين جو پرزو آهي ، جنگهن ۽ ٻانهن جو ٽڪ ته لهي وڃي ، پـر دماغي ٽڪ لهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي ; ۽ آنديءَ - نيديءَ وارا انسان ته هر مهيني خرچن جا چڳنا ڏاهي پنهنجي زندگي خرچ ڪري ٿـا ڇڏين ' . سمجهيم ته منهنجو اهو چوڻ هن جي ڪچڙي دماغ تي برو اثر ڪندو ،

تڏهن ڳالهه کي ڪل ۾ ئي ٽاهڻ جي ڪوشش ڪيم.
” امڙ توکي ڪيئن اڻ مکيل لولي ڏيندي، تون سندس ’امير‘ جو آهين! امير ماڻهو ته وڏا ٿيندا آهن نه!“
”ڇا امير ماڻهو للائو ٿيندا آهن؟“
” نه، للائو نه، پر لاٽ صاحب ٿيندا آهن.“
”لاٽ صاحب ڇا کي چئبو آهي؟“
”جنهن وٽ نوڪر هجن، جيڪو گيهه-ٻُڌل لوليون کائيندو هجي، جنهن وٽ موٽرون هجن.“
”پر چاچا، مون کي جو سڀ امير ڪري چوندا آهن!“
”تون اڃا ننڍڙو امير آهين.“
”مان وڏو امير آهيان، چاچا، تمام وڏو!“ ۽ پوءِ ميز تي بيهي قد پڇائيندي چوندو: ”ڏس، چاچا، مان توکان به وڏو آهيان!“
سندس آهي ٻول مون کي لاجواب ڪري ڇڏيندا هئا.
”چاچا، ڏسجانءِ،“ سُٺ ڀڪوڙي، پوريءَ همت سان چوندو، ”مان به جڏهن وڏو امير ٿيندس ته پاڻ وٽ نوڪر رکندس، مال مليدا کائيندس، موٽر به رکندس! ڀلا ٻڌاءِ، چاچا، ته مان وڏو امير ڪين ٿيندس؟“ ۽ مان پيار مان پوءِ کيس هڪ مٺي ڪٽي ڏيندو هوس.
هو پوءِ هليو ويندو هو ٻارن جي جهُنڊ ۾. مان کيس ڏسندو ئي رهجي ويندو هوس. ٻار ڪهڙا نه پيارا ٿا ٿين: پنهنجي طوطيلي ٻوليءَ سان هنيانءَ ئي ٺاريو ڇڏين. واقعي ٻار هنئين جا هار آهن. ٻار خدا جي نعمت آهن. ٻارن کي خلقيندڙ به ايشور، ته پاليندڙ به ايشور؛ ۽ جڏهن ايشور سيني ٻارن سان پهچي نه سگهي، ته ’ماتا‘ جي روپ ۾ هر ڪنهن جي پر گهور لهي!
ڪيترو نه منڙو ٻار هو آهو امير! ملوڪ هو ملوڪ! ٻولائتو بدن، گول گول چهرو، منڙو منڙو آواز؛ ڳالهائيندو هو ته

جڻ دل ڀيئي ٽرندي هئي . سدائين ڀيو ٿـڙندو ۽ ٽهڪندو هو.
مون ته ڪڏهن به موڙهيل ڪين ڏٺو مانس . ننڍيو يا وڏو، ٻار
يـا ٻيو ـــ سڀني سان ملي هڪ ٿـي ويندو. مان جي ڪيس
ڪهاڻي ٻڌائيندي چوندس ’هڪڙو هو راجا،‘ ته يڪدم وچ
۾ دخل ڏيندو: ”نه چاچا، اهو راجا نه هو، پر امير هو ـــ
امير راجا هو!“ اڻين ٻانئبو هو ته اڻين چئي هن ڪا ڪيپ
ڪئي آهي.

تنهن ڏينهن ٻارن جي ڪنڪ مان ڪنهن ڀاڻ سان نئين نڪيتي
سائيڪل آندي . امير سائيڪل ڏٺي . هن سائيڪل واري سان
ڪٺي پڪي ياري ٻـڌي. پوءِ ان تـي سواري ڪري، چاڻي
جهي ٻارن جي جهنڊ مان پوش پـوش ڪندو نڪري ويندو
هو . هو چوندو هو ته ” سائيڪل منهنجي ريـل گاڏي آهي،
منهنجي موٽر آهي، منهنجو هوائي جهاز آهي!“ ۽ اڻين چوندي
هـو سائيڪل کي ٽڪڙو ٽڪڙو هلائـڻ شروع ڪندو هـو.
سندس دوست موهن صرف پنيان ٿي وينو هوندو هو. جيڪڏهن
هن جي اڳيان ڪو ٻار اچڻ جي ڪوشش ڪندو هو، ته امير
ان کي رعب سان وٺي ٽيلهو ڏيندو هو. يا جي ڪو سائيڪل
کي پنيان روڪڻ جي ڪوشش ڪندو هو، ته امير ان کي
به گُٺو اکر چئي ويهندو هو. امير اڻين سمجهندو ته سائيڪل
موهن جي نه پر سندس ئي آهي.

سائيڪل تي چڙهڻ جي اجوري ۾، امير موهن کي پنهنجيءَ
خرچيءَ مان ٽول به وٺي کارائيندو هو . بعضي جي سمي ڪاڏي
ڪائڻ لاءِ سڏ ڪندي هيس ته هو موهن کي به پنهنجي منهن
نيند ڏيندو هو. پنهي جي ٻاراڻي دوستي آهستي آهستي وڌندي
رهي . اڻين محسوس ٿيندو هو، جڻ هڪ بيجان شيءِ ٻن جاندار
هستين کي ملائي هڪ ڪري ڇڏيو آهي . موهن امير جي
سائيڪل هلائڻ مان ارهو تـه ڪين هو. هونئن به ٻارن کي

ڪهڙي سڌ ته نفاق ڇا ٿيندو آهي. هڪ پيار ڏنو ۽ ٻئي ان
جي موٽ ڏني، ته اها ٻئي هڪٻئي جي ٻڌي تي ـــ ۽ جيستائين
آها 'ٻڌي' هلندي هئي، 'ڪـٺيءَ' جو نالو بـه ڪير ڪين
وٺندو هـو. موهن ۽ سائيڪل ڪـي پاڻ ڪان پوءِ امير ٻين
ٻارن کي چيڙڻ ۽ چيڙائڻ به شروع ڪري ڇڏيو. 'پري هٽ'
چئي، جڏهن سائيڪل کي اڳيان وڌائي ويندو هو، ته کيس
هڪ قسم جي خوشي محسوس ٿيندي هئي، ۽ آها خوشي حاصل
ڪرڻ ڪان پوءِ ٻانءِ ته هن ساري دنيا تـي فتح پائي ڇڏي
آهي. ائين ٿي، هاڻ هو ڪنهن جي اهل ڪرڻ شروع ڪندو
هو ته ڪنهن سان مخاطب به ٿيندو هو؛ ڪنهن کي ڇهنڊڙي
پائيندو هو ته ڪنهن کي ٺونٺ هڻي پـاڻ کي سرخرو ڪرڻ
جي ڪوشش ڪندو هو. مان به جي سڌ ڪري گهمڻ وڃي
هلڻ لاءِ چوندو هوسانس ته يڪدم 'پري هٽ' چئي، سائيڪل
تـي چڙهي اڳيان وڌي ويندو هـو. پنهنجيءَ ممي، دادا ۽
بلبليءَ کي به هو سائيڪل جي روپ ۾ ٿي ڏسندو هو ـــ
ڄڻ تـه سائيڪل ئـي هـن لاءِ سڀ ڪجهه هئي. هڪ دفعي
سائيڪل منهنجي اڳيان لنگهائيندي چئي ڏنائين: "ڏس، چاچا،
مان وڏو امير لـڳان ٿـو نه!" سندس ائين چـوڻ مان سندس
خواهشن ۾ مون کي سندس زندگي ٽڙندي ٽهڪندي ڏسڻ ۾
آئي ـــ "مان به جڏهن وڏو امير ٿيندس ته پـاڻ وٽ نوڪر
رکندس، مال مليدا کائيندس، ۽ موٽر رکندس!"
هڪ دفعي جڏهن امير اڪيلي سر سائيڪل هلائي رهيو هو ته
موهن سامهون اچڻ جي ڪوشش ڪيس. عادت انوسار امير
کيس به چئي ڏنو، "پري هٽ!" پر موهن لاپرواهه هو.
"پري هٽ، موهن! منهنجي موٽر سان ٽڪر نه کائين!" پر
موهن ڪو ڌيان نه ڏنو. امير جيئن سائيڪل جو هٿيو ڦيرائي
سائيڪل جو طرف ٿي بدلايو ته سائيڪل اونڌي ٿي پيئي، ۽ امير

سائيڪل تان ڪري پيو. امير ڪاوڙجي موهن کي ڇهنڊڙي پائي ڪيڏي. ٻارن جي 'ڀَڏيءَ' 'ڪيٽيءَ' جو روپ اختيار ڪيو...
"هيءَ سائيڪل منهنجي آهي، ۽ مان ئي ان جو مالڪ آهيان!"
موهن چيو.
"ڀري هٽ! تو کي هيءَ سائيڪل هلائڻ به ته مون ئي سيکاري آهي!"
"نٿو هٽان! تون منهنجي سائيڪل کي هٿ نه لاءِ؟"
"لائيندس! اِجهو، لايان ٿو... ڀڏاءِ، ڇا ڪندين؟"
"هٿ لائيندين ته مان تنهنجي دادا کي دانهن ڏيندس!"
"دانهن ڏيندين ته ماريندوسانءِ!"
"وڏو آيو آهي مار ڏيڻ وارو! پٽهين کي چئو ته سائيڪل وٺي ڏيئي!"
"پٽهين جا پُٽ!"
۽ ٻنهي ٻار اچي پاڻ ۾ وڙهيا. ويڙهه ۾ ٻنهي پسارن کي ڏک لڳا. موهن امير جي مائٽن کي دانهن ڏني. شيوڪرام کي امير جي اڙٻنگاين جي ڪا اها پهرين دانهن ڪانه هئي. ڪرمونءَ ۽ ڪيمن منڊي به دانهون ڏنيون هيون؛ پر هر وقت، ماءُ جي گود پڪڙي، امير پيءُ جي ڪاوڙ کان بچي ويو هو. پر اڄ ته گهر ۾ گهڙڻ سان ئي امير سائيڪل گهمڻ جي رٽ لڳائي ڏني.
شيوڪرام پوريءَ پُنيءَ وارو شخص هو. اڪائونٽنٽ جنرل جي آفيس ۾ مٿئين طبقي وارو ڪلارڪ هو. ڪل ڏيڍ سو روپين جي پگهار مان گهر جو ڪارخانو هلي، يا امير جي سائيڪل اچي؟ اڄ تڏڙي، هولي يا ڏياري آئي، پيئرن کي ڏهه - پندرهن روپيا موڪلڻا پوندس؛ سپائي آفيس جي ڪنهن عملدار جي بدلي ٿيندي، آتي به ٻارنيءَ لاءِ ڪجهه ڏڪڻا ڏيڻي پوندس؛ گهر ۾ به ڪجهه نه ڪجهه ڪُٺو ئي پيو هجي...

پوءِ پلا سائيڪل لاءِ پيسا ڪٿان اچن؟ شيوڪرام سوچيندو رهيو، ۽ ائين ئي سندس چهري جي رنگ ۾ تبديليون اينديون رهيون. مجبوريءَ هن جي جذبن ۾ هڪ اهڙو انقلاب آندو جو هو امير کي پنهنجو نورچشم نه پر هڪ بدمعاش، لُچو ۽ بي مَتِجت سمجهڻ لڳو. انهيءَ ئي ڏُن ۾ هو پنهنجيءَ ممتا کي به وساري ويٺو، ۽ جيئن ئي امير پيءُ اڳيان اچي چيو ته ”دادا مون کي سائيڪل کپي“ شيوڪرام سندس ڳل تي هڪ چماٽ وهائي ڪڍي.

امير کي چماٽ لڳي ته هن رُنو ڪين. خاموش، پنهنجي ڳِنِي کي مهٽيندو، هو وڃي کٽ تي سمهيو. امير جي مميءَ به هيءُ سڀڪجهه ڏٺو، پر هن ڪجهه ڪڇيو ڪين. ڇا ڪُڇي؟ هوءَ گهر جي حالتن کان خود به ئي واقف هئي. امير سمهي پيو، ۽ شيوڪرام گهر کان ٻاهر نڪري ويو. امير کي ننڊ اچي ويئي. هن جون اکيون بند هيون، پر تمنا بند ڪانه هئي. هن کي سائيڪل ئي ڪپندي هئي، ۽ سائيڪل ۾ ئي هن کي سڀڪجهه ملي تي ويو.

رات جو دير سان شيوڪرام گهر موٽيو. امير جي ممي امير کي گود ۾ کنيو ويٺي هئي. مميءَ جو منهن لال هو. اکين ۾ لڙڪ هئس. شيوڪرام جي دل ڀڃي. هو مُنجهي پيو. هن امير جي بدن کي هٿ لاتو — مچ بخار جا چڙهي ويا هئس. ڊاڪٽر آيو. ۽ مان به آيس. ڊاڪٽر دوا ڏني، ۽ پٿّي رکڻ جي هدايت ڪيائين. مون پٿّي رکڻ شروع ڪئي.

رات جو دير سان امير جو بخار گهٽيو. مميءَ کيس دوا ڏني. امير اٿي ويٺو، ۽ هن دوا جو پيالو هٿ ۾ ورتو. هن دوا جو پيالو وات تائين آندو، پر وري هٽائي ڇڏيائين. مميءَ کيس دوا پيارڻ جي ڪوشش ڪئي، ته سندس هٿ کي ڇڏي ڏنائين. هن دوا پيئڻ نٿي چاهي. هن پنهنجي حالت

سڏارڻ ٺٺي چاهي. مون به سمجهايو مانس. رگهو ايترو چيائين ته
”چاچا، مون کي سائيڪل کپي، دوا نه کپي!“ سندس
انهيءَ جملي شيوڪرام ۽ مميءَ جي اکين ۾ لڙڪ آڻي ڇڏيا...
۽ پوءِ امير دوا جو پيالو وٺي ڪٽي ڦٽو ڪيو. دوا هارجي
پيئي، ۽ پيالو ڀڄي پيو.
پيالي جي انهن ٽڪرين ۾ مون لي امير جي محڪمتا ڏسڻ ۾ آئي—
’مون کي سائيڪل کپي، دوا نه کپي!‘ امير جي زندگيءَ
جي آس، طرف بدلايو. سندس ارادن جي پٺي پاسي مون کي
ائين ڏسڻ ۾ آيو، ڄڻ ته امير چوندو هجي— ’مون کي
زندگي نه کپي، مون کي سائيڪل کپي! سائيڪل ئي منهنجي
زندگي آهي، سائيڪل ئي منهنجي لاءِ سڀ ڪجهه آهي؛
سائيڪل هٿ ڪري مان موهن سان ٽڪر کائي سگهندس،
مان کيس شهه ڏيندس؛ مان زنده رهڻ چاهيان ٿو ته رڳو
سائيڪل لاءِ، هن زندگيءَ لاءِ نه— هن دوا پيئڻ لاءِ نه، ۽
نه وري دادا ۽ مميءَ، چاچا يا بلبليءَ لاءِ!‘
ڪجهه وقت کان پوءِ امير وري اک کولي. ”ممي، پاڻي،“
هن پڪاريو. مميءَ کيس پاڻي ڏنو. امير پاڻي پيتو. ممي
امير کي دوا جو پيو وزن ڏنو. امير دوا پي ويو. امان کي
آٿت آيو. دوا پي، هن پيالو مون طرف وڌايو. خالي پيالي
۾ مون کي امير جي زندگي هاڻ ٻهڪندي ۽ مشڪندي نظر
آئي. ’امير هينئر زنده رهڻ چاهيو— زندگيءَ لاءِ ۽ ان سان
گڏ سائيڪل لاءِ امير زنده رهندو، سندس خواهشون حقيقت جو
پوشِ اوڍينديون، سندس اميدون آماس جي آونداهيءَ کي چيري
هينئر چندرما جي سهائيءَ ۾ چمڪنديون، ۽ ان سان گڏ سندس
دادا، سندس ممي، بلبلي ۽ مان......‘ مان ڪجهه وڌيڪ
سوچي نه سگهيس.
امير هينئر پورن وقتن تي دوا پيئندو هو، هر ڪنهن جي چئي

۾ هو، ڪري ڪندو هو ـــ جڏهن ته ڏنگاين ۽ اڙٻنگاين کان
هن بلڪل نئي پاسو ڪري ڇڏيو. ائين نئي هو نوبنو ٿيندو ويو.
هو نوبنو ته ٿيو، پر سندس جيون ۾ مون کي هاڻ ڪافي
تبديلي نظر آئي. هاڻ هو نه ڪنهن کي چيڙائيندو هو، ۽ نه
سائيڪل لاءِ ٻين سان وڙهندو هو؛ نه ڪنهن گاڏيءَ واري
کي تنگ ڪندو هو، ۽ نه ڪنهن جي ڪنڌ ۾ ماڪوڙيون
وجهندو هو. گهر ۾ سانت، ته ٻاهر به سانت. البت پڙهڻ
تي وڏيڪ چاهه ڏيندو هو. سمجهيم ته هن پنهنجيءَ منزل
جي راهه ڳولهي لڌي آهي. اهو سڀ ويچاريندي، مون کي
امير جا اکر ياد اچي ويندا هئا: "مان به جڏهن وڏو
امير ٿيندس ته پاڻ وٽ نوڪر رکندس، مال ماڻا ڪمائيندس،
موٽر رکندس!"
شيوڪرام تنهن ڏينهن امير کي چماٽ هنئين. سندس انهيءَ
چماٽ امير جي آئيندي کي نئاهڻ لاءِ هڪ ڪرنو بڻي.
شيوڪرام خود به هڪ دفعي چئي وينو: "منهنجو امير ضرور
هڪ ڏينهن وڏو امير ٿيندو!" ۽ ائين چوندي، سندس اکين
مان لڙڪ نڪرندا، سندس ڳلن کان ٿيندا، سندس خميس ۾
غائب ٿي ويا. مميءَ هيءَ سڀ ڏٺو، ۽ مما وچان چئي ويئي:
"ست وچن!"

ٿماهي مهراڻ، حيدرآباد سنڌ.

۴ – ١٩٥٩ع

# ريل ۾ هڪ شام

## ڪرشن کٽواڻي

تمام سهڻي سانجهي آهي. آڪاش گول شيشي جي پيالي جيان
ڌرتيءَ مٿان رکيل آهي. ڌرتي ڪوري مان نڪتل تازيءَ ڊٻل
روٽيءَ جيان گرم ۽ سرهاڻ ڀريل آهي. ٻه ڪارا لوهه جا پٽا
سڌي ليڪ ۾ افق ڏانهن شرط ڀڄائيندا ٿا ڊڪن. ٻنهي مان
ڪير به جيت حاصل نه ڪندو. هڪ جي هار ٻئي جي به هار
آهي؛ هڪ جي جيت ٻئي جي به جيت آهي.
سانجهي، نيلي آڪاش ۾ ٽورا ڪڪر، پهاڙن تان ورَ وڪڙ
ڪاڌي هيٺ لهندڙ هئا.
"هيءَ ٽرين بيهي ڇو رهي؟"
سگنل ڪونه مليو هوندس."
"ماڻهو هيٺ لهي رهيا آهن."
"شايد ڪو حادثو ٿيو هوندو!"
جيئن ساوڻ پنن وچ ۾ هڪڙو ننڍڙو گلابي گل مرڪندو آهي،
اڇا بادل پنڌ ڪندا ويندا آهن، چنڊ هڪ هنڌ بيٺي بي مطلب
مرڪي ڏيندو آهي، گهر ۾ ڪهڙيئي ڀاتي هوندا آهن، پر
ننڍڙو ٻار نئي گهر جو روح ۽ زندگي هوندو آهي، تيئن ماڻهن
جو هڪ ميڙاڪو هو، جنهن جي وچ ۾ گلابيءَ رت جو داغ
هو (صديون اڳي انسان انسان جي ڀلي ديوتا جي اڳيان
چاڙهيندا هئا. مندر جو فرش ڳاڙهو ٿي پوندو هو.) زمين
ڳاري، گلابي انسان مٽيءَ مان گلاب ٺاهيو هو.
ڪنهن چيو: "مان ڏسان."
ڪنهن چيو: "مان به ڏسان."
"اڙي ننڍو ٻار آهي."

"اجان ته آلڙ ڇوڪرو آهي."

"ٻارهن تيرهن ڪان مٿي ڪونه ٿيندو."

"هو ڏس سامھون چنل نوڪرو. ڏرتيءَ تـي پيلا صوف ڏڙيا پکڙيا پيا آهـن. ڪھڙا نـه پيارا صوف آهن. ڇڻ ڪير هٿ وڌائي ڪشمير مان پٽي آيو آهي."

"ننيڙو ٻار آهي هيءَ صوف وڪڻندڙ!"

"ڪو سنڌي هوندو!"

رت، ڏانگ جيان وڙ وڪڙ ڪائيندي، سرڪندي، پنڌ ڪري رهيو هو. ميرا ۽ پراڻا، سادا، ڦاڏل ڪپڙا پھريل جسم بلڪل سانت هو. اکيون بند هيون. چپ ڪليل ها. چنچل ڪماريءَ جهڙي ڏڙڪندڙ دل ننڊ جي آغوش ۾ غافل هئي.

هڪ صوف چيو: "ادا، تون آئين چو نـه ٿو؟ پيار ۽ ڇوڄ مان تون اسان کي ڪٽندو هئين. ڏس اسين نـرآدر پٽ تـي پيا آهيون. آتي اسان کي پنھنجي ڀھراڻ جي پلئه سان هميشه جيان پالش ڪر."

ٻئي صوف آکيو: "صبوح تنھنجي ننڍي ڀاءُ مون کي مٺ ۾ سوگهو جهلي چپن سان لڳائي، چاه مان چميو. تو ڪاوڙجي چيو: 'نه ننڍا، هـيءَ صوف چئين آني ۾ تنھنجو پيٽ سڄي ڏينهن لاءِ رئـڻ بند ڪري سگهي ٿو، ۽ هيءَ صوف تنھنجي هڪ ويلي جي خوراڪ بـه ٻڌجي نـه ٿو سگهي. اسان جا هٽ هنن صوفن کي پالينديا ۽ پيار ڪندا آهن.' تو ان ويل روئي ڏنو هو، شايد ان ڪري ته وڏو ڀاءُ ٿي تون ننڍي ڀاءُ کي هڪ صوف کائڻ کان روڪي رهيو هئين!"

ٽئين صوف چيو: "۽ تنھنجي امڙ توکي ڀاڪر ۾ جڪڙي چيو هو: 'ڪڪا، اڄ تون نياڳيءَ ريل ۾ نه وڃ. منھنجي اک ٿي ڦڙڪي. منھنجي اکين جو تارو ۽ گهر جـو آسرو آهين.

مون کي ڀڻ وني ويو آهي ته گهر جو چراغ گل ٿي نه وڃي،' تو مرڪي چيو هو: 'مرد ۽ ٻچڻ، ٻچڻ ڪم زالن جو! آسي، منهنجي سر جو قسم، جيسين مان جيئرو آهيان، تيسين توهان کي ڪڏهن ۾ ڪوسو واءُ نه لڳڻ ڏيندس."

( پر جئڻ آهه تيسين،
جيسين مرڻ نه آيو آهي؛
ان بعد ڪجهه نه آهي،
رڳي اونـــدهـــه! )

"اڇا تازو ته هيءُ اسان جي گاڏي ۾ صوف وڪتي رهيو هو. سندس آواز ۾ ميناج ۽ پختائي هئي؛ سندس منهن تي مٺيا ۽ مرڪ هئي، سندس بدن ۾ بيحد ڦڙتائي هئي."

ها... ها... ها... ها آسمان ۾ ڳجهون لامارا ڏينديون، ڦيرا پائي رهيون هيون.

"هٽو، هٽو، پوليس وارو اچي ويو."

"مڙدي کي هوا ڏيو، ڊاڪٽر اچي ويو."

هو هليو ويو؛ هن کي کڻي ويا. ميڙاڪو ٽڙي پکڙي ويو. آسمان مان اوندهه لهي ڌرتيءَ تي آئي. پاڇولا ڳم ٿيڻ لڳا. وري هڪ وار سج ٻڏي ويو.

(توکي خبر آهي سج روز ٻڏندو آهي؟)

"هو کهڙو نه سهڻو ٻار هو!" هڪ ڇوڪريءَ چيو.

"ڏاڍو سباجهو پئي لڳو. سندس ماءُ در ۾ اکيون پايو ويٺي هوندي." هڪ عورت وراڻيو.

"نرين هلي." هڪ ٻار تاڙيون وڄائيندي چيو.

"اڄايو پاءُ ڪلاڪ ويو. ايتري ۾ هڪ ٻيو سودو ڪري وٺان ها." هڪ واپاريءَ چيو.

"اڙي گرمي تي ٿئي. هتان جون نرينون به مردار آهن."

هڪ وچولي عمر واري تاش جو پتو هلائي هٿ پنهنجي ڳوڏي

تي رَکندي چيو.
”بيوقوف آهن. ٻلا ٽرين ۾ به صوف وڪڻبا آهن.“
”ٻيٽ بکيو آهي!“
سڄي ٽرين ان ٻار بابت ڳالهائڻ لڳي.
( ان لاءِ چاڪاڻ تہ هن بعد هو هميشہ لاءِ هن دنيا کان
وسري ويندو).
ٻہ لوه جا ٻٽا سڌا افق ڏانهن ڊوڙندا ٽا وڃن. ٽرين انهن
ٻٽيان ڊوڙي رهي آهي. (دنيا ۾ سڀ انسان ڪنهن نہ ڪنهن ٻٽيان
ڀڪندا رهندا آهن.) سوين انسان وٽاڻ ۾ ٻڌل آهن. آسمان
نمي ڏرتيءَ کي چمي رهيو آهي.
ڳجهون لامارا ڏيئي هيٺ لهي آيون. گرم گلابي رت
ٻيڻ لڳيون.
آسمان ۽ ڌرتيءَ لائون لڌيون. سهاڳ رات ماڻڻ لاءِ اوندهہ ۾
لڪي ويا.
(اها شام سيني کي وسري ويئي آهي، پر هاءِ، مون کي ياد چو
ٿي اچي!)

ماهوار روح رهاڻ – حيدرآباد سنڌ.

---

اپريل ١٩٦٤ع

# لڙڪن جي لڙي

## جگديش ايس. لڇاڻي

موهن اڄ ڪري، جڏهن شيلوءَ جي ڪٽنب - رُوپي ڏيئي جي
جهڪي ٽِمٽڙ روشنيءَ کي هڪ ٻيرو وري روشن ڪيو. ڪيترا
سبب هئا جنهنڪري شيلوءَ اجا ماءُ بڻجڻ نه پئي چاهيو...
ان ڪري نه ته هن کي شاديءَ ڪئي رڳو ٻه سال ٿيا هئا،
۽ نه ان ڪري ته ماءُ بڻجڻ وقت گهٽ ۾ گهٽ ڪجهه
وقت لاءِ هن کي ماستري ڇڏڻي ٿي پئي - پر... ڪهڙو فائدو
هاڻي اِنهيءَ سڀ سوچڻ مان؟ هاڻي اڄ ڪري، موهن جڏهن
هن جي جيون جي ڌارا کي ئي اُلٽي ڇڏيو...

جڏهن موهن ڄائو، تڏهن شيلوءَ، ٽڪ ٽڪي لڳائي ان ڏانهن
نهاريو.. ڄڻ هوءَ اُئين سوچي رهي هئي ته کيس پيار ڏئي يا
نفرت! پر نه معلوم منڊس هردي جي ڪهڙيءَ ڪنڊ ۾
ماءُ جي لڪل پيار اڄ ڪري ان جي آشنڪا جي پل ٽوڙي
ان ۾ اهڙو ته جوش پيدا ڪيو، جو هن هر هر موهن کي
چمي ڪري پنهنجي ڇاتيءَ سان پئي لڳايو. هن جي اکين مان
لڙڪن جون لڙيون وهڻ لڳيون. پر هن جي انهيءَ ڀاونا گهڻو
وقت جٽاءُ نه ڪيو. اڪثر جڏهن هوءَ آن جي ۽ پنهنجي
مستقبل جي باري ۾ سوچڻ شروع ڪندي هئي، ته هن کي
موهن تي ڏاڍي ڪاوڙ ايندي هئي، پر جڏهن موهن کلندو،
ڪڏندو هن جي سامهون ايندو هو، ته هڪ ئي نظر سان سندس
سڄي نفرت ۽ ڪاوڙ ڪافور ٿي ويندي هئي.

جيئن جيئن موهن وڏو ٿيڻ لڳو، تيئن تيئن هن شيلوءَ لاءِ ئي

نہ، پر سڄي پاڙي لاءِ مصيبت پيدا ڪري ڇڏي؛ پاڙي جا
ٻار تہ ڪائنس ڊڄندا هئا، پر انهن جا مائٽ بہ ڪيس ڪجهہ
چئي نہ سگهندا هئا...
هڪ ڀيري هڪ ٻـڍي پنهنجي ڀلاند ۾ شيشي جا ٽڪر ڪٺي
آئي، ۽ اهي شيلوءَ کي ڏيکاريندي چيائين، "ڏس ڌيءَ! هي
گلاس مون اڃان ڪلهہ ئي تہ بازار مان گهرايو هو، ۽ تنهنجي
لاڏلي هيٺڙ ئي هن کي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو!"
ٻڍيءَ جي پويان ايندي ئي موهن وراڻيو، "ان ۾ منهنجو
ڪهڙو ڏوهہ، امان! پاڻ ئي تہ چيائين تہ هيءُ 'نہ ڀڄڻ وارو
ڪانچ' آهي! پوءِ مون آزمايو، تہ ڀڄي پيو! هاڻي تون ئي
ٻڌاءِ امان، تہ هوءَ ڪوڙو ڪانچ وٺي ئي ڇو آئي؟" شيلوءَ
دل ئي دل ۾ مرڪي ۽ پاڙي واريءَ کي ٻئي گلاس آڻي ڏيڻ
جو آٿت ڏيئي، روانو ڪيائين.
ٻڍيءَ کي وڃي اڃان پنج منٽ بہ نہ ٿيا هئا، تہ آلن ڪپڙن
سميت اندر اچي هڪ نوجوان ڇوڪريءَ چيو، "ڏس مائي!
تنهنجي سپوٽ منهنجو دلو ڀڃي وڌو. چئي رهيو هو تہ 'جڏهن
سيني جڳهن تي پاڻيءَ جا پائيپ پيا وهن، تہ پوءِ هيءَ
بيوقوفي ڇا لاءِ؟" شيلوءَ آيل ڇوڪريءَ کان معافي ورتي، ۽
دلي جا پئسا ڏيئي، هن کي جلدي گهر پهچي، ڪپڙن بدلائڻ
لاءِ وينتي ڪئي.
هن جي وڃڻ کان پوءِ، شيلو موهن جي اوسيئڙي ۾ دروازي
ڏانهن نهاري رهي هئي، تہ ايتري ۾ هڪ اڌڙوٽ عورت پاڻ
سان گڏ چئن پنجن سالن جي ٻار کي وٺي اندر داخل ٿي. ٻار
جا سڀ ڪپڙا آلا هئا. اندر اچي هـن پنهنجا ڳوڙها اگهندي
چيو، "ڏس ڀيڻ! پنهنجي پٽ جا لڇڻ! هن ويچاري کي تلاءَ
۾ ڌڪو ڏنـائين. اهـا تہ ايشور جي ڪرپا هئي، جو هڪ
لانگهائوءَ جلدي اچي هـن کي بچايو. جي هن کي ڪجهہ ٿي

ڀوي ها، ته...؟“
شيلو ان جو جواب ڏني ئي ڏي، تنهن وچ ۾ موهن اچي ڪري چيو،
” ڀلا تون ٿي سوچ امان، جيڪڏهن ڪوئي ترڻ نه ٿو ڄاڻي
ته ملڪ ۾ ٻوڏ اچڻ وقت يا ٻيڙيءَ جي ٻڏي وڃڻ وقت
پنهنجو بچاءُ ڪيئن ڪندو! مان چاهيان ٿو ته ملڪ جو هڪ
هڪ ٻار ترڻ سکي. هن بيوقوف کي اها ڳالهه سمجهه ۾ ئي
نه پئي آئي. ان ڪري مون هن کي سبق سيکارڻ لاءِ پنهنجو
هٿ هلايو!“
” ۽ هن جي جان هلي وڃي ها ته؟“ شيلوءَ گجندي سوال ڪيو.
” ته ان ۾ منهنجو ڪهڙو ڏوهه؟ نه ترڻ ڄاڻڻ وارو هميشه
ٻڏندو ئي آهي. ان کي ٻڏڻ ئي گهرجي!“ اهو چئي، هو
لاپرواهيءَ سان ٻاهر نڪري ويو.
شيلوءَ، چوڪر کي ڪنمنڙا ۽ بسڪوٽ ڏيئي، ۽ ان آيل
آڏڙوٽ عورت کان معافي وٺي، پنهنجي جند آجي ڪئي.
اهڙيءَ طرح روز شيلوءَ کي اهڙن ڪيترن مسئلن مان ٻار لنگهڻو
پوندو هو. هوءَ سوچي ٿي نه سگهندي هئي ته هن کي آخر ڇا
ڪرڻ گهرجي! هن جا سوچيل سڀيئي رستا بيڪار ثابت ٿيا.
ڊيڄارڻ، ڌمڪائڻ ۽ مارڻ جو موهن تي ڪوبه اثر نه ٿيو.
ڪيترا ڀيرا شيلوءَ هن کي ماني نه ڏني، ته هو بنا کائڻ جي
ئي سمهي پيو، ۽ صبح جو اٿي بنا ڪجهه کاڌي پيتي پنهنجي
شرارتن جي ڊيوٽيءَ تي هليو ويندو هو. ان مان شيلوءَ جي
پريشان جيون ۾ پريشاني اجان به وڌي ويندي هئي.
ماءُ ۽ پيءُ وٽان موهن کي ڪنهن جو به پيار حاصل نه ٿيو
هو... ملي هيس نفرت سان ڀريل ترسڪار ۽ ترسڪار سان
ڀريل نفرت... شايد ان ڪري ئي هو ايترو نٽر ٿي پيو هو...

سنان ڪرائي، شيلوءَ موهن کي پائوڊر لڳايو ۽ چيائين، ”وڃ،

جلدي وجي ڪپڙا پاءِ."
موهن بنا ڪجهه چوڻ جي اٿيو، ۽ نڪر، هاف - شرٽ، جوراب ۽ بوٽ کڻي شيلوءَ جي پرسان کڻي رکيائين، ۽ هن ڏانهن منتظر نگاهن سان نهارڻ لڳو.
ٿورو وقت نفرت جي نوع ۾ شيلوءَ ان ڏانهن نهاريو، ۽ پوءِ خارن ۾ چيائين، "اگهاڙو ڇو بيٺو آهين؟ ڪپڙا نه پائيندين؟"
"تون ڪٿي پاراءِ" ٻيار ڀرئي نوع ۾ موهن وراڻيو.
"هيڏو سارو گڏهه ٿي ويو آهين، ۽ اڃا ڪپڙن پائڻ جو عقل ۾ نه سکيو آهين!" شيلوءَ شوخ ٿيندي چيو.
"تو گڏهه ڇو چئيو، امان؟" موهن سهج پاوَ ۾ سوال ڪيو.
اهو ٻڌي شيلوءَ کان ڪِل نڪري ويئي، ۽ موهن کي ٻانهن کان ڇڪي ڪرسيءَ تي ويهاريندي، چيائين، "چڱو ٻابا، توئي کٽيو ۽ مون هارايو. چڱو هاڻي پاءِ ڪپڙا."
ماءُ جي ڇاتيءَ سان لڳي، پنهنجيون سنهيون ۽ معصوم ٻانهون ماءُ جي ڳچيءَ ۾ وجهي، موهن ڌيمي آواز ۾ چيو، "منهنجي مٺي امان، تون ڪيتري نه سٺي آهين! ها، امان، تون اڃان به وڌيڪ سٺي هجين ها!"
شيلوءَ موهن ڏانهن نهاريو، هو شرارت سان مرڪي رهيو هو.
جڏهن ٿي شيلوءَ هن کي ساڄي پير جو جوراب پائڻ ٿي چاهيو، ته هن ساڄي پير جي بدران کاٻو پير کڻي اڳيان وڌايس.
شيلوءَ خفي ٿي، اهو جوراب کڻي ساڄي پير ۾ پاتس، ۽ موهن جڙتو ڪاوڙ ڏيکاريندي چيو، "او امان! تون ڪيتري نه جهنگلي آهين. ڇا پلا کاٻي پير جو جوراب به ساڄي پير ۾ پائبو آهي؟"
شيلو خفي ٿي اٿڻ لڳي، ته موهن ماءُ جي ساڙهيءَ جو پلاند پڪڙي هن کي ويهاريندي چيو، "چڱو، معاف ڪر امان، اڄ کان وٺي وري ڪيچل نه ڪندس - منهنجي سٺي امان!"

شيلو ويهي رهي، ۽ هن کي ڪپڙا پارايائين. موهن پنهنجون معصوم ٻانهون ماءُ جي ڳچيءَ ۾ وجهندي، پريل آواز ۾ چيو، ”تون مون کي پسند نه ٿي ڪرين نه، امان؟ تون مون کي پيار ڇو نه ٿي ڪرين، امان؟“

شيلوءَ وري خفي ٿي، موهن طرف نهاريو، پر هن جي منهن تي شرارت نه هئي. هن جي اکين مان ڳوڙهن جي ڌارا وهي رهي هئي... هوءَ ڪجهه چوندي چوندي رڪجي ويئي. ڳوڙهن سان پريل اکيون کڻي موهن هن ڏانهن نهاريو، ۽ وري پنهنجيون سنهڙيون ۽ معصوم ٻانهون ماءُ جي ڳچيءَ ۾ وجهي ۽ هن جي ڇاتيءَ سان چنبڙي روئڻ لڳو. ڪجهه وقت لاءِ شيلو پڻ خفي ٿي، پر وري هن کي زور سان ڇاتيءَ سان لڳائي پاڻ به روئڻ لڳي.

ٿوري وقت کان پوءِ، شيلوءَ موهن جا ڳوڙها اگهيا ۽ پڇيائين، ”ڇو ڙي، اڄ وري توکي هي پيار ۽ سمجهه ڪٿان اچي ويئي؟ تو ڪيئن سمجهيو ته مان توکي نه ٿي چاهيان؟ پيار نه ٿي ڪريان؟“

موهن شيلوءَ جي اکين ۾ اکيون ملائيندي ورائيو، ”ڪالهه رات جڏهن تنهنجو بابا سان جهڳڙو ٿيو، ته مان اکيون بوٽي سڀ ڪجهه ٻڌي رهيو هوس تو ڪين چيو هو ته ’جي هي ڇوڪر نه جمي ها، ته ڪڏهوڪو مان هتان هلي وڃان ها. آلائجي ڪيئن بدنصيب اچي منهنجي پڙ پيو آهي!‘ جي منهنجي هلي وڃڻ ۾ تنهنجي مصيبت دور ٿئي، ته امان، مان هينئر ئي هليو ويندس، ٻري تمام پري...... ايترو پري، جو تنهنجي سڏ ڪرڻ تي به ڪڏهن نه موٽندس!“

هن پيري شيلوءَ جو سڄو سرير چور چور ٿيڻ لڳو. جڻ ائين معلوم ٿي رهيو هو ته سندس رت جسم اندر ئي جمي برف ٿي ويندو.

موهن وري پيو ٽيڙ چوڻ لڳو: ”سچ ٻڌاءِ امان، آخر هوءَ ڪهڙي

عورت آھي جنھن بابا کي پنھنجي ڄار ۾ ڦاسايو آھي، ۽ تو
کان ڪسي ورتو اٿس؟"
اھو ٻڌي، شيلوءَ جو وات ڦاٽي ويو. پر ھوءَ ھن کي چپ
ٻڌائي. چيائين، "چڱو وڃي راند ڪر. جڏھن ڪاڌو تيار ٿي
ويندو، ته ڪوٺيندي سانءِ. وري جھيڙو جھٽو نه ڪج!"
"چڱو"، چئي، موھن ٽڏو ساھه پري، ٻاھر نڪري ويو.
در وٽ وڃي، موھن ويھي رھيو. ڇو ته ھن اندر ڪنھن جي
وڙھڻ جو آواز ٻڌو. ھن کي سمجھڻ ۾ دير نه لڳي ته اندر
ڪير وڙھي رھيا آھن. پٽس ڪاوڙ ۾ چئي رھيو ھو: "ھن
کي چڱيءَ طرح سمجھائي ڇڏ. جيڪڏھن ھو ھرروز اھڙيون
شرارتون ڪندو رھندو، ته مان ڪيس گھر مان ڪڍي ڇڏيندس."
ماڻس ڪاوڙ ۾ وراڻيو: "پر ھن جي بڇڙن لڇڻن لاءِ جوابدار
ڪير آھي؟ مان ھن کي ماري ٽڪجي پيئي آھيان. آخر ھن
جي جان ته نه ٿي وٺي سگھان."
"چڱو، ھاڻي مان ڏسندس ته ھو ڪيئن اھي شرارتون بند
نه ٿو ڪري!" اھو چئي، موھن جو پيءُ ٻاھر نڪري ويو.
موھن چپ چاپ در جي پوئتان لڪي ويھي رھيو. جڏھن سندس
پيءُ ھليو ويو، ته ھو ھوريان ھوريان ڪمري ۾ داخل ٿيو.
ھن ڏٺو ته سندس ماءُ جي اکين مان لڙڪن جون لڙيون وھي
رھيون ھيون. ھن ماءُ جي اڳيان ويندي چيو، "مون کي
معاف ڪر امان! مان اڳتي ائين ڪڏھن نه ڪندس." پر
شيلوءَ ان جو ڪوبه جواب نه ڏنو. ۽ ھوءَ ٻئي ڪمري ۾
ھلي ويئي.
موھن ٿيو ٻھانو ڳوليو. ھن ماءُ جي ڀرسان وڃي ڪري چيو، "امان،
مون کي ڏاڍي ٻک لڳي آھي. ڪجھه کائڻ لاءِ ته ڏي!"
پر ھن ڀيري به شيلوءَ ڪوبه جواب نه ڏنو. رڳو ھڪ ڀيري
نفرت سان ھن ڏانھن نھاري ٻاھر نڪري ويئي. موھن ٿوڙو

وقت ويھي رھيو... ڪجھہ سوچڻ لڳو ۽ پوءِ نہ معلوم
ڇا سوچي، ڪمري کان ٻاھر نڪري ويو.

ان رات شيلوءَ بہ ماني نہ کاڌي، ھن کي ننڊ بہ نہ آئي.
موھن جي پيءُ تہ ڪيتري وقت کان گھر ۾ سمھڻ ئي ڇڏي
ڏنو ھو. ان ڪري ھوءَ سڄي رات بستري تي پاسا ورائيندي
رھي. سوچيندي رھي پنھنجي باري ۾... موھن جي باري ۾...
... ۽ رات گذرندي رھي.
... ھوءَ لڙڪ وھائيندي رھي.
... ھن جي اکين مان لڙڪ نڪرندا رھيا.
اھڙيءَ طرح سوچيندي سوچيندي رات بہ گذري وئي. جڏھن
ھن پنھنجي سامھون مڙس کي ڏٺو، تہ ڪائنس چرڪ نڪري
ويو. جڻ ائين معلوم ٿي رھيو ھو تہ ڪو خوفناڪ سپنو ڏٺو
ھجيس. جڏھن سندس مڙس ھن جي منھن ۾ ڪوبہ تفاوت نہ
ڏٺو، تہ ھن خفي ٿي چيو، ”ايتري روشني ٿي ويئي آھي ۽
اڃان تون بجلي ٻاري پلنگ تي ويٺي آھين.“
”ھان!“ ھن چرڪ ڀري پنھنجي چوطرف نھاريو.
ھوءَ ڪجھہ جواب ڏئي ئي ڏئي، تنھن کان اڳ سندس مڙس
پوئتي نھاري، ڪنھن اجنبي شخص کي اشارو ڪيو.
اشارو ڏسي، ھڪ اجنبي شخص ڪپڙي ۾ ويڙھيل ڪنھن شيءِ
کي ٻنھي ٻانھن ۾ کڻي اندر داخل ٿيو، ۽ ان کي شيلوءَ
جي پرسان رکي ڇڏيائين.
شيلوءَ عجب ۾ پئجي چيو، ”ھي ڇا آھي؟“
ھن جي مڙس پنھنجو ڪنڌ کڻي ھيٺ ڪيو. ھن جي اکين
۾ ڳوڙھا نہ ھئا تہ بہ سندس منھن تي غمگينيءَ جا آثار
چٽا نظر اچي رھيا ھئا.

شيلوءَ وري ڪاوڙ جي پڇيو، ”هي ڇا آهي؟ ٻڌائين ڇو نه ٿو؟“

هن پيري مڙس مون- ورت ٿوڙيو ۽ ڏڪندي چيائين، ”موهن جو لاش! اڄ صبح هن کي پوليس تلاءَ مان لڙهندو ڪڍيو.“

شيلوءَ جي منهن مان هڪ زوردار رڙ نڪري وئي: ”هاءِ! منهنجا ٻچڙا تو هي ڇا ڪري ڇڏيو!“ چوندي هوءَ آن جي مٿان ڪري پيئي...

نماهي مهراڻ، حيدرآباد سنڌ.

---

۳ - ۱۹۵۶ع

# ڇُهڙي

## بشير موريادڙي

هوءَ ڏاڍي وڻندڙ نينگري هئي – ڀنگياڻي هئي تہ ڇا .
هوءَ ڪڏهن مـاءُ سان گڏجي ايندي هئي ، ماءُ جي پڙي جي پلوَ کي پڪڙي ، ان جي پٺيان لڪندي ، لڇي ٽيندي ، ڪڏهن مُرڪندي ۽ ڪڏهن منهن هيڏانهن هوڏانهن ڦيرائيندي ايندي هئي . وڏين ۾ ننڍيون ڪاريون ڪانچ جون ڪنگڻيون پيل هونديون هئس . ماڻس ڪاڪوس صاف ڪرڻ ويندي هئي ، تہ هوءَ اسان جي گهر جي پڌر ۾ ڪنهن فڪر ۾ پڌل بيٺي هوندي هئي . ڪڏهن انهن ڪنگڻين کي ٻانهن ۾ ڀئي ڦيرائيندي هئي تہ ڪڏهن وري گهر جي پٿرن کي ڇتائي بيٺي ڏسندي هئي . اهي حرڪتون تيسين جاري رکندي هئي ، جيسين ماڻس ڪاڪوس صاف ڪري موٽندي هئي .
”وَڏين ، هن ڇُهڙيءَ کي آنڪي تـہ ڏجانءِ“ اسان اندران بورچيخاني مان رڙ ڪندي هئي .
هوءَ ننڍڙا ننڍڙا قدم کڻندي ، جڏهن پهريون دفعو مون کان آنڪي وٺڻ آئي ، تہ نالو پڇيومانس – پهرين ، ڪجهہ وقت تہ هوءَ در جي ڌاڪ پٺيان لڪندي ، ۽ چوري چوري مون کي ڏسندي هئي .
”نالو ٻڌاءِ ، تہ پوءِ آنڪي ڏيانءِ.“
هو پنهنجو ننڍڙو ، ڳتيل وارن وارو مٿو ڌوڻي ، انڪار ڪندي رهي . شرمائجي رهي هئي ، هن جو انڪار مون کي وڻيو هئي . نيٺ ڏيمي لهجي ۾ چيائين ، ”چيمي“ – ۽ ڀڄي وئي . آنڪي بہ نہ ورتائين !
’ ڪيڏي نہ شرميلي ۽ وڻندڙ آهي . ڀنگياڻي ٿي تہ ڇا .آئون,

سوچي رهيو هوس.
ٻه - ٽي دفعا آنڪي وٽڻ ڪان پوءِ، هوءَ مون سان هري ويئي. هائي ٻي ڏڙڪ منهنجي اڳيان اچي ٻيهندي هئي، امان ڏسندي هئس ته چيپيندي هئس، ”او ننائين، نڪر ٻاهر _ ڪمرو ٽي ڳندو ڪرين. گهور وڃانءِ، ڏائڻ ڪي ٻاهر ڪيء.“
۽ هوءَ هوريان هوريان، چپ چاپ ٻـاهر نڪري ويندي هئي. ڪنهن ڪي اچايو ستائڻ جو نـه گهرنـدي هئي. دڙڪي داٻ ملڻ ڪان پوءِ ڪجهه ڏينهن تائين هن جو اِهو دستور ٽي ويندو هو، ته منهنجي ڪمري جي ٻـاهر، دگ ڏانهن ڪلندڙ دريءَ جي ٻاهران، سيخن ۾ هٿ وجهي ٻيهندي هئي. مان سمجهي وٺندو هوس ته آنڪي وٺڻ آئي آهي، پر هوءَ پنهنجي زبان سان ٻڙڪ به نه ڪڇندي هئي.
هڪ ڏينهن هن آنڪي وٺڻ ڪان پوءِ شرمائجندي چيو، ”مان ڪي پيو پيشو ڏيندين؟“
”تڏهن آنڪي ڪنهن جي ٽي وٺين؟“
”داديءَ جي.“
”پوءِ، دادي تنهنجي ناهي ڪئن؟“
”آهي _ آنڪي منهنجي ناهي.“
مون کي هن جي اکين ۾ سُرڪ سان گڏ لُڙڪ ترنـدا نظر آيا. چپن تي سدا بهار سُرهائي هئس. ان ريت هوءَ روزانو مون ڪان پنج پُسا وٺـي ويندي هئي. آنڪي ماءُ جي محنت جي آجرت، پئسو پاڻ لاءِ.
هڪ ڏينهن پڇيومانس، ”روزانو جيڪو پئسو وٺي ويندي آهين ٻڌاءِ ته ڀلا، ان جو ڇا ڪندي آهين؟“
”گهنگهرو وٺنديس. پيرن ۾ ٻڌي لالي ۽ لما (رما) وانگي ڇم ڇم ڪندس.“
مان هن جي معصوم خواهش تي کلڻ لـڳس، پر هن جي

منهن جو رنگ، نه مٽيو. هن کي يقين هو ته هن جي اِها خواهش نوس هئي.

هن جي نالي ۾ به ته گهنگرن جي ڇنڪار سمايل هئي- ”ڇيمي“ ڇيمي ڇهن ستن سالن جي هوندي، پر هئي ٻاتـڙي. زبان ۾ شايد قدرتي هبڪ هئس. سچ ته سخت کان سخت بي جان لفظ جڏهن هن جي زبان مان ادا ٿيندا هئا، ته انهن ۾ موسيقيت اچي ويندي هئي، جڻ ته گهنگرن جو ڇمڪو ٿيو هجي.

آءُ سمجهي نه سگهيو آهيان، مون کي، هن لاءِ ايتري چاهنا ڇو هئي؟- شايد هوءَ غير رواجي ٻارڙي هئي. شايد هوءَ نرالي قسم جي ڇوڪري هئي، اهو ئي سبب هو جو هوءَ ڇُهڙي نه سمجهڻ ۾ ايندي هئي. منهنجي دلچسپي جو هيءُ سبب به ٿي سگهي ٿو، ته مون کي ازحد معصوم ۽ وڻندڙ ٻارن لاءِ سِڪ هوندي آهي. خاص ڪري انهن ٻارڙن سان جن ۾ فطري طرح سان معصوميت ۽ شرارت جو ميلاپ هوندو آهي، پيار ٿيڻ سپاويڪ آهي.

ڇيميءَ جي ماءُ رنڙ زال هئي. ڇيمي، ستن سالن جي ننڍڙي ڇيمي، يتيم هئي. هن کي پيءُ جو پيار نصيب نه ٿيو هو. هوءَ چوندي هئي ته پنهنجي پيءُ کي ڏٺو ئي نه هئائين، يا ٿي سگهي ٿو ته ان جي سانڀر نه هجيس.

ڏينهن لنگهي ويا.

هڪ ڏينهن، ڇيمي منهنجي ڪمري جي ٻاهرينءَ دريءَ جي سيخن ۾ هٿ وجهي، اچي بيٺي. مان لکڻ ۾ ايترو ته رُڌل هوس، جو ان طرف ڌيان ئي نه ڏيئي سگهيو.

ڇي ڇي... شي شي..." اهو هن جي اچڻ جو اطلاع هو.

"اندران ڦري آ، ڇيمي."

هوءَ ڪاٻي هٿ جي ڇيچ ڏندن ۾ ڏئي، ڪنڌ لوڏي انڪار ڪرڻ لڳي.

”ڇو؟“
” ٻيبي ماليندي.“
”نہ نہ - نہ ماريندي. اڄ تہ پئسو ٻہ ڏيانءِ... ۽ ها... اڄ آنڪي نہ وٺندينءَ ڇا؟ ۽ هاڻي ٻاهر ڇو ٻيهي رهندي آهين؟“
منهنجي ايترن سارن سوالن کان گهٻرائجي هن جواب ڏنو، ”نہ نہ - نا نہ - ٻيبي ماليندي.“
ماں هن کي پڪڙڻ لاءِ اٿيس، تہ هوءَ ڀڄي ويئي، ۽ رستي جي ڇيڙي تي ٻيهي، جيئن ڪڏهن مون کي چيڙائڻ لڳي - اها هن جي پهرين شرارت هئي.
آءٌ هڪ دوست کي خط لکي رهيو هوس.
”شي شي...“
سمجهيم ڇيمي آئي آهي، ڏٺم تہ نئين وڳي ۾ هئي. ڇيٽ جو رنگين چولو ۽ ينگياڻي جو مخصوص، رنگين ڪهڻيءَ تي سنهو پٽو. ٻانهن ۾ ساڳيون ڪانچ جون ڪاريون ڪنگڻيون. مکڙي تي اُها ئي گنڀير مُرڪ، پر اکيون ڳاڙهيون ۽ انهن ۾ ڳوڙها، جيڪي پاڻيون پئي تہ اجهوڳڙيا ڪي ڳڙيا. ڇيمي اجهو رُني ڪي رُني.
”ڇو ڇيمي، ڇو!“
هوءَ ٻنهي هٿڙن سان اکيون مهٽڻ لڳي. پوءِ روئي ڏنائين. روئندي ٻہ ٽي ويئي ۽ ڪڏهن نئين چولي ۽ پٽڙي کي ۽ ڪڏهن اگهاڙن پيرن کي ڏسندي ٻہ ٽي ويئي. ماں حيران، تہ ٻارڙي ايترو ڇو ٿي روئي ۽ ڪپڙن ۽ پيرن کي ڇو ٿي ڏسندي وڃي. چوڻ لڳي، ”داديءَ... چولو پرو... آرين (آڻين) ڏنو... گهنگلو نہ... مون کان اهي پئشا ٻہ ڪسي ولتائين ... جيڪي تو ڏنا هئا.“
ماں هن کي پرچائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويس، ۽ گهڻا جتن ڪري پڪ ڏياريمانس تہ ڪيس گهنگرو وٺي ڏيا.

”مان پيرن ۾ پائيندس،“ هوءَ خوش ٿي تاڙيون وڄائڻ لڳي.
”اڄ ُهئي ٻه مان ميري (ميڙي) آئي هانءِ.“ هن جڻ ته مون تي رعب رکڻ چاهيو. اتفاق مان ان وقت تي امان مون کي منجهند جي ماني جو ٻڌڻ آئي. چيميءَ کي منهنجي ڪمري ۾ ٻيٺل ڏسي، اچي مٿي، چي، ”اهڙو ڪُڏو ڪيئن ٿيو آهين؟ ڇُھڙي کي مٿي تي چاڙهيو اٿئي! ائين ڪو ڪندو؟ پاڻئين کي ٻه ايترو نـه ڪُهرين جيترو هن ڇينال کي!“ هوءَ ڪاوڙ ۾ ٻاهر نڪري ويئي، مانيءَ جو ٻه نـه پڇيائين. چيميءَ جو منهن لهي ويو ۽ ٻنا چون چرا جي ٻاهر نڪري ويئي. امان ٻه ڪا هن لاءِ واجهائي رهي هئي، چيمي ٻـاهر نڪتي مَس ته امان ٻوهاري کڻي سنڌڻ لـڳي. ويچاري ڪجهه نه ڪڇيو، ڳوڙهو ٻه نه ڳاڙيائين.
ٻڌر مان ڳنڌ جو ٽين کڻي هوريان ٻاهر نڪري ويئي.
منهنجي حساس دل ۽ دماغ تي ان جو ايترو اثر ٿيو جو منجهند جي ماني ٻه نه وڌي. رات جي ماني ٻه امان ۽ ٻاجائيءَ منٿ ميڙ ڪري کارائي. امان چوڻ لـڳي، ”اهڙو نرم دل ٻه ڪو ماڻهو ٿئي! مون کي حيراني آهي ته تون آفيسري ڪيئن ڪري سگهندين؟ قدرت گهريو ته نيٺ عهدو ماڻيندين، پوءِ زيردستن تي ڪيئن رعب جمائي سگهندين؟ انتظام ڪيئن رکندين.“
هيڏانهن منهنجي ذهن ۾ ڪي ٻيا ويچار اٿلي رهيا هئا. آئون سماج جي وڏائين تي غـور ڪري رهيو هوس، انسان انسان کي ڌڪاري ٿو. انساني فطري پيار ۾ ٻه ذات پات، اوچ نيچ جو دخل ٿي سگهي ٿو.
ٻئي ڏينهن چيمي آئي، شايد ماءُ کي مار جي ڳالهه نه ٻڌائي هئين، نه ته اچڻ نه ڏيس ها. هن جي اکين ۾ رهي کهي سرڪ جـي جاءِ ٻه لڙڪن والاري هئي، هوءَ ڪاڪوس ميڙي ٻـاهر نڪري ويئي. امان ٻه شايد ڪالهوڪي واقعي تـي پشيمان هئي، چئي نه سگهي، ”پٽ، هن ڇُھڙي کي آنڪي ته ڏجانءِ.“

چيمي ٻہ مغموم ٿي ڏٺي. آئون پنھنجي ليکي شرمندو ھوس، اوچتو
ھوءَ ٻاھرين دريءَ جي سيخن کي پڪڙي اچي بيٺي. ڪو آواز
نہ ڪيائين. بس ائين ئي رھي. ٻانہن، ابد تائين ائين بيٺي رھندي؟
مان ڪرسيءَ تان اٿي ڏانھس وڌي ويس. چوڻ لڳي، "تون
منھنجي دادا کي وٺي ايندين؟ دادي کش (خوش) ناھي."
مان ڏڪي ويس. انھيءَ جو ڪھڙو جواب ڏيئي ٿي سگھيس.
ھن جھٽ کن کان پوءِ وري چيو، "اڄ بہ آنڪون ڏيندين؟
دادي کش ناھي."
مون ٻياني ڪڍي، ھنکي ڏني، تہ چوڻ لڳي، "سيان پئشا
نہ ڏجانءِ."
"چو؟" مون حيرت مان پڇيس.
"اڄ ٻياني جو ڏني اٿئي،" ھن مونکي ڳالھائڻ جو موقعو نہ
ڏيندي چيو، "آنڪ جون ڪچوريون وٺندس – پنھنجي ڪاڻ
ٿورو ئي، داديءَ لاءِ. کش جو ناھي."
ھوءَ ھوريان ھلندي ھلي ويئي، ڏاڍي آداس پئي ڏسي،
دڙي تائين پھتي. جتي پنگياڻين جي گند جي دٻن سان ھنجو
دٻو بہ رکيو ھوندو ھو. مون ڏٺو، ھن سينھو مٿي تي ڏاھي
رکيو، ۽ پوءِ ان تي گند جو ٽين رکي ھلڻ لڳي.
مان ڪيس ڏسندو رھيس.
ھڪ ڏينھن صبح جو، ٻساڙي آوڙي جا ٻار اسانجي گھر جي
ٻاھران رستي تي 'مت ڪت' راند ڪري رھيا ھئا. چيمي انھن
جي راند مان مزو وٺي رھي ھئي. جڏھن ڪينھون ڪني ٻاٽيءَ
جي ڪسيءَ ۾ ٿي ڪريو، تہ ھن ڪڍي آڻي ٿي ڏنن. ھڪ
وار تہ ڪينھون ھنجي ھٿ ۾ آيو. ھو حسرت مان ھنکي دٻائي
ڏسندي رھي. پريان ڪنھن ڇوڪري رڙ ڪري چيس، "اوڙي
او ڇھڙي، ڪينھون ھيڏي ڦٽي ڪر، نہ تہ ھڏ گڏ ڀڃندو
مانءِ."

چيمي ويچاري ڏجي ڪينهون ڪٽي اڇلايو.
ٻريان ڪا بگي ٽي آئي، جنهن ۾ تازو وهو ڪيل گهوڙو جوٽيل هو، جو بگيءَ کي ڪنيو ٽي آيو. منهنجو چئڻ سالن جو بيسمجهه ڀائٽيو وچ رستي تي بيهي، راند ڏسي ۽ تاڙيون وڄائي رهيو هو. بگيءَ وارو ٻريان ٽي رڙيون ڪندو ٽي آيو، ۽ جيترو ٻئي گهوڙي جي ريئن کي ڇڪيائين، ايتروئي تي گهوڙي اڇانگ ڏنا. ٻار رستي ٽان نه هٽيو. ٻيا ڇوڪرا ٻري ٻري وڃي بيٺا. ڇوڪري جو وڏو ڀاءُ ۽ چيمي کيس بچائڻ لاءِ ڏانهس ڊوڙيا. ڀائس ڪجهه دير سان پهتو، نه ته آهو ٻه ننڍڙي طارق ۽ چيميءَ جيان بگيءَ جي چيپٽ ۾ اچي وڃي ها.
وٽي ٻارن ڏانهن ڊوڙيس. عورتون درن ٻنيان بيهي ٻارَ کيڻ لڳيون. بگي هوا ٽي ويئي هئي – سون هڪ ڪڇ تي طارق کي ڪنيو، ٻيءَ تي چيميءَ کي. هڪ ٻار رڙ ڪري چيو، ”ادا، اها ڇهڙي اٿئي. ڪڇَ تي نه ڪٺينس، لٽا ڪنا ڪنديءَ.“
ٻيا ٻارڙا ’آخ – آخ‘ ڪرڻ لڳا. هڪ ٻار منهنجي ويجهو آيو. ”اڙي، هاڻ ادا ٻه ڇهڙو ٽي ٻوندو.“ – تنهن تي ٻيا ٻار، ان حادثي کي وساري وٽي کلڻ لڳا.
چيمي بيهوش هئي. سندس مٿي مان رت وهي رهيو هو، ڪلهن ۽ سيني تي سخت رهڙون آيون هئس – هن سياڻپ ڪري طارق کي ٻرتي ڌڪي ڇڏيو هو، جنهنڪري هنکي رڳو ٽنگن تي معمولي زخم رسيا هئا.
گهر ۾ گهڙيس ته امان ۽ ڀاڄائي طارق لاءِ وهلور ٽي ويئون. چيميءَ لاءِ ڪنهن ٻه نه پڇيو. انهيءَ کان اڳ جو سون تي ڪو نڪتهچيني ڪري ته، ’ڇهڙيءَ کي ڇو ڪڇ تي ڪنيو اٿئي،‘ مان ٻاهر نڪري ويس.
آئون چيميءَ کي اسپتال ڪٽي ويس. جڏهن هنجا زخم صاف ڪرڻ لاءِ کيس ميز تي ليٽايو ويو، ته ڪجهه مڏير تي. زخم صاف

ٽيڻ مهل جاڳي پئي ۽ درد کان دانهون ڪرڻ لڳي. هنڪي
مضبوطيءَ سان جهلي – سوگهو ڪري زخم صاف ڪيا ويا، ۽
انهن ۾ دوائون ۽ پائوڊر وغيره پري پٽيون ٻڌيون ويئون.
ماں هنکي ڪچ ۾ کڻي، ٻاهر رستي تي اچي، ٽانگي لاءِ واجهائڻ
لڳس. هوءَ رت وهڻ سبب، ڪمزور ٿي ويئي هئي، ۽ ڀرڪندي
ٿي ويئي. جهڪي آواز ۾ پڇائين، "ڪاڏي؟"
"گهر– ڇيمي. تنهنجي گهر پيا هلون – هلون نه؟"
"نين ۽ سينهو نه اٿوں، نه ته دادي گهر اچڻ نه ڏيندي."
"چڱو پلا منهنجي گهر هلنديءَ – ڪيئن؟"
"نه – بي بي ماليندي. تالڪ (طارق) کي جنگهه ۾ ڏک جو
لڳا آهن." هوءَ سُڏڪا ڀرڻ لڳي.
"نه نه – نه ماريندءِ. مان جو وينو هوندس."
"نه نه – نا نه... بي بي ماليندي... هل ته دادي ڏي هلون."
پوءِ هوءَ روئڻ لڳي.
مان مُنجهي پيس.

تماهي مهراڻ – حيدرآباد سنڌ

اونهارو– ١٩٥٥ع

# اوندهه جو وڻ

## سراج

ڀهريون دفعو جڏهن مون هن کي ڏٺو هو، تڏهن منهنجي دل ۾
شايد صرف اهو احساس پيدا ٿيو هو، ته ڇا اهو ممڪن آهي
ته هڪ ڪاري ڪلوٽ ڇوڪري به حسين معلوم ٿيڻ لڳي؟
اٺن نون ورهين جي نينگرڙي - ايتري سهڻي! شايد 'سهڻي'
لفظ چوڻ غلط آهي؛ مون سوچيو شايد 'سباجهي' لفظ وڌيڪ
موزون هو. پر نه، اهي ٻئي لفظ ٺيڪ نه هئا؛ هن ۾ سونهن
به هئي، سباجهڙائي به هئي، ته ٻيو ڪجهه به هو - چلولائي،
البيلائي، اڙٻنگائي، شرارت - انهن سمورين خصوصيتن لاءِ ڪو
هڪڙو ئي لفظ نه مليو، سو نه مليو.

ٻه ڏينهن لڳا هئا، آفيس جي ڪم سان ترسي پيو هوس. اڪثر ماڻهو
ٻارهين وڳي نڪري ويندا آهن؛ ٻنجن منٽن اندر آفيسون خالي
ٿي وينديون آهن. هوءَ ٺيڪ ٻي لڳي آئي هئي. دروازي تي
بيهي اسان کي تڪڻ لڳي. سندس اکين ۾ الائي ڪهڙي
رونق؛ ڪهڙي چمڪ هئي، جو هرو ڀرو به اسان جو ڌيان
ڏانهس ڇڪجي ويو. اسان کي پاڻ ڏانهن نهاريندو ڏسي
مرڪي ڏنائين. ان مرڪ ئي شايد مون کي ايتري ڪشش
ڪئي هئي. ان مرڪ کي بيان ڪرڻ شايد مشڪل آهي.
شاعرن جون سموريون تشبيهون به اڻپوريون ٿيون لڳن - مکڙيءَ
جو صبا جي سڏ تي ٽڙي پوڻ ته بنهه غير موزون آهي. بهار
جون رنگينيون، چمن جون دلفريبيون وغيره به نه ٿيون ٺهڪن.
جيڪڏهن آئون ان کي بيان ڪرڻ وهان ته شايد هيئن چوان:
جڻ ڪنهن ماءُ ٻار جي شرارت لڪچوريءَ ڀڪڙي ورتي هجي؛

جڻ ته ڪنهن سهاڳڻ پنهنجي ور ڪي ، ڀاڻ ڏانهن آڏيءَ اک
سان اهاريندو ڏسي ورتو هجي ، جڻ ته ڪنهن جوانڙيءَ ڪي
پنهنجي پريتم ڪي ڇيڙائڻ جو خيال آيو هجي؛ جڻ ته حورن
جي تقدس مرڪي ڏنو هجي ، جڻ ته ڪنهن سالن جي پراڻي
پيار ڪي پناهه ملي هجي . پر انهن سمورين ڳالهين ان مرڪ
سان فقط اٽلڪو واسطو ئي ٿي رکيو . شايد ان مرڪ جي انهيءَ
ناقابل فهم ڪيفيت ئي مون ڪي گهائي وڌو هو .
ٿورو هٻڪندي آئون پڇي ويٺس، "ڇا ڪپڙي؟" سوال پڇي شرمندو
شرمندو محسوس ڪرڻ لڳس . ڀلا اهو به ڪو سوال هو ؟
ڇا آئون اهو سا ڳيو مقصد ڪن بهتر ۽ وڌيڪ پيار ڀريل لفظن
۾ ۽ وڌيڪ سباجهي نموني ۾ ادا نٿي ڪري سگهيس ؟
جيسين آئون سوچيان ، ان ڪان اڳ هن جو مٺو آواز ڪمري ۾
ٻرڻ لڳو. آواز جڻ ته هن جي چپن مان نه ، پر پيرن ۾ پيل
ڇا ڀيءَ جي پازيبن مان ٿي آيو _ "گهڻا وڳا آهن ؟"
"ٻه وڳا آهن ،" مون پاڻ سنڀاليندي چيو .
"پوءِ اوهين هتي ڇو ويٺا آهيو؟"
"ٿون چوبن ته اٿي وڃون !" آئون هن جي مرڪ ۽ حڪم جي
احساس مان لطف اندوز ٿي رهيو هوس . هن ٻهاري طرف اشارو
ڪندي چيو ، "مون ڪي هتي ٻهاري ڏيڻي آهي، اوهين نڪرو
ته ٻهاري ڏيان ." منهنجي ساٿيءَ ڪي هن هيڏڙيءَ ڇوڪريءَ
۽ وري ننڍڪياڻيءَ جي ڳالهائڻ جو انداز بلڪل پسند نه آيو .
هن ٿورو ڪاوڙجندي چيو ، "هل ... هل ، اڌ ڪلاڪ ڪان
پوءِ اچجانءِ ."
"آئون تنهنجي نوڪرياڻي ٿورو ئي آهيان ، جو اڌ ڪلاڪ ڪان
پوءِ اچان !" هن ڪي شايد ڪاوڙ اچي وئي ، پر مرڪ سندس
چپن جي ڪنڊن ۾ اڃان تائين جهاتيون پئي پاتيون . "اسين
هتان ڪونه اٿنداسين ، نڪر هتان نه ته ..." منهنجي ساٿيءَ

خفي ٿي چيو.
هڪ ڀنگياڻي ڪيس منهن ڏٺي، سا ڳالهه هن کي بنهه پسند
ڪانه هئي. پر هن جي روپي ۾ ڪابه تبديلي ڪانه آئي. هٺ
۽ ايمان کي مرڪ جي صورت ۾ مون ڀريون ڀرو هن ۾
ڏٺو. ٻانهن کي لوڏو ڏيندي هن بنا ڪنهن ڊپ جي ٻهارو
فرش تي زور سان ڦيرائڻ شروع ڪري ڏنو. جيسين اسين پاڻ
سنڀاليون، تيسين مٽيءَ جو هڪ غبار اسان کي ويڙهي ويو،
۽ اسين کنگهندا ڪمري کان ٻاهر نڪتاسين. مون کي ته
بي اختيار کل اچي ويئي. مٽيءَ ۽ کل کان آئون ذري گهٽ
اٿوڙجڻ لڳس. ٻه منٽ به ڪونه گذريا ته هوءَ صفائي ڪري
ٻاهر نڪتي. منهنجي ساٿيءَ جو پارو ڪافي آهي کان ٻاهر
نڪري چڪو هو، تنهن هن جي ايندي ئي ڪٽي ٻانهن ۾ هٿ
وڌس. ”تنهنجي اها همت! هي ڏس اسان جي ڪپڙن جا حال!
هتان لپاٽ هڻانءَ ......“
”لپاٽ هڻي ته ڏس؛ وڏو آيو آهي لپاٽ هڻڻ وارو! هيءُ ٻهارو
ڏٺو اٿئي نه؟“
منهنجو دوست ڪيس ڌڪ هڻڻ تي هو ته مون ڪٽي ڪيس ٻانهن
کان جهليو. مون ڇوڪريءَ جي ٻانهن ڇڏائي، ڪيس چيو:
”پر ڇوڪري، ائين ڪو ڪبو آهي ڇا! ماڻهو ويٺا هجن
ته به تون ٻهاري ڏيندينءَ ته ضرور ڪو توکي مار ڪيندو.“
شايد منهنجي دوست جي اکين کان هوءَ اڳئي ڪجهه هيسجي
ويئي هئي، پر تڏهن به لاپرواهيءَ سان چيائين: ”پوءِ ماڻهو
ڇو ٿا ويهن؟ مون کي چوڏهن ڪمرا صاف ڪرڻا آهن. جيسين
اهي صاف نه ڪنديس، تيسين اما مانيءَ پور به ڪانه ڏيندي.
ٻه لڳي ويا آهن .. بک لڳي آهي.“
”تنهنجي ماءُ ڇو نه ٿي صفائي ڪري؟ توکي ڇو ٿي
موڪلي؟“

”پوءِ اسان لاءِ ماني تون پچائيندين؟“
”ڀلا پٺهين؟“
”بابا مونسپاليٽيءَ (ميونسپل) جي گاڏيءَ تي لڳل آهي. ان کي چئين وڪي چوني ملندي آهي.“
”پوءِ تون چوڏهن ڪمرا صاف ڪندي ٿڪجي ڪانه پوندينءَ؟“
”ٿڪجي پوان ته پوءِ ماني ڪيئن ملي؟“
آئون چپ ٿي ويس. ويچارڙي ٻارڙي! سامهون رستي تان مونکي، سنڌس ئي هم عمر ڇوڪريون رنگ برنگي ڪپڙن ۾، ڪتابڙا ڪڇ ۾ ڪري بسن جي انتظار ۾ بيٺيون هيون، ۽ هيءَ ٻارو ڪٺي چوڏهن ڪمرا صاف ڪري آئي هئي. هن جي ته منهنجي خيالن کي پروڙي ورتو. ۽ پڇيائين، ”توکي ڌيئون آهن؟“
”ها ها، مون کي ته چار ڌيئون آهن. هڪ بلڪل تو جيڏي آهي. ۽ تو جهڙي ئي ڇري آهي!“
”آئون ڪا ڇري آهيان ڇا؟ ڀلا، تنهنجون ڌيئون پڙهن؟“
”ها، اسڪول ۾ پڙهنديون آهن.“
”پوءِ تہ ڪپڙا به سٺا پائينديون هونديون؟ جيڪا ڇوڪري پڙهي، انهن کي مائٽ سٺا ڪپڙا وٺي ڏين، ائين نه؟“
آئون هن جو مقصد نه سمجهندي به چئي ويٺس: ”ها.“
”اسين نه پڙهون، نه سٺا ڪپڙا پايون.“
”تون ڇو نٿي پڙهين؟“
”پوءِ ٻهاري ڪير ڏيندو؟“
آئون ڪکو وکو ٿي ويس.
”ڀلا پڙهڻ ڏکيو آهي يا سولو؟“
”ڏکيو ته ڪونهي.“
”ٻهاري ڏيڻ تہ ڏاڍي ڏکي آهي. جڏهن ڏاکڻ تي ٻهاري ڏيندي آهيان. الا، ڇيلهه ۾ ئي سور پنجي ويندو آهي. جهڙي ڪا ٻڍي فقيرياڻيءَ!“ هن ڇيلهه ڇپي ڪندي ٻڍي فقيرياڻيءَ جي اهل

ڪندي چيو. انهيءَ ويل هن جي منهن تي جيڪا شرارت هئي، ان ۾ عجيب بيپرواهيءَ جي ڪيفيت هئي. پارجي انهيءَ ڪيفيت تان ئي ته مائرون ٻلهار وينديون آهن. مون کي بي اختيار کل اچي وئي.
”ڀلا تون پنهنجو نالو ته ٻڌاءِ؟“
”رامون- ۽ تنهنجو؟“
گهڙي لاءِ مون پنهنجي نالي تي غور ڪيو. ايڏو ڏکيو، اڻوڻندڙ ۽ هڪ غير ٻوليءَ جو نالو پارڙيءَ کي ٻڌائڻ، سندس ذهن تي ظلم ڪرڻو آهي. ڪجهه سوچي مون چيو، ”سچو“ هوءَ وري اچي کل ۾ ڇٽڪي ۽ ٽهڪن وچان چيائين، ”سچو ته ڇوڪرين جو نالو ٿيندو آهي!“
”۽ رامون به ته ڇوڪرن جو نالو ٿيندو آهي، پوءِ؟“
”نه نه، منهنجو نالو ته رامي آهي، پر امان مون کي رامون سڏيندي آهي.“
خالص عربي لهجي سان پنهنجي نالي کي مردانو ظاهر ڪرڻ جو پوءِ به خيال نه آيم، پر پنهنجو بچاءُ ڪرڻ خاطر چيم: ”منهنجو نالو به ته پيو آهي، پر منهنجي امي مون کي سچو ڪوٺيندي آهي.“ هن جي شرير مرڪ مان سمجهيم ته هوءَ وري به ڪو اڻانگو سوال ڪرڻ واري هئي، پر ايتري ۾ هيٺان سڏ ٿيو، ”رامون... ڇوري!“
”امان پئي سڏ ڪري، هاڻ سخت مار کائيندي يس. دير جا ٿي وئي آهي-“پوءِ سڏ جو جواب ڏيندي زور سان چيائين: ”آئي امان!“ اسان کان ٿورو پريرو وڃي، هن وري پويان نهاريو، ۽ کلندي، چپ ڪيڏي منهنجي دوست کي چيڀارا ڪڍڻ لڳي، ۽ پوءِ ٽپ ٽپ ڪري، ڏاڪڻ تان لهي وئي.
مون کان ٽهڪ نڪري ويو، ۽ منهنجو دوست ڪجهه ناراضگيءَ سان چوڻ لڳو، ”اڄ صبح کا ڇڪي ته ڪانهه چاڙهي آيو آهين!“

ٻئي ڏينهن آئون ۽ منهنجو ساٿي اٺين ٿي وارا هئاسين ته هوءَ آئي. دروازي تي اچي بيهي رهي. سندس چپن تي اهـا ئي اپسرائن واري مرڪ هئي. هڪ هٿ ۾ ٻهارو، ٻئي هٿ ۾ هڪ ننڍڙي هڙ ڪٽي، گهڙيءَ لاءِ اسان ڏانهن نهاريندي رهي. منهنجي ساٿيءَ جي اکين ۾ وري به ڪجهه خفا ٿيڻ جا آثار اچڻ لڳا هئا. پر منهنجي اکين منجهه پنهنجائپ ڏسي هوءَ هلي آئي. هڙ ميز تي رکي ڪجهه بناوٽي ڏيرج سان چيائين، ”سائين، ڏس تنهنجي لاءِ ڇا آندو اٿم؟“

”اڙي رامون؟ اهو وري ڇا؟ اهو سائين لفظ ڪٿان سکينءَ؟“

”امان چيو ته آفيس وارا ماڻهون وڏا بابـو لوڪ آهن، انهن کي سائين چوڻ گهرجي!“

هن جي اکين ۾ معصوميت موٽي آئي هئي.

”پڌ رامون، ٻين کي ڀل سائين ڪري سڏ، پر مونکي ’سجو‘ ڪري سڏ ڪندي ڪر. نه ته توسان اوٺي.“

”پر هڙ ته کولي ڏس.“

”هيءَ منهنجي لاءِ آندي اٿئي؟“

”ها، نه ته ٻيو وري ڪنهن جي لاءِ، ڪو هن لاءِ آندي اٿم.“

هن جي اکين ۾ ٻاراڻو حسد پيدا ٿيڻ لڳو هو.

مون هڙ کولي. ٻه مٺيون لوليون ۽ ٻه لڏون! ”اڙي واه — هيءَ ڪٿان آند ئي؟“

”اسان ٺاهي آهي، اڄ دسهڙو آهي نه! کائي ڏس. لڏون ته سچي گيهه جا آهن. امان چيو ته پوري هڪ رپئي جو منجهس گيهه پيو آهي.“

مون هڪ لڏون پنهنجي وات ۾ وڌو، ۽ هڪڙو پنهنجي ساٿيءَ کي آڇيم. پر سندس اکين ۾ نفرت جا پاڇولا ڏسي، مون وري ڪٽي ميز تي رکيو. هو مونکي يا ته پاڳل سمجهي رهيو هو يا ڪافر! ڀنگياڻيءَ جي هٿ لڳل شيءِ کائڻ جي خيال کان

ٻي هن جي جسم ۾ سيسراٽ پئجي ويو!
”تون ٻہ تہ ڪاڪ! مون لڏ ون رامونءَ ڏانهن وڌائيندي چيو.
”مون تہ الاهي لڏ ون ڪاڌا آهن- ايترا جو ماني بدران ٻہ لڏون ٻي ڪاڌا اٿم!“
”پلا تو هي منهنجي لاءِ ڇو آندا؟“
”الائي، دسهڙو هو نہ. دسهڙي تي لڏون ڪائبا آهن.“
هوءَ ڪوبہ سبب سوچي نہ سگهي. شايد ان جو سبب هن سوچيو بہ ڪونہ هو. آئون بہ هن لاءِ ڪجهہ ٽافيون وٺي آيو هوس. ميز جي خاني مان ڪيندي مون ڪٽي سندس آڏو رکيون.
”اڇي، هان، هي تون ڪائي ڏس.“
هن ٽافين جو پڙو ڪوليندي پڇيو. ”هيءَ ڇا آهن؟“
”ٽافيون.“
”ٽافيون؟ ٽافيون ڇا ٿينديون آهن؟“ مون هڪڙي ٽافي تان پني ڪولي ڪيس ڏني، ”ٽافيون، ڪٽمنڙن جو هڪ قسم آهي.“
ٽافيءَ ڪي چٻاڙيندي، چاٻا ڏيندي، هوءَ چوڻ لڳي- ”هل هل، ڪٽمنڙا تہ مٺا ٿيندا آهن. هي تہ ڪسارا آهن.“
”چري، هن ۾ چاڪليٽ آهي- انهيءَ ڪري توکي ڪسارو ٿو لڳي. نہ تہ، هي ڏاڍيون سٺيون ٿينديون آهن.“
”پلا هي تو ڇو آنديون آهن؟“
”تنهنجي لاءِ آنديون اٿم.“
”منهنجي لاءِ تہ آهن، پر ڇو؟“
”تو پلا منهنجي لاءِ مٺائي ڇو آندي؟“
”اهو تہ چيم نہ تہ دسهڙو آهي، دسهڙي تي مٺائي ڪائبي آهي.“
”تہ مون بہ دسهڙي لاءِ آنديون آهن اسين دسهڙي تي چاڪليٽ ڪائيندا آهيون.“
”هل هل، تنهنجو دسهڙو ڪو ٻيو آهي ڇا؟ دسهڙو تہ سيني

لاءِ ساڳيو ٿيندو آهي.“
مون سوچيو: دسهڙو برابر سڀني لاءِ ساڳيو هوندو آهي. جهالت ۽ اونده جي ديو راوڻ کي ساڙي، ڄاڻ ۽ سوجهري جي سيتا کي بچائڻ جي سوڀ ته انسان جي صحيح سوڀ آهي. هي دسهڙو ته هر سال ملهايو وڃي ٿو- پر هو دسهڙو ملهائڻ لاءِ الائجي اڃا ڪيترا سال لڳندا. هن جي اکين جي چمڪ ۾ نهاريندي منهنجي دل ۾ هڪ اميد جاڳڻ لڳي. جن ته هن جون اکيون چونديون هجن ته سوجهري جي سوڀ ٿيڻ ڪانهي. اونده انسان جي قدمن هيٺان لتاڙجي، دور ڀڄندي وڃي، ۽ سوجهرو آن جي جاءِ والاريندو وڃي.
هن مونکي ائين پاڻ ڏانهن گهوريندو ڏسي چيو: ”تون ڏياريءَ تي اسان جي گهر ايندين؟ ڏياري ايندي، ڏيا ٻرندا - ۽ اسين سڀ سٺا ڪپڙا پائينداسون. تون ايندين نه؟“
”ها ها، آئون ايندس: ڏياري جي ڏينهن ته هر هنڌ سوجهرو هوندو- ڏيا منهنجي جوت سان جڳ کي جرڪائي ڇڏيندا. ها، ڏياري ترت ايندي. ان ۾ ڪي گهڻا ورهيه نه لڳندا. روشني ضرور اونده تي سوڀ پائيندي!“
مونکي الائجي ڪهڙي خيال اچي ورايو هو. آئون خبر نه آهي ڪهڙين اونداهين ۽ سوجهرن جي دنيا ۾ گم هوس. هن جي اٻوجهه سمجهه مون کي سمجهڻ کان لاچار هئي. پر رڙي ته هئي! منهنجي لفظن تي حيران ٿي چيائين: ”چريو! ڏياري کي ورهيه وري ڇا جا، ڏياري ته ويهن ڏينهن کان پوءِ آهي.“
”اوهه! ايترو جلد!“
”ها، ڏياري جلد ايندي، اسان ته ڏيا به وٺي ڇڏيا آهن- ۽ آئون ڏياريءَ ڏينهن ڪمرا به صاف ڪانه ڪنديس!“
”ڏياريءَ جي ڏينهن ڪير به ڪمرا صاف نه ڪندو. سڀ ڏيئا ٻاريندا - سڀ انسان خوش ٿيندا.“

هو شايد هاڻ مون کي عجيب وهم ڀريل نظرن سان ڏسي
رهي هي. هن لاءِ ڏياري صرف ڏيئن ٻارڻ، مٺائي کائڻ کان
سواءِ، ڪمرن صاف ڪرڻ کان موڪل جو ڏينهن هو، ۽ ان
تي وڌيڪ سوچڻ هن جي ذهن کان بلڪل ٻاهر هو.
”چڱو- آئون وڃان ٿي، امان سڏ ڪندي هوندي. آئون هي
ڪڻان!“
”ها ها، تنهنجا ئي ته آهن!“ ۽ هوءَ ڇم ڇم ڪندي هلي
وئي.

شايد ٻن ورهين کان پوءِ منهنجي بدلي ساڳي هنڌ تي ٿي.
رامون منهنجي ذهن تان بنهه ميٽجي چڪي هئي. هڪ ڏينهن
نوڪري سنڀاليندي، آئون پنهنجي پر ٿي ساٿيءَ سان گڏ ڪم جو جائزو
وٺي رهيو هوس. آفيس بند ٿيڻ جو وقت آيو، پر اسين پنهنجي
ڪم ۾ مشغول رهياسون. اوچتو ڪنهن دروازي مان ليئو پاتو:
گهونگهٽ مان ڍڪيل چهرو، ۽ هٿ ۾ ٻهاري. مون کي
هڪدم رامون ياد اچي وئي- ۽ منهنجي وات مان بي اختيار
نڪري ويو، ”رامون!“
هوءَ ڪو وقت ته اتي ئي بيٺي رهي. گهونگهٽ هٽائي، منهنجي
منهن ۾ تڪيندي رهي. منهنجي ذهن ۾ ڄڻ ته ڪو ڇهڪ
وڃائڻ لڳو: نه نه، هيءَ رامون تي نٿي سگهي- هي پنڊ پهڻ
اکيون، هي پيلو پيلو، ڏٻرو چهرو، هي سڪي ٺوٺ ٿي ويل
چپ، هي ڇهري تي وحشت ۽ عجيب ڊپ جا آثار، هن جو آواز
۽ ساڪت جسم، هي گونگو هڏن جو پڃرو، هي سنائن ۽
۽ شمشان جي بازگشت- هيءَ رامون ٿي نٿي سگهي. پر هن
جو ڪنهن کوهه ۾ ڪريل انسان جهڙو آواز آيو- ”جي
صاحب!“... ان 'صاحب' لفظ ۾ صديون جو ڪرب ۽ درد
ڪٺ موڙي اٿيو هو!
آئون ڪرسيءَ تان اٿي بيهي رهيس- ۽ ڪجهه اهڙي انداز سان

هن ڪـي گهورڻ لڳس جو هوءَ ششدر ٿي ويئي، ۽ چپ چاپ
اتان هلي ويئي! آئون هن جي وڃڻ ڪان پوءِ به هن ڪي دروازي
۾ بيٺل ڏسي رهيو هوس- شايد هـن جي ڀوت ڪي! منهنجي
ذهـن تـي انهيءَ ٺهڪ الائجي ڪهڙو اثـر ڪيو، ۽ پـوءِ
مون کي پنهنجي ساٿيءَ جي ٺهڪن جو آواز ڪنن تي پيو. ۽
آئون ڪرسيءَ جي ٻانهن جو سهارو وٺي ويهي رهيس. مون کي
ائين محسوس ٿيو ڄڻ ته ڪنهن انـڌي انسان جي هٿ مان
ڪنهن لٺ ڦـري ورتي هجي- ۽ هو پـاڻ بچائڻ لاءِ ڪنهن
سهاري جي تلاش ۾ ڀٽڪڻ لڳي!
شايد مون کي ايترو پريشان ڏسي، منهنجي دوست پنهنجي ٺهڪن
کي جهڪو ڪيو، ۽ مون کي ڪجهه آٿت ڏيڻ جي انـداز
سان چيائين: ”اوهـان کـي اوچتو ڇا ٿي ويو. هڪ ڇهڙيءَ
سان اوهان کي ايڏي همدردي! هن جي اها شڪل سندس
مڙس بنائي آهي!“ مون کان ڄڻ ته هڪ چرڪ نڪري ويو.
رامون..... معصومڙي، گلن کـان بـه نفيس، پنپوزيءَ کـان
وڌيڪ چنچل رامون پرڻجي ويئي هئي. منهنجي وات مان صرف
هڪڙو لفظ ئي اجهي سگهيو ”اوهه!“
۽ پوءِ منهنجي دوست مون کي ٻڌايو تـه منهنجي اتان بدلي
ٿيڻ کان ڪجهه مهينا پوءِ رامونءَ جي شادي ٿي ويئي هئي.
شاديءَ کان پوءِ به هن منجهان اها اچل، اها چنچلتا نه ويئي.
پلا ٻارڙيءَ کي ڪهڙي ڄاڻ تـه شادي ڇـا ٿيندي آهي. هن
کي ته فقط اهوئي سمجهايو ويو تـه سندس گهوٽ جي سامهون
کيس گهونگهٽ ڪڍڻو لازمي هو: ڪجهه ڏينهن ته شايد اها
کيس ڏکي لڳي، پر پوءِ هن انهيءَ مان به شرارت جون نيون
راهون ڳولڻ شروع ڪيون. هوءَ پنهنجي پيءُ کي ايندو ڏسي
به گهونگهٽ ڪڍي سامهون ايندي هئي-!
۽ هڪ رات..... هڪ دل ڏاڙيندڙ رڙ، ڀنگين جي ڪوارٽرن

ماڻهان آئي، آفيسن جي بلڊنگن ۾ پڙاڏا پيدا ڪندي، فضا ۾ سمائجي ويئي، ۽ ڪنهن ڪيلي چئي ڏنو: ’رامونءَ جو گهوٽ دارو پي آيو آهي – !‘

۽ ان رات رامون زال ٻڌجي ويئي: سندس چنچلتا، سندس معصوم اڇلون، سندس ٽينگ ٽپا ڪنهن اڄاتي موت مري ويا!

منهنجو دوست شاديءَ جي فلسفي ٻيان ڪرڻ ۾ محو هو، ۽ مون کي ڪنهن روشن نگريءَ ۾ ڏياريءَ جي موقعي تي هڪ هڪ تي سمورا ڏيا وسامندا نظر آيا، ۽ جڏهن آخري ڏيئو وسامڻ تي هو، تڏهن ڏيئي جي سڙندڙ وٽ مان ڪنهن رامونءَ ڪنجهندي چيو: ”ماڻين، ڏياري وري ڪڏهن ڪانه ايندي. ڏياري تہ مري ويئي! رامون مڙي ويئي، ڏياري مري ويئي!“
آخر ڏيو بہ وسامي ويو، ۽ ان جاءِ تي اونداهہ جو وڻ هڪ ڦٽي صديـن جي اونداهہ جو پيچ پيئندي، ڪارا ڪارا، گهرا ڳهرا ٻاچولا ڦڪيڙڻ لڳو!

ماهوار روح رهاڻ، حيدرآباد سنڌ

جولاءِ 1960

# ڳڏي

## تارا ميرچنداڻي

ميرا ٻٻلوءَ جي لعل لعل ڳلن کي چمڻ لڳي، ڳلن کي چمي
چپن کي چميس. چپن کي چميس. جيئن ڀونئرو پيو گل جو
واس وٺندو آهي...... پيو گل جي رس چوسيندو آهي.
ٻٻلوءَ به پنهنجا ننڍڙا ننڍڙا هٿ مٺيون ڪيا. هٿن ميرا جي
منهن کي ڇهي ورتو. ميرا جو من ڦوليو نٿي سمايو. هن ٻٻلوءَ
جا پتڪڙا هٿ جهلي اکين تي رکيا ۽ پوءِ انهن کي چميائين.
”چريءَ کي جائو پٽ، چمي ڪيائينس چٽ.“ ميرا جي ڪنن
۾ سندس ساهيڙي ليلا جي اکرن جو پڙاڏو گونجڻ لڳو.
ميرا مرڪي ڏنو. مان چري آهيان؟ ها مان چري آهيان. ٻٻلوءَ
پٺيان چري آهيان. مان کيس هزار بار چمنديس. پوءِ چري ته
چري ئي سهي.“
ٻٻلوءَ اوُن اوُن ڪيو. ميرا جهٽ آٽي بوتل ۾ کير کڻي آئي.
کير جي بوتل ٻٻلوءَ جي وات ۾ ڏيئي پاڻ به ليٽي پيئي ۽
جهونڪارڻ لڳي.
کير پيئندي ٻٻلوءَ کي ننڊ اچي ويئي. ميرا ٻٻلوءَ جي وات مان
بوتل ڪڍي، سندس کير ڀڏل آلن چپن کي چميو ۽ پوءِ ٽپڪن
سان آهستگيءَ سان سندس منهن اگهي وري سندس پاسي ۾
ليٽي پيئي.
ميرا جو من خوشيءَ وچان ڦڙڦڙائي رهيو هو. هن ٻٻلوءَ کي
پائي ڄڻ موهن کي سڄو سمورو پاتو هو. ٻٻلو سندس زندگيءَ
جي خال کي ڀري ڇڏيو هو. سندس زندگيءَ کي پورڻ بڻائي
ڇڏيو هو.

لعل ٻلوءَ ڏانهن اشارو ڪندي چيو، ”هن جي ٻه سال ڪونه ڏٺيس جو جلدي گهر اچي؟“
ميرا ٻلوءَ ڏانهن موهه وچان نهاريندي چيو، ”ٻلوءَ لاءِ سال جو ٿو پڇين؟ ٻلو سندس جان آهي، جان. ٻلوءَ ڪانسواءِ هڪ پل به چين ڪونه اچيس. رات جو به سرڪائي پاڻ سان سمهاريس. صبح ڪان هنج ۾ کنيو ويٺو هوندو اٿس، جيستائين ڪم تي وڃي. آهي به قدرت. هوبهو جهڙو موهن ويٺو آهي،“ وري آتساهه وچان چيائين، ”هي ڏس، اکيون بلڪل هن جهڙيون اٿس نه؟ نيريون نيريون. نڪ جو ڊول به هن تي پيو وڃيس.“
لعل قياس وچان ميرا ڏانهن نهاري چيو، ”ياپي، تون ڏاڍي پورڙي آهين.“
ميرا پنهنجي ئي مستو ۾ چيو، ”پورڙي ئي سهين. پر سچ ٿي ٻڌايان ته هن ٻلوءَ منهنجي زندگيءَ جي باقي ڪميءَ کي به پورو ڪري ڇڏيو آهي.“
لعل چيو، ”ياپي، تون پنهنجي سپنن ڀريئي سنسار ۾ ئي پوري آهين. پنهنجي انهيءَ ننڍڙي گهر ۾ ئي رڌي پيئي آهين. ڪا ٻاهر جي دنيا جي به سمڪ پويئي ٿي؟“
ميرا منجهندي چيو، ”تو کي ڇا ٿيو آهي لعل؟ هڙو ڪوڙو ڪوڙو ڇو پيو ڳالهائين؟“
لعل ڏک وچان هٿ مهٽي چيو، ”تڏهن اهو سڀ مونکي ٿي ٻڌائڻو پوندو. هڪ دل چوي ٿي ته ڪجهه به نه ٻڌايانءَ جيئن اڻ ڄاڻ، ابوجهه ٻڻجي، پنهنجي زندگيءَ کي گلن جي سيجا سمجهي هلين پيئي، هلندي اچين. پر وويڪ ٿو مجبور. ڀانيان پيو...... تنهنجو گهٽگهرو آهيان.“ ائين چوندي لعل جو آواز ڀاري ٿي ويو.
ميرا گهبراهٽ وچان لعل ڏانهن نهاري چيو، ”چئه، چئه، جلدي ڪر. منهنجو ته ساهه ٿي سڪائي ڇڏيو اٿيئي.“

لعل چيو، ”پاپي، تڏهن دل مضبوط ڪري ٻڌج. زندگيءَ جي حقيقت کان گهٻرائج نه. بهادر ٿي منهن ڏج.“ وري ميرا ڏانهن ترس وچان نهاريندي ٻبلوءَ ڏانهن اشارو ڪري چيائين، ”پاپي هي تنهنجو ٻبلو حقيقت ۾ موهن جو ٻار ناهي. موهن جو ٻي رت ناهي.“

ميرا اوڇڪ رهجي ويئي. ڄڻ ٻڌجي ويئي. اکيون هڪ ٽڪ وڃي ٻبلوءَ ۾ کتيس.

لعل گهٻرائجي سڏ ڪيو، ”پاپي!“

ميرا چپ.

لعل رڙ ڪري چيو، ”پاپي!!“

ميرا چپ.

لعل اٿي ميرا جو هٿ پڪڙيو. هٿ جهڙو برف.

لعل ڪيس ڪلهن کان ڌوڏيندي گهٻراهٽ وچان سڏيو، پاپي! پاپي!!“

ميرا پلنگ تي بيهوش ٿي ڪري پئي.

لعل جو هردو ڌڪ ڌڪ ۾ تمتار ٿي ويو. پريل آواز ۾ پڪاريائين، ”پاپي!“

ميرا جا ڪن سڏ ٻڌڻ کان قاصر هئا. لعل جهٽ ۾ گلاس ۾ پاڻي ڪٺي آيو، ميرا جي منهن تي پاڻي ڇنڊڪارڻ لڳو. هوريان هوريان ميرا اکيون کوليون. سڄيون سڄيون اکيون!

لعل پڇتائي چيو، ”پاپي، مونکي معاف ڪر. اها خبر توکي نه ٻڌائڻ کپندي هئي. مونکي محسوس ڪرڻ کپندو هو ته منهنجي پاپيءَ جي ڪومل دل هي صدمو سهي ڪانه سگهندي.“

ميرا آهستگيءَ سان اٿي، وهاڻي کي ٽيڪ ڏيئي ويٺي. ڌيمي ۽ ڏڪائيل آواز ۾ چيائين. ”پاڻو تو ڪجهه به برو ڪونه ڪيو. تو مون اندڙيءَ کي اکيون ڏنيون آهن، حقيقت ڏسڻ لاءِ. مان تنهنجو احسان ڪڏهن ڪونه وساريندس. صرف منهنجو

سوڳنڌ کائي چئه ته جيڪي تو هينئر چيو ، سو سورنهن آنا سچ آهي. ائين نه ٿئي جو تنهنجي پليل ويچار سبب منهنجي زندگيءَ جي راهه ئي بند ٿي وڃي.“

لعل چيو ، ”پاپي، مونکي نه پنهنجو پاءُ آهي نه پيڻ. مون ننڍڙي هوندي کان ئي موهن کي پنهنجو وڏو ڀاءُ ڪري ڄاتو آهي ۽ توکي پنهنجي سچي ڀاڀي– اها خبر بلڪل سچي آهي. اها خبر مون کي آتان پيئي آهي...“ کن ترسي ٻبلوءَ ڏانهن اشارو ڪري چيائين ، ”جتان جي هيءَ سوغات آهي.“

ميرا پنهنجن جذبن تي قابو رکندي گهٽيل آواز ۾ چيو ، ”لعل، تون هينئر وڃ. مونکي اڪيلائيءَ ۾ رهڻ ڏي.“

لعل چيو ، ”پر ڀاڀي، تون اڃا پنهنجي حال ۾ ڪانه آهين. موهن اچي ٿيستائين...“

ميرا هٿ جوڙي چيو ، ”مان توکي التجا ٿي ڪريان. تون هينئر وڃ. مونکي تنهائي کپي.“

لعل چيو ، ”ڀاڀي، مونکي معاف ڪج جو تنهنجي حڪم جو مان اڄ آلنگهن ٿو ڪريان. هن حالت ۾ توکي ڇڏي وڃڻ لاءِ منهنجو من نٿو مڃي.“

ميرا جي اکين ۾ پاڻي تري آيو. ڀريل آواز ۾ چيائين، ”لعل، مان پنهنجي من ۾ گهٽ ٿي پيئي محسوس ڪريان. مونکي اڪيلائيءَ ۾ سوچڻ ڏي ته ڪهڙي ڪارڻ موهن مون سان هي انرٿ ڪري سگهيو آهي؟“

لعل چيو، ”ڀاڀي ، تون هن وقت جيڪي به سوچيندينءَ سو صحيح سوچي ڪونه سگهندينءَ. غلط ئي سوچيندينءَ ۽ انهيءَ جو حل به غلط ئي ڳولهيندينءَ ۽ اهو غلط سوچڻ تنهنجي زندگيءَ جي رهنمائي ڪري ڪونه سگهندو.“

ميرا ڏکيو ساهه کڻي چيو ، واقعي جيڪي سوچينديس سو غلط ئي سوچينديس. ڀلا صحيح سوچي به ڪيئن سگهنديس. عورت جو

ٿيس. مرد ئي سڀ صحيح سوچي سگھندو آهي. زندگيءَ جي هر مسئلي جو صحيح حل ڳولهي سگھندو آهي." انهن ڇٽي غصي وچان چپ ڏکڻ لڳس. وري جوش وچان چيائين، "معصوم عورت کي دوکي ۾ رکي، ٻيءَ سان الوليون سائي، آن مائيل مان مليل پاپ کي، انکل سان پنهنجي ابوجهه عورت جي سپرد ڪرڻ، لاشڪ مرد جو ئي مرڪ آهي."

لعل پڪاريو، "پاپي!"

ميرا ناڻبن وانگر پڇرندي چيو، "پنهنجي ئي زال سان ايڏي بي نصافي، ايڏو اتياچار صرف مرد ئي ڪري سگھي ٿو."

لعل ٿورو زور سان چيو، "پاپي! ذرا هوش ۾ اچ."

ميرا ڪاوڙ وچان ڏڏندي چيو، "مان پوريءَ طرح هوش ۾ آهيان. هوش وڃائي وينو آهي تنهنجو دوست!" آواز ۾ اتي پوڙا پرجي آيس، "الا... مون سندس ڇا بگاڙيو هو؟" ورلاپ ڪندي چيائين، "مان ڪڏهن به سندس ڇٽي ڪان ٻاهر ڪانه ويس. سندس انتظار ۾ راتين جون راتيون اکيون وڇائي وهنديهيس. سندس تنبڻين وڏين الغرضاين تي اک ٻوٽ ڪندي رهيس. ڪڏهن ڏکيو ڏوراپو نه ڏومانس. ڪڏهن، پنهنجا ڏکها ڏينهن اڪيلي اڪيلي گذارڻ لاءِ ڪيس نه ورجايم. سندس هر ٻهاني کي سري رامچندر جي وچنن وانگر ستيه ڪري سمجهيم."

ميرا جو هردو آڻ سهندڙ پيڙا وچان ڪڙهڻ لڳو. پاڻ تان ضابطو وڃائي اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳي. ڇيرينڊڙ آواز ۾ چيائين، "اوهه، منهنجي ستيا، منهنجي ڀڳتي، منهنجي شڪتي سڀ ويرٿ ويا؟ منهنجو هي روپ، منهنجا هي گڻ ...... سڀ بي معنيٰ نڪتا؟ منهنجي بي انتها پيار ۽ موهه کي موٽ ملي..."

ٻار ڏانهن ڦهري نگاهه وجهندي چيائين، "هيءَ پاپ جي نشاني!"

لعل ڌيرج سان چيو، "پاپي مان تنهنجو دک محسوس ڪري سگهان ٿو. پر چاهيان ٿو ته تون پنهنجي اندر جي اک کولي

ڏسين ته ان سڀ لاءِ ڪير جوابدار آهي؟"
ميرا دک ۽ ڪاوڙ وچان چيو، "ڪير آهي جوابدار؟"
لعل پختائيءَ سان چيو، "جي چوان ته خود تون!"
ميرا طنز وچان چيو، "تہ عجب ڪونہ لڳندم. مرد مرد جو حمايتي نہ ٿيندو تہ ڪير ٿيندو؟ چور جو ڀاءُ ڳنڍيچوڙ نہ ٿيندو ته ڇا ساڌ ٿيندو."
لعل پريشانيءَ وچان چيو، "پاپي تون دک درسي نہ ٿـي. optimist ٿيءُ. حقيقت کان منهن نہ موڙ."
ميرا ڏکندي چيو، "پاڻ مندس طرف وٺي مونکي ٿو صلاحون ڏين. بڌاءِ، بڌاءِ، مندس هـن انياءُ لاءِ ڪهڙيءَ طرح مـان جوابدار آهيان؟"
لعل ڌيرج سان چيو، "تہ بڌي چڏ، هي بہ هڪ اڻ وڻدڙ سچ. موهن کي تو سڀ ڪجهہ ڏيندي بہ ڪيس بکيو رکيو آهي. بي حد بکيو. اها بک سهي سهي انسان آخر حيوان ٿي پوندو آهي!"
ميرا حيرانيءَ وچان چيو "چئين ڇا پيو؟ مون ڪيس بکيو رکيو آهي؟ مان جيڪا مندس کاڌي پيتي جي اون رکندي آهيان، سا ورلي ڪا عورت رکندي هوندي."
لعل چيو، "کاڌي جي بک ڪير ٿو چوي پاپي! مان جسم جي بک جي ڳالهہ تو ڪريان." هڪ کن ترسي چيائين، "موهن مون سان هڪ بہ ڀيرو اها شڪايت ڪئي هئي!"
ميرا جو منهن ڪاوڙ وچان لعل ٿي ويو. جوش وچان ڏ ڏندي چيائين، "توکي اهو سڀ پنهنجي ڀاڀيءَ کي چوندي شرم نٿو اچي؟ توهين سڀ مرد وحشي آهيو. عيش پرست آهيو. توهان جي زندگيءَ جو بنياد ئي آهي عيش! توهين ڪنهن عورت جي نفيس پيار کي ڇا ڄاڻو." ڪاوڙ وچان ڪڙهندي چيائين، "مونکي تنهنجي نصيحتن جي ضرورت ڪانهي. تون هاڻي وڃي سگهين ٿو."

لعل کي ميرا جي انهن اکرن ۾ پنهنجي بي عزتيءَ جو احساس ٿيو. آئندي چيائين، ”بنا پڇڻ ڪنهن کي صلاح ڏيڻ لاشڪ هڪ گناهه آهي، پر اجا بہ پاپي ويندي ويندي، سچڻ جي حيثيت ۾ صلاح تو ڏيانءَ تہ تنڌي سيني وبچارج تہ ان لاءِ جوابدار ڪير آهي؟“

لعل ويو هليو. ميرا نڍل ٿاريءَ وانگر پلنگ تي ڪري پيئي ۽ اوچنگارون ڏيئي روئڻ لڳي. اوچنگارن ڪانپوءِ سڏڪا ۽ سڏڪن ڪانپوءِ مسڪيون. من ۾ آيس تہ ان ٻار جو گلو گهٽي ڇڏي- هڪ ڪن ۾ سندس جيون ليلا سماپت ڪري ڇڏي. ان جي، جنهن سندس زندگيءَ ۾ آگ لڳائي هئي، جنهن سندس خوشين کي غم ۾ بدليو هو، جنهن ڪارڻ موهن سندس حق ڪسي ڪنهن ٻيءَ سان ناجائز رشتو رکيو هو. ميرا جو من نفرت وچان جلڻ لڳو.
هن ٻار ڏانهن نهاريو. سندس تن بدن کي آگ لڳي ويئي.
هن ٻئي هٿ ٻالڪ جي گلي ڏانهن وڌايا.
ميرا جا هٿ ڪنبڻ لڳا.
وويڪ ڪنبڻ لڳو.
پر پوءِ بہ سندس هٿ ٻالڪ جي گلي تائين پهچي ئي ويا.
ٻالڪ ننڊ ۾ مرڪي ڏنو. شايد ڪو مٺو سپنو ڏٺائين.
ميرا کي لڳو جڻ ٻالڪ جا ننڍڙا، نازڪ مرڪندڙ چپ کيس مٺو ڏوراپو پيا ڏين، ’ان ۾ منهنجو ڪهڙو ڏوهہ ممي!‘
ميرا جا هٿ ڍلا ٿي ويا.
ميرا منهن ورائي ڇڏيو.
سندس من ڀٽڪڻ لڳو.
چئن ۾ ڀٽڪڻ لڳي، ’ان سڀ لاءِ مان جوابدار آهيان؟‘ ٻي ڇنيءَ وچان ميرا وري پاسو ورايو.

ٻاڻ ڪان ٻار ٻار پڇڻ لڳي، ’ڇا سچ پچ مان جوابدار آهيان؟
ناجائز واٽ هن ورتي آهي. پاپ هن ڪيو آهي، دوکو هن ڏنو
آهي ۽ پوءِ به جوابدار مان آهيان؟‘ ميرا جو من ڪڙهڻ لڳو.
’لعل به موهن جو حمايتي بڻجي آيو. آخر به ته موهن جو ئي
دوست آهي نه؟‘
روئي روئي جڏهن ميرا ماٺي ٿي پئي، تڏهن سندس ماڻو من
ڪيس وٺي ويو ماضيءَ جي سمرتين ۾...... ڪيس ياد آيو
پاڙي واري مرهٽياڻيءَ جو اگهاڙو ۽ ڪارو ٻار، جنهن کي
موهن هنج ۾ کڻي چميو هو. ميرا ڪراهت وچان چيو هو،
”ههڙي گدلي ٻار کي پيار ڪرڻ تي الائي ڪيئن ٿو
دل ٿئيو.“
موهن چيو، "Meeru, I love children. I wish, I had
my own child"
ميرا ذرا ناراضپي مان چيو، ”ڳالهه ڳالهه تان اهو ساڳيو
ڏوراپو ضرور ڏيو. جڻ مان ڪا آن ۾ ارهي آهيان. اسانکي ٻار
نٿو ٿئي آن ۾ منهنجو ڪهڙو ڏوهه.“
”ڪنهن چيو ته ٻار نٿو ٿي سگهي؟ ڊاڪٽر ڪونه چيو هو ته
نه تو ۾ ڪو نقص آهي ۽ نه مون ۾. ڪوتاهي آهي ته صرف
تنهنجي co-operation جي.“
اُن رات موهن ميرا کي پرچايو هو، آترايو هو ۽ آخر ڪيس
مڃايو هو. ميرا ان مانيو پنهنجو پاڻ ڏنو هو. سندس بدن
سينجي ويو هو. سندس نسون تاڻجي ويون هيون. موهن خفي
ٿي چيو هو، ”تو ڪان ته هڪ رٻڙ جي گڏي بهتر آهي، جنهن
کي مرضيءَ مطابق ڦيرائي گهيرائي ته سگهجي ٿو.“
رٻڙ جي گڏي! ميرا جي اکين ۾ آنسون پرجي آيا. ميرا جو
من ويچارو بڻجي ويو. روحاني پيار جي ڪانکي ميرا، جسماني
پيار اڳيان هار کائي ويٺي. اهو ڪوڙو سچ ڪيس کٽڻ لڳو.

ميرا پنهنجي ئي ساڙهيءَ جي آنچل سان پنهنجون اکيون آگهي ڇڏيون. هن ماضيءَ جي انهن اڻ وڻندڙ خيالن کان نجات پائڻ ٿي چاهي، پر خيالن سندس پيڇو نه ڇڏيو.

موهن جو پيار ڀريو سڏ، "ميرا."
"هون."
"ٿورو سيرهي اچ."
ميرا ٿورو سرهي آئي.
موهن کيس ڇاتيءَ سان جڪڙي ڇڏيو.
"ڇڏيو، هي ڇا ٿا ڪريو."
اچا به کيس ٻانهن ۾ ڀيڙيندي موهن چيو، "ميرا، دل چاهي ٿي ته اڄ توکي ايترو پيار ڪريان، ايترو پيار ڪريان جو بنهه پاڻ ۾ سمائي ڇڏيان."
ميرا پاڻ ڇڏائيندي چيو، "ڇڏيو، مونکي ننڊ ٿي اچي."
موهن ٻانهون ڍليون ڪندي چيو، "توکي ڪڏهن ننڊ نه به آئي آهي؟ مان بستري تي ليٽان ئي مس ته توکي ننڊ اچڻ لڳي. جڻ مان ڪا ننڊ جي گوري آهيان."
ميرا ذرا خفي ٿي چيو، "اوهه."
موهن کيس سمجهائيندي چيو، "ميرا، تنهنجي پيار ۾ حرارت ڇو ڪونهي؟ ڏس منهنجا جذبات... منهنجو پيار..."
ميرا ٽمائيندي، موهن جي ڳلي ۾ ٻانهن وجهي سمهڻ جي ڪئي.
موهن کيس منائيندي چيو "تون اهو ڇو ڪوله ٿي سمجهين ته اهو به زندگيءَ لاءِ ايترو ضروري آهي، جيترو زندگيءَ لاءِ ڪاڌو."
ميرا ان مانيو چيو، "مونکي ان طرح نٿو محسوس ٿئي."
موهن نااميديءَ وچان چيو، "Yau are a cold woman."
ميرا پختائيءَ سان چيو "cold ئي سهين. پر ان ڪري منهنجي پيار ۾ ڪا به ڪوتاهي ڪانه ايندي."

موهن چئي ڏنو، ”تنهنجو پيار بي معنيٰ آهي.“
ميرا ذرا ماٺي سان چيو، ”آئون جلدي ڪپڙا مٽي اچو. ڪيڏي مهل کان ٻي توهان ڏانهن نهاريو اٿم.“
موهن کي ميرا جي بدليل رخ عبرت ۾ وجهي ڇڏيو. باقي ٻه موهن جي حيرانيءَ جي حد نه رهي، جڏهن ميرا معصوميت سان موهن جي پير ۾ ليٽي پئي ۽ سندس ڳلي ۾ ٻانهون وجهي، ڪيس چنبڙي چيو، ”ربڙ جي گڏي نه، رت ماس جي جيئري جاڳندي مورتي آهيان. مرضيءَ موجب ڦري گهري سگهان ٿي.“
موهن هڪ ڪن وشواس نه ايندڙ نگاهن سان ميرا ڏانهن نهاريو ۽ ٻئي پل هن به ميرا کي پاڻ سان جڪڙي ڇڏيو. ميرا موهن جي آغوش ۾ سمائجي وئي، جيئن ندي ساگر ۾.

ماهوار روح رهاڻ- حيدرآباد سنڌ

---

جون 1966

# ننڍڙو انسان

## موهن ڪلپنا

راجوءَ کي گهڻي ۾ گهڻا سپنا پئسن بابت ايندا هئا، ڇو جو هو پنهنجي حقيقي زندگيءَ ۾ آنهن کي پائي نه سگهيو هو. هن جي خرچي پنج نوان پئسا هئي، جنهن مان ٻه نوان پئسا دال تي، ٻه نوان پئسا گلن تي ۽ هڪ نئون پئسو فقير کي دان ۾ خرچ ڪندو هو. هن کي جيترو گلن سان چاهه هو، اوترو فقيرن سان لڳاءُ هو. هو چاهيندو هو ته فقيرن جي زندگي به گلن جهڙي خوبصورت ٿيڻ گهرجي. هو سپني ۾ جيڪي به پئسا پائيندو هو، آهي سڀ فقيرن جي ڀلي ڪم آڻيندو هو.
هڪ دفعي اسڪول ۾ ماستر ڪانئس پڇيو، ”راجو، تون جيڪڏهن راجا هجين ته جيڪر ڇا ڪرين؟“

”مان جيڪر فقيرن کي گهر ڏهرائي ڏيان!“ راجوءَ ترت جواب ڏنو.

”آنهن کي ڪم ڪهڙو سيکاريندين؟“ ماستر ٻيو سوال ڪيو.

”مان کين چوندس ته هر ڪنهن جي گهر ٻاهران گلن جا ٻوٽا پوکيو!“

”۽ اسڪول!“ ماستر آخري سوال ڪيو.

”هو رات واري اسڪول ۾ پڙهندا!“

هو ٻيو سنڌي پڙهندو هو. هن جي ٻئي درجي واري درسي ڪتاب ۾ نون پئسن بابت هڪڙو سبق هو، آن ۾ نون پئسن جا چتر به هئا. هو چاهيندو هو، جيڪر اهي مورتون سچا پئسا ٿي پون. پوءِ ته جيڪر ڪيترا پئسا گڏ ڪري غريبن جي مدد ڪريان.

هن جو پيءُ هڪ سنڌي پريس جو مالڪ هو.
هڪ ڏينهن راجو پيءُ جي سامهون اچي بيٺو. چيائين، "دادا، توهان پنهنجي پريس ۾ ڪتاب ڇپيو ٿا، مورتون ڇپيو ٿا، نوٽ ڇو نٿا ڇپيو؟"
پٽس کلي چيو، "چريا، مون کي جيل وڃڻو آهي ڇا، جو نقلي نوٽ ڇپيان!"
"پر توهانکي ڇيو ڪنهن ته توهين نقلي نوٽ ڇپيو؟"
"پر سچا نوٽ مان ڪيئن ٿو ڇپي سگهان. اهو ڪم ته سرڪار جو آهي!"
"پوءِ توهان سرڪاري ڪم سمجهي نوٽ ڇپيو نه!"
"پر توکي ڇو نوٽن جو فڪر لڳو آهي؟ ڪمائڻ ڪم ته منهنجو آهي!"
"دادا، توهين ته صرف پاڻ لاءِ ٿا ڪمايو نه. مان دنيا جي سڀني غريبن لاءِ ڪمائڻ چاهيان ٿو!"
"آها!" پٽس، ماٺس ڏانهن منهن ڪري چيو، "ٻڌين ٿي راڏا - هي باندر به هليو آهي دنيا جو فڪر ڪرڻ!" وارن ۾ هٿ وجهي، پٽس پيشانيءَ ۾ گهنج ڏاهيو. پيءُ جي اٽڪڻ تي راجو ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳو.
"راجو تون روز روز اٿين ٺهڪ ڏيندو ڪر!" پٽس چيو.
"دادا ڪهڙو نه سٺو ٿئي، جيڏي مهل مان ٺهڪ ڏيان، پگوان منهنجي کيسي ۾ هڪ رپيو وجهي ڇڏي."
"پوءِ ته تون کلي کلي چريو ٿي پوندين!"
"دادا، اهو وري ڪيئن. کلي کلي ته مان شاهوڪار ٿيندس نه؟"
پٽس بحث نه ڪري چيو، "چڱو هاڻ ٻڌو سين - هاڻ ڪتاب وٺي پڙهه!"
"دادا ڪتاب ۾ غريبن کي مدد ڪرڻ جا ڪيترا سبق لکيل

آهن، مان سبق ياد نہ ڪريان تہ ماستر ماري ۽ جي سبق ياد ڪري غريبن کي مدد ڪرڻ لاءِ سوچيان تہ توهان مون تي ڪلو ٿا!"

"بلڪل مون جهڙو!" پڙس ، راڌا ڏانهن منهن ڪري چيو،
"نس پس مون جهڙو آهي، ننڍي هوندي مان بہ ائين ڳالهائيندو هوس!"

"دادا، وڏي هوندي ماڻهو بدلجي ويندو آهي ؟"
"اهو تون پنهنجي ماستر کان پڇ" پڙس وراڻيو.

رات جو 'ٻال سري ڪرشن' پڙهندي راجو سوچڻ لڳو: ڪرشن کي پنهنجن دوستن جو ڪيترو نہ خيال هوندو هو. آنهن لاءِ مکڻ چورائيندو هو. ڪوڙ ڳالهائيندو هو ۽ مان آهيان جو پنهنجن دوستن لاءِ ڪجهہ نٿو ڪريان! ڦتن کي هنجو پيءُ مهيني جي هڪ رپيو في نٿو ڏئي. امتحان ۾ صرف پنج مهينا پيا آهن- جيڪڏهن مان ڪيس مدد ڪريان تہ؟

رات جو جڏهن هن جا ماءُ پيءُ سمهيا، تڏهن هو پنهنجي کٽ تان آٿي ٻئي ڪمري ۾ ويو ، پيءُ جي ڪوٽ مان پئون ڪڍيائين، نوٽن جو ٿهو ڏسي خيال آيس ، جيڪڏهن ڦتن جا پنج ٿي روپيا ڀريان تہ؟ هن پنجين رپئي جو نوٽ کنيو.

هن ماستر وٽ وڃي ڦتن جي في ڀري. ماستر ڇئن مهينن جي في اڳواٽ وٺڻ لاءِ تيار نہ هو، مگر راجوءَ هٺ جوڙيس تہ ڪٽي چپ ڪيائين. آن ڏينهن کان ڦتن هن سان وڏيڪ گهرو ٿئجي ويو. ڦتن جي ڇوڻ تي هن هيمن ۽ ڪنعيي جا بہ پنج پنج روپيا ڀريا ، جو آهي بہ فين نہ ڏيڻ ڪري اسڪول نہ ايندا هئا.

ٻهرين دفعي راجوءَ- پيءُ سمجهيو تہ شايد هن حساب ۾ غلطي ڪئي آهي، مگر ٽئي دفعي جڏهن روپين گم ٿيڻ جي ڳالهہ ٿيس ۽ راڌا بہ بي خبري ڏيکاري ، تڏهن هنکي راجوءَ ۾ شڪ

جاڳيو.
گهرائي پڇيائين، ”پئسا تو ڪٿيا آهن؟“
راجوءَ ڪوبه جواب ڪونه ڏنو.
”جلدي ٻڌاءِ، پئسا تو ڪٿيا آهن؟“
راجوءَ پنهنجي ماءُ ڏانهن نهاريو.
ماڻس چيو، ”سچ ٻڌاءِ پٽ!“
راجو سچ ڳالهائڻ لاءِ پاڻ کي تيار ڪري نه سگهيو. پيءُ جو غصو ۽ ماءُ جو پيار پريو ورتاءُ ڏسي هنجي اکين ۾ پاڻي اچي ويو. ماڻس چيو، ”مونکي خاطري آهي، راجوءَ پئسا ڪونه ڪٿيا آهن!“ راجوءَ پيءُ چيو، ”هڪ نه هڪ ڏينهن سچ معلوم ٿي ويندو.“
ڪجهه ڏينهن بعد، هڪ ڏينهن شام جو راجو ۽ ڦتن گڏ وڃي موڻيا ٿي جو رستي تي هڪ فقير مليس. فقير جا ڪپڙا ميرا منهن اپوڳو ۽ وار جهنڊولا هئا. پيرن ۾ چمپل ڪونه هئس ۽ اکين ۾ ڳوڙها هئس. فقير ٻئي هٿ جوڙي چيو، ”پٽ، مون پورن ٽن ڏينهن ڪان ماني ڪونه کاڌي آهي، ڪير بکيا ننڍو ڏي. مونکي هڪ آنو ڏي.“
”پر تنهنجي هڪ آني مان بک ڪيئن لهندي؟“ راجوءَ پڇيس.
”آنو آنو ڪري مان اٺ آنا ڪٺا ڪندس.“ فقير جواب ڏنو.
”پر توکي ته ٽن ڏينهن ڪان ڪجهه به نه مليو آهي، توکي ڪهڙي پڪ آهي ته توکي اڄ ئي اٺ آنا ملندا؟“
فقير ڪوبه جواب ڏيئي نه سگهيو.
”چڱو، مان توکي رات جو اٺ آنا ڏيندس، تون رات جو هتي ئي اچي ويهج.“
”چڱو پٽ“ فقير چيو.
رات جو راجوءَ ڦتن کي چيو ته تون فقير کي وڃي اچي گهر

جي ٻاهران ٻيهار، مان ٻاڻيهي اُنَ آن جو بندوبست ٿو
ڪريان!“

ڦتن فقير ڏانهن هليو ويو.

راجو گهر ۾ گهڙيو ته ڏٺائين پڻس ماني کائي رهيو هئو.

ماڻس چيو، ”پٽ آچ، ماني آچي کاءُ.“

مگر هو ڪوبہ جواب نہ ڏيئي اندرين ڪمري ۾ گهڙي ويو.
آتي پيءُ جي ڪوٽ مان ٻٽڻون ۽ ٻٽڻين مان هڪ آڏي
ڪيڍياڻين. آڏي روشني ۾ چمڪي رهي هئي. هن سوچيو: جڏهن
فقير اِها چمڪندڙ آڏي ڏسندو تڏهن هن جون اکيون بہ ان
آڏي وانگر چمڪي آٿنديون. مگر راجو جيئن ئي دروازي ڏانهن
وڌيو، تيئن پيءُ کي دروازي وٽ بيٺل ڏسي ٻجهي ويو.

پڻس رڙ ڪئي: ”گهڻا رپيا کڻيا اٿيئي؟“

”آٺ آنا؟“

”چو؟“

”کپندا هئا!“

”اڳ ۾ پندرهن رپيا کڻيا هئيم؟“

”ها.“

”چو“

”کپندا هئا!“

پڻس اڳيان وڌي پر ڪري کيس زور مان چماٽ هڻي ! پوءِ
مٿانئس گارين جو ڏوڙيو وسائڻ لڳو. راجو بولاٽي کاڌي وڃي
پٽ تي ڪريو. آڏي هن جي هٿ مان ڇڏائجي، ڇيڪلي جيان
هلندي، وڃي جاري تي رکيل ڪرشن جي مورتيءَ هيٺان پيئي.
مورتيءَ ۾ ڪرشن هڪ گوال جي پٺيءَ تي بيهي هڪ مٽڪي
مان مکڻ چورائي رهيو هو. پاسي کان بہ گوال مکڻ کائي
رهيا هئا.

پٽ کي مار کائيندو ڏسي، ماءُ ڦلڪي کي تئي تي ڇڏي

ڪمري ۾ ڊوڪي آئي ۽ ”مان مري ويس – مان مري ويس“ چئي اچي پٽ کي گود ۾ کنياائين.
ماءُ کي ٻاهر ڪڍندو ڏسي راجوءَ شوخ اکين سان ٻيءَ ڏانهن نهاريو.

ٻُڌس رڙ ڪئي، ”توکي خبر آهي چوري ڪرڻ پاپ آهي؟“
”نه!“ راجو کتو جواب ڏنو.
”توکي ڪنهن چيو؟“
”چوري ڪرڻ پاپ هجي ها ته ڪرشن ڀڳوان چوري ڇو ڪري ها؟“
”پر ڪرشن ته مکڻ چورائيندو هو نادان!“
”چوري ته ڪندو هو نه!“
”جواب تو ڏين ڪتا!“ ٻيءَ پٽ تي آلر ڪري آيو. راڏا ٻُٽ کي پٽ تي سٽي، ديوار ٻٽجي مڙس جي آڏو بيهي رهي. رڙ ڪري چياتين، ”پوسٽ ۾ منهنجا ٻه سؤ سادا سترهن رپيا آهن. توهان منهنجا سادا پندرهن رپيا ورتاج سوڊا وٺو، مگر هيئن ٻارن کي ماريو نه!“
”هي ٻار آهي؟ هي ته منهنجو ٻه استاد آهي!“ ٻُڌس رڙ ڪئي. اِن وچ ۾ راجو ڪمري ڪان ٻاهر نڪري رنڌڻي ۾ هليو ويو. ٻاهر فقير ۽ ڦتن بيٺا هئا. راجوءَ – ٻيءَ جون رڙيون ٻڌي، ڦتن گهر اندر گهڙي آيو. راجوءَ ٻيءَ چئي رهيو هو، ”مگر راجوءَ چوري ڪئي ڇو؟ ڪيس ڪهڙي گهرج ٻيئي هئي. مون سمجهيو ته منهنجو پٽ نيڪ انسان ٿيندو، مگر هيئنر ئي ڪلچڙو ٿي ويو آهي. چوريون به تو ڪري، ڪوڙ به تو ڳالهائي ته جواب به تو ڏئي!“
”دادا، هڪ ڳالهه چوان؟“ ڦتن ٻريءَ دل سان وچ ۾ چئي ڏنو.
”چؤ؟“
”توهان راجوءَ کي نه، مونکي ماريو! راجوءَ مون لاءِ چوري

ڪئي هئي، منهنجي بابا منهنجي فيءَ نه ڀري. ٻئي ڀيري هيءَ
۽ ڪنهي جي ٻه پنج پنج رپيا في پرچائين - دادا، اڄ هن کي
ان آنا ڏيندا هئا. هڪ فقير تي ڏيڻهن کان مانيءَ ڪونه کاڌي
آهي..."
راجوءَ جي پيءُ کي روشني اچي ويو. هن اکين وڏي ڪرشن
جي تصوير اکيان پيل آڏي ڪنئي ۽ دک مان رڙ ڪئي،
"راجو-راجو! پٽ مون کي معاف ڪر. راجو-راجو-راجو!"
مگر ڪوبه جواب نه آيو.
راجوءَ - ماءُ رڙ ڪئي، "راجو ڪيڏانهن ويو- تسو وائڙن جيان
منهنجو منهن ڇاتا تڪيو- پڇو- ڏسو، ڪيڏانهن ويو- اوهان
کي ته صرف پئسو ئي پيارو آهي."
راجوءَ پيءُ پيرين اگهاڙو ئي گهر کان ٻاهر ڀڳو. هڪ ئي
وقت عجيب قسم جا انومان هن ۾ جاڳيا. ٻار جي وچترمن
جو راز ڪير ڄاڻي! مگر هن کي گهڻو ڀڪو نه پيو. سامهون
هڪ سڙڪ جي ٻنيءَ هيٺان رجو ويٺو هو ۽ هيٺ پٽ تي هڪ
فقير روٽي کائي رهيو هو.

"ڪاتيءَ هيٺان ڪنڌ"
محل پبليڪيشن، شڪارپور ۱۹۷۲ع

# چنڊ ۽ ماڻي

## علي بابا

آهي ڏينهن، جي مون پنهنجي چنچل ماءُ سان گذاريا هئا، ڪيترا نه پرسڪون هئا. ڪيترا نه اطمينان بخش. مان انهن ڏينهن کي پنهنجي زندگيءَ جي ڪنهن به حصي ۾ فراموش نٿو ڪري سگهان، ڪڏهن به نه.

تڏهن مان ننڍڙو ننڍڙو هوس. مونکي اڄ به چڱيءَ طرح ياد آهي، هڪ ڏينهن منهنجي ماءُ ڏاڍي پريشان هئي. مان صبح کان بکايل هئس. اسانجي گهر جو سمورو راشن کٽي ويو هو. صبح جو امان مونکي هڪ ڀاروتو مانيءَ جو ٽڪر ٻڪريءَ جي ڀاڄي کير سان ڏنو هو ۽ هاڻي اچي شام پئي هئي. منهنجي پيٽ ۾ بک ڪان وڏ پئجي رهيا هئا. امان مونکي ڀاڙي واريءَ دانهن آڏاري اٽي لاءِ موڪليو هو. پر اتان به جواب ملي ويو هو. امان سڄو ڏينهن پنهنجين مٺڙين ۽ لطيف ڳالهين سان منهنجي دل وندرائيندي رهي، جن سان ٿوريءَ دير لاءِ منهنجي بک جو احساس ڪجهه گهٽجي ٿي ويو. پر ڪڏهن ڳالهين سان به پيٽ ڀرجي سگهيو آهي. چاهي انهن ۾ ماڪيءَ جي مٺاڻ هجي يا ڪيترين ئي لطيف هجن. انهن سان پيٽ نٿو ڀرجي سگهي. پيٽ جي دوزخ کي ڀرڻ لاءِ ته صرف ماني درڪار آهي، صرف ماني، جا منهنجي ماءُ وٽ نه هئي. منهنجي بک رکي رکي اوچتو شدت اختيار ڪري ٿي وئي، جڻ اوچتو ڪنهن دهل تي ڏونڪو هڻي ٿي ڇڏيو. منهنجي صبر جو پيمانو لبريز ٿي ٿي ويو. نيٺ مان رهي نه سگهيس ۽ ماءُ جي چولي سان چنبڙي پنهنجي دل جو حال اوريم، 'امان، مونکي بک لڳي

آهي.‘ امان منهنجي وارن تي هٿ ڦيريو ۽ چيائين، ’مران شال، هاڻ ڇا ڪيان، دڪان واري ٻه اڏار ڏيڻ کان جواب ڏئي ڇڏيو آهي.‘ امان پنهنجي پريشانيءَ کي لڪائيندي مسڪرائڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. اوچتو هن ڪجهه سوچيندي چيو، ’هلي آ پٽ ته پنهنجو گهر ڳولهيون، شايد ڪٿي پئسا رکي ڀلجي وئي هجان،‘ پوءِ ته بس- مون ۽ امان سڄو گهر ڦٿوڙي ڇڏيو. ڪٻٽ، جارا، پيٽيون- هڪ هڪ ڪري اٿلائي ڏٺاسين پر ڪٿان هڪ پائي به نه ملي. امان ٿڪجي اچي موڙي تي ويٺي ۽ مان به سندس سامهون اچي کٽ تي ليٽي پيس. اوچتو امان کي ڪا ڳالهه ياد آئي ۽ چوڻ لڳي، ’اڙي! هڪڙي جڳهه ته پاڻ ڀلجي وياسين! وهنجڻ جي ڪمري جو جارو ته پاڻ ڏٺوئي ڪونه!‘ پوءِ ته مون به وٺي امان جي پٺيان ڊوڙ پاتي، جڻ اتي روپين جو مينهن وسي رهيو هجي. امان جلديءَ سان جاري ڏانهن هٿ ڊگهيريو. خوشيءَ کان هنجي وات مان رڙ نڪري وئي، جڻ هنکي قارون جو خزانو ملي ويو هجي. ’ملي ويا.‘ مون تيزيءَ سان امان کان پئسا ڦرڻ لاءِ هٿ وڌايا پر امان مونکي روڪي ڇڏيو ۽ چيائين، ’نه پاٽي! ائين نه، ڀرين ٻڌاءِ، گهڻا پئسا آهن منهنجي مٺ ۾؟‘ اهي پئسا امان اڄان پاڻ به نه ڏٺا هئا. ’روپيو،‘ مون خوشيءَ مان رڙ ڪئي.

’غلط.‘

’اٺ آنا.‘

’نه.‘

’پلا به آنا‘

’نه،‘ ۽ جيئن جيئن انهن پئسن کي ڏسڻ لاءِ منهنجي بيچيني وڌندي ٿي وئي تيئن تيئن منهنجو واڪ گهٽبو ٿي ويو.

’ آنو ، ‘ مون آخري واڪ ڏنو. امان هڪدم پنهنجي مٺ کولي ڇڏي. امان ٻنهي ماءُ پٽن جي واتان رڙ نڪري وئي.
’چار آنا .‘
”پر ٻئي لمحي امانجو آواز ڪمري ۾ هڪ اداس پڙاڏو ڇڏي ڏي ويو. امان ٻنهي ماءُ پٽن جون اکيون قاتل جون قاتل رهجي ويون. اها پائلي ڪوڙي هئي. ڪٽيل زنگ آلود پر منهنجي اکين ۾ چمڪ اچي وئي، چيم، ’امان! هلي ويندي، آچر جي ماءُ انڌي آهي شام جو دڪان تي اها ئي وهندي آهي. انهيءَ کي ڏيندس.‘
’هشت ڪنا ڇوڪرا،‘ امان ڪاوڙ مان چيو ، ’ اسڪولي ٻار تي اهو نيچ خيال تنهنجي دل ۾ ڪيئن آيو؟ ڇا توکي خبر نه آهي ته ڪنهنکي دوکو ڏيڻ گناهه آهي؟‘ مان ڦڪو ٿي ويس. امان ٻانهن جي پوري طاقت سان اها پائلي ٻاهر اڇلائي ڇڏي
مان وري اچي کٽ تي ليٽيس. امان ڪنهن گهري سوچ ۾ ٻڏل هئي. هوءَ ڪمري ۾ هڪ پت کان ٻيءَ پت تائين اچ وڃ ڪري رهي هئي جيئن امانجو ماستر حساب ڏيڻ مهل ڪلاس ۾ اچ وڃ ڪندو هو. امان جي چهري تي هڪ عجيب تاثر هو. جڻ هوءَ ڪو وڏو مسئلو حل ڪري رهي هجي. هنجا قدم ڪڏهن تيز ٿي ٿي ويا ته ڪڏهن آهستي . اوچتو امان ڪنهن جو آواز ڪنائيندي ٻڌي رهي ۽ چيائين، ’ وڃ پٽ! انهيءَ گهورڙئي کي وٺي آءُ.‘ مون ڪنايو ـ اهو آواز پراڻا ٽامي ۽ پتل جا ٿانو- وٺڻ واري گهورڙئي جو هو. مون کيس وٺي آئي گهر جي دروازي تي ويهاريو.
’ پائي! هن وٺي جا گهڻا پئسا ڏيندين ؟‘ امان در جي اوٽ مان وٺي وارو هٿ ٻاهر ڪيي چيو. گهورڙئي امانجي وٺي کي خوب تڪي توري ڏسڻ ڪانپوءِ جواب ڏنو، ’اٺ آنا.‘ امان

هڪدم چيو ، 'ڀائي ڪجهه خيال ته ڪر ـ ڇهون ڪورو وتو آهي.' گهورڙئي وتو موٽائي پنهنجو گاڏو وڌائيندي چيو ، 'مائي اڄڪلهه مهانگائي جو زمانو آهي. تامي پتل ڪي ڪير ٿو پڇي.' امان ڪجهه دير ته منجهي بيهي رهي. پوءِ مونڏانهن غور سان نهاري پيار سان مٺي تان هٿ گهمائي چيائين ، 'ٻوڙ پٽ ، انهيءَ گهورڙئي کي وٽو ڏئي اٺ آنا وٺي دڪان تان اٽو وٺي اچ ، ته توکي ماني پچائي ڏيان.'

ٿوري لمحي منهنجي هٿ جي ترِيءَ تي هڪ آڌي ستاري وانگي چمڪي رهي هئي ـ مان پوريءَ طاقت سان مُٺ ڀيڙي دڪان ڏانهن ڊوڙيس. اڃان مان دڪان تي پهتوئي مس هئس ته آچر دڪان بند ڪري رهيو هو.

'سيٺ اٽو ڏي ،' مون هٿ واري آڌي وڌائي ڪيس چيو.

'پڙهين پئسا موڪيا آهن ڇا؟'

'ها ، منهنجي وات مان نڪري ويو. آچر يڪدم منهنجي هٿ مان آڌي وٺي چيو ، 'وڃ ! ڀڙين گهران منهنجا پئسا وٺي اچ ، پوءِ اچي اٽو وٺ.' مونکي پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو. مون ڪجهه چوڻ چاهيو ته پر منهنجي چپن تي جڻ مهر لڳي وئي هئي. مان لاچار خالي هٿين موٽي آيس.

'امان منهنجو لٿل منهن ۽ خالي هٿ ڏسي گهبرائجي پڇيو ، 'چو پٽ! اٽو ڪٿي آهي؟ پئسا ڪري پيا ڇا؟'

'نه ، آچر ڦري ورتا ،' مون روئڻ هارڪو ٿي چيو.

'اڙي انهيءَ ۾ روئڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي. هنجا تہ اڃان پاڻ ڏانهن پئسا آهن.'

'امان! مونکي بک لڳي آهي ،' مون ڳوڙها روڪڻ جي ڪوشش ڪندي چيو.

'بس ڳالهه به ايتري. هلي آ ته پنهنجي پٽ کي بوندي ڏيان.''

'بوندي ڪٿان آئي؟''

امان چيو، 'پٽ! سليم ڪي ڀاءُ ڄاڻو آهي. انهن ورهاڻي آهي.'
پوءِ امان هڪ سامر ۾ ٻوندي رکي ۽ گلاس ۾ ڀڪريءَ
جو ڪير وجهي منهنجي اڳيان آڻي رکيو. پر اها ٿورڙي ٻوندي
۽ ڪير منهنجي سڄي ڏينهن جي بک اجهائڻ لاءِ ڪافي نه هئا.
شام جو دونهانٽيل ڏنڌلڪا گهرا ٿيندا رات جو روپ
ڌاريندا ويا. ڪتان ڪڪرن جي ڪارن تهن مان
ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ تارو نمڪي پنهنجو نور اڇوڻي رهيو هو.
امان چيو، 'پٽ رات پئجي وئي آهي. هاڻ اچ ته توکي ننڍ
ولايت جي ڪهاڻي ٻڌايان.' پوءِ مان ۽ امان پنهنجيءَ کٽ
تي اچي ليٽياسين. امان پنهنجي ٻانهن منهنجي سيرانديءَ ڏيئي
مونکي ننڍ ولايت جي ڪهاڻي ٻڌائڻ لڳي جتي ماڻهو ڇهه مهينا
سمهندا ۽ ڇهه مهينا جاڳندا هئا. مون امان جي ڳالهه اڌ ۾
ڪاٽيندي چيو:
'امان! اهي ماڻهو ڇهه مهينا ڪيئن سمهي سگهندا هئا؟
ڇا ڪين بک ڪانه لڳندي هئي؟' امان مونڏانهن غور سان
نهاريو ۽ مرڪي چيائين، 'ها! انهنکي ڪانه لڳندي هئي.
تون ماٺ ڪري ڳالهه ٻڌ.'
'مونکي بک لڳي آهي،' مون ضد ڪيو.
امان جون اکيون اونداهي آسمان ڏانهن کڄي ويون جڻ
هنجون نظرون ڪجهه تلاش ڪري رهيون هجن ۽ هن انتهائي
پيريل آواز سان چيو، 'ڏس پٽ! اج چنڊ ڪٿي نڪتو
آهي؟ پاڻ غريب آهيون. پنهنجي مانيءَ جو حساب چنڊ
وانگي آهي. ڪڏهن چوٿو، ڪڏهن اڌ، ڪڏهن سڄي ته
ڪڏهن آهيئي ڪونه.' مون اونداهي آسمان ڏانهن نهاريو ۽
امان جي ڪڇ ۾ اکيون ننڊ پئجي ويس."
سهڻي ڪتابي سلسلو ۵ ۽ ٦ نمبر

جون ۽ جولاءِ ۱۹٦٦ع حيدرآباد سنڌ

# هڪ هرڻيءَ جي ڳالهه

حميد سنڌي

هيءَ ڪنهن خاص هرڻيءَ جي ڳالهه ڪانهي. هيءَ سڀني هرڻين جي ڳالهه آهي جن جون سهڻيون من موهڻيون اکيون مشهور آهن. حقيقت ۾ هيءَ ڳالهه سڀني اکين جي آهي، جيڪي ڳالهائي ڄاڻنديون آهن، ۽ هيءَ آهي ٻه ڳالهه.
اڄ ته توهان کي هرڻيءَ جي ڳالهه، اکين جي ڳالهه، ڳالهه ۾ ٻڌائي ڇڏيان. ڇاڪاڻ ته انهيءَ ڳالهه مون کي ڇرڪائي ڇڏيو آهي.
ڪجهه ڏينهن ٿيا جو مان اباڻيءَ زمين تي زمينداري ڪرڻ ويو هوس. منهنجو ننڍڙو ڏهن ورهين جو پٽ به مان هيم. ڇاڪاڻ ته هيءَ ٻه سندس ابائي ملڪيت هئي ۽ ڪيس ئي سنڀالڻي آهي. پوءِ ڀلا ڪيس ڀاڻ ڪسان، زمين ڪان ڇو الڳ رکان؟ زمين تي پهتس ته هارين جي گهرن جي ٻاهران ئي ديري تي هنڌ کٽولا وڇايل هئا ۽ ڏاڍو ٻالم تي وڃي ڪرت ڪي لڳس.
ٿوريءَ ويرم ڪان پوءِ ڏٺم ته مون وارو ڏينگر گم هو. پڇا ڪيم ته ٻڌائون: ”سائين علو ڪمدار ڪيس گهر ڏي وٺي ويو آهي.“ دل ۾ خوش ٿيس. ڇيم ته هاري نه سندس ۽ انهن جا ننگ نه سندس. ڪيس ئي سنڀارڻا آهن. ڪا مهل ٿي ته ڏسان ته هڪ ننڍڙي ٻچت هرڻي نچندي اچي ۽ هو انهيءَ سان کيڏندو اچي.

”اڙي بابا، هيءَ هرڻي ڪنهن جي گهلي آيو آهين؟“
”بابا، چاچا ڪمدار وٺي ڏني آهي. غلامو هاريءَ جي پٽ جي آهي. بابا، هو وري ڏسي نه پيو، روئي پيو. چاچا ڪمدار

ڏڙڪا ڏئي هرڻي ڪٽي آيو.“
الائجي ڇو، مون کي ڇرڪ ڀڄي ويو ۽ اٿي ويهي رهيس. ”پر
پُٽ، هيءَ پرائي آهي، غلامو جي پٽ جي آهي، توهان کي
نه وٺي اڇٽي هئي.“
”بابا، هرڻي مون کي وٺي ڏي، مان نه هيءَ ڪٽندس.“
مون سندس اکين کي پرجندي ڏٺو. سندس اکيون التجا سان
ڀريل هيون. مون ڪمدار ڏي ڏٺو.
”سائين ڪهڙي ڳالهه آهي، هيءَ راڄ سڄو تنهنجو آهي. سڄي
تنهنجي ملڪ آهي، هرڻي ڪهڙي شيءِ آهي. غلاموءَ جا مائٽ
جبل ڏي رهندا آهن. حڪم ڪريو ته ٻيون هرڻيون ڪوڙ.“
غلامو اڳتي وڌي آيو، ”بادشاه، ننڍڙي حاڪم تان هڪ
هرڻي ڇا، سو هرڻيون قربان. منهنجي پٽ اها پالي آهي، تڏهن
ڪيئن ڪيو اٿائين. ڪيس ٻي گهرائي ڏيندس. هرڻي ننڍڙي
حاڪم جي ملڪ آهي منهنجا سائين!“
مان ويهي رهيس. ڪمدار، غلامو، عاڻ، جانڻ، ولو، ڳاهُ
۽ رحيمو واري واري تي ڳالهائيندا رهيا. مان سمجهي نه ٿي
سگهيس. منهنجون اکيون پنهنجي نينگر تي ڪتل هيون، جيڪو
هرڻيءَ سان کيڏي رهيو هو. منهنجي لاءِ وقت پنڀرو هليو ويو
هو ۽ ان نينگر جيءَ جاءِ تي مان انهيءَ ئي هرڻيءَ سان کيڏي
رهيو هوس. رڳو زمان و مڪان جو فرق هو. منهنجي سامهون
ڏند ۾ ويڙهيل ڪارا ٽڪر هئا. انهن جبلن جي هنج ۾ لس
ٺي لس ميدان ۾ ننڍڙو ڳوٺڙو هو، انهن گهرن کان پرڀرو
سرڪاري بنگلا هئا، ڪجهه ڪوارٽر هئا ۽ مان هيس. هڪ
مون وانگر ننڍڙي هرڻي جنهن جو نالو ڪرنجڙي هو، مون
سان ساڻ هئي. مون به پٺيءَ ساڻس نينگ ڏٺا. مون سندس ڳچيءَ
۾ هٿ وجهي سندس اکين کي چميو. مون کي سندس اکيون
اهڙيون وڻنديون هيون، جو جڏهن بابا جي آڏو انهن اکين جي

سارا هم ڪندو هئس ته بابا ڪلي منهنجيءَ ماءُ کي چوندو هو،
”پٽهين ته ڪو شاعر ٿيندو.“
هرڻي ڇلانگ ڏئي ۽ سندس اکين ۾ مستي نه پرجي- اڻ ٿيٺي
آهي. انهيءَ مهل سندس اکيون سندس انگ انگ جي مستيءَ
کي ظاهر ڪنديون هيون، مان انهي مستيءَ ۾ ٻئي گم هيس
ته بلاول ڊوڙندو آيو ۽ هرڻيءَ کي رسي کان وٺي ڪاهڻ لڳو،
”هيءَ هرڻي منهنجي آهي، هاڻ توکي نه ڏيندس. سچو ڏينهن
تو ڊوڙائينس. منهنجي هرڻي ٿڪجي پئي آهي.“
مون وت آهر وڌي کائنس هرڻيءَ جي رسي ڇنڻ جي ڪئي،
پر مان آفيسري ٻار ڪاٺي، هو جابلو اينگر ڪٽي، هڪ ئي
ڌيلهو ڏنائين مان پري وڃي پيس.
مون روئي اچي بابا کي دانهن ڏني. پلا ڪاٺي بابو منهنجو
ضلع جو وڏو آفيسر، ڪاٺي هڪ پٽيوالو ۽ انجو پٽ. ان مهل هرڻيءَ
اچي بنگلي تي ٺڪاءُ ڪيو. بلاول جو ڪوارٽر پري نه هو،
سندس رڙيون سڄي رات پئي پڌيون، هو چوندو رهيو، ”بابا،
منهنجي هرڻي، بابا منهنجي ڪونجڙي!.“
هيءَ ته ڳالهه ئي نه هئي جو پٽيوالو همت ڪري پنهنجي
آفيسر کي چوي. بلاول پئي ڏينهن تپجي پيو. مان وٽس هرڻي
کڻي ويس. چيومانس ته گڏجي کيڏون جيئن اڳي کيڏندا
هياسين. پر هو چوي ڪونجڙي منهنجي آهي. رڳو منهنجي
آهي!“
سرڪاري ضد ۾ هرڻي منهنجي هئي ۽ مان هرڻيءَ سان وڃي
کيڏڻ لڳس.
شام جو اهو ئي ميدان، آهي جبل ۽ ڪونجڙي هئي. انهن ڏنم
ته بلاول ڊوڙندو آيو، ”هاڻي هيءَ هرڻي منهنجي آهي. بيگم
صاحب چيو آهي ته پلي وڃي تون کڻ. منهنجيءَ امان مونکي
بيگم صاحبه کان هرڻي وٺي ڏني آهي.“

مون سامهون نظر ڪئي، بنگلي جي ٻاهرئين ٿلهي تي منهنجي امان بيٺي هئي ۽ اشاري سان مونکي سڏي رهي هئي. مونکي ياد آيو ته بابا ٻه ٻاهر گشت ۾ ويل آهي. ٻاسو ڪٽڻ وارو ٻه ڪونهي ۽ هرڻي ٻه هلي ويندي. ڏاڍي خار سان هرڻي ڪاهيندو بنگلي ڏانهن هليس. اتي پهتس ته امان پيار سان سمجهايو ۽ سان هرڻيءَ ڏي ڏسندو رهيس، جا آرام سان ٿلهي وٽ ويٺي هئي.

الائجي ڇو ايڏي بي عزتي ڀانيم جو جلد هڪ فيصلو ڪري ورتم. مونکي ان مهل نه ته هرڻيءَ جون ڇلانگون ياد آيون، نه مُن موهڻيون اکيون. بس چپ چاپ ٿلهي تي چڙهي ويس ۽ اک هڪ چڱي ڳري پٿر تي هيم. اک ڇنڀ ۾ ڪٺي هرڻيءَ مٿان اڇلايم. جيستائين امان پهچي، ٻلاول ڊوڙي ڀا هرڻي سجاڳ ٿئي، هرڻيءَ جو مغز ٻنهن ڏاري وڌم. منهنجي اکين آڏو هرڻيءَ جون آهي اکيون ياد آهن، جن ۾ اهڙيون التجائون صدين جون صدائون هيون، جو ائين سمجهيم ته سڄي وادي گونجي اٿي آهي. ان سان گڏ ٻلاول جون دانهون آيپ ڏاري رهيون هيون. مون ٻلاول جي اکين ۾ ٻه اهي ئي صدائون پسيون. الائجي ڇو سندس اکيون مونکي هرڻيءَ جي اکين کان مختلف نه لڳيون.

اڄ جڏهن منهنجو پٽ اهڙي هڪ هرڻي ڪٺي آيو ته سچ پچ ڏکي اٿيس. ۽ جيئن ڇرڪ ڀريم ته ڏسان منهنجو پٽ مونکي ڪجهه چئي رهيو آهي.

”بابا هو آهي غلاموءَ جو پٽ!“ ڏٺم ته هڪ نينگر ڪنڌ هيٺ ڪيو، ٻني تان وڃي رهيو آهي، ڇانگ ڪرڻ لاءِ هڪ ننڍڙي ڪهاڙي هٿ ۾ اٿس، جا پوڙن تي هڻندو نڪتو پئي ويو.

مون غلاموءَ کي ڇيو ته ڪيس سڏ ڪري. غلاموءَ جي سڏ

تي هن لوڏو ورايو ۽ ڪجهہ وقت اتي ئي بيٺو رهيو ۽ پوءِ سري ويجهو آيو. سندس اکيون ڳاڙهيون ڪري رڙهيون هيون.

”پٽ اوري آ. تو ڪي هرڻي ڪٿي؟“

يڪدم مون واري پٽ ڏانهن ڪئي. ”بابا مان هرڻي ڪونہ ڏينديس!“ مون ڏٺو تہ سندس اکين ۾ جا جوت هئي، اٽ مايوسيءَ جا پاڇولا اچي ويا هئا.

”نہ سائين، هرڻي ننڍڙي حاڪم جي آهي. اڙي هل ڇورا! وڃي ٻڪرين کي ڏس۔ هل.“ غلاموءَ ڇهڙ ڏنس.

مون يڪدم کيس روڪيو، ”پٽ، ٻيهر اسان هرڻي کڻون ٿا، پر اڄين نہ. اچي هيءَ وٺ. تون بہ هرڻي وٺجانءِ.“ ڏانهس پنجاهہ جو نوٽ وڌايم. ڏٺم تہ سندس اکيون پرجي آيون هيون. هن نوٽ وٺي هرڻيءَ ڏانهن ڏٺو جا پريرو وڻ سان ٻڌي بيٺي هئي، اوچتو سندس اکين ۾ مون هڪ عجيب چمڪ ڏٺي. هن مون ڏانهن ڏٺو، هن جون اکيون ڳالهائي رهيون هيون اهڙي ڳالهہ، جنهن ۾ نہ التجا هئي، نہ صدا هئي، جيئي هئي، جنهن پڙڪو ڪاڏو هو ۽ هو الر ڪري هرڻيءَ ڏانهن وڌيو. مان تہ پنڌ پاڻ ئي ويو هوس. هن جي ڊوڙ، ٽڪائي ۽ جلدائي حيرت ۾ وجهندڙ هئي.

هن هڪ ئي ڌڪ ۾ ڪهاڙيءَ سان هرڻيءَ جي سنڍي لاهي وڌي. وڄ هئي جنهن وراڪو ڏنو هو. مون ڏانهس ڏٺو، هن مون ڏانهن ڏٺو، ۽ سندس اکين هڪ دفعو وري ڳالهايو. مان ڇا ٻڌايانوَ تہ هن جي اکين ڇا ڳالهايو. شايد وقت اهڙو اچي جو توهان سان انهن ئي ڪي اکيون ڳالهائين ۽ سمجهو تہ هو ڇا ٿيون چون. هن نوٽ ڦاڙيو، ڏڙها هنيا ۽ واڪا ڪندو ڊوڙندو نڪري ويو. مون ڏٺو تہ ڇوڪرو پنهنجي ويو. مان وڏي هرڻيءَ ڏانهن ويس. اهي اکيون اهي ئي التجائون، اهي ئي صدائون.

هرڻيون شايد هرڻيون آهن، سڀ ساڳيون. من موهڻيون اکيون، اهي ئي اکين ۾ التجائون ۽ صدين جون صدائون. پر ماڻهو! منهنجي آڏو ٻلاول جون اکيون، پوءِ غلاموءَ جي پٽ جون اکيون ڦري آيون. ڪيڏيون نه مختلف هيون!

”ڪيڏو نه زمان و مڪان جو فرق آهي!“ مون سوچيو.

مون پنهنجي پٽ ڏانهن ڏٺو جو هرڻيءَ مٿان رڙيون ڪري روئي رهيو هو. مون کي ائين لڳو ته هو ٻلاول ٻئجي ويو آهي.

چهه ماهي پرک ١٩٧٧ع

سنڌي شعبو سنڌ يونيورسٽي

# سڪايل روح

## غياث جوڻيجو

”آيو اٿو؟ لاڏلو خير سان رُلي پئي! ڇهين بجي شام جو گهران
نڪتو آهي، ۽ مٿان اچي رات جا ست لڳا آهن!...“
ويچاري اچـا گهر اندر پير پاتوئي مس، ته ماڻس جا تيز لفظ
تير جيان معاس دل ۾ چُڀي ويا، جن ڪيس اينڌڙ آپدا جو
اڳواٽ اشارو ڏيئي ڇـڏيو. هن جي دل ڌڙڪڻ لڳي، ۽ بدن
مان ست ڇڏائجي ويس.
”آهي ڪٿي؟..... اڙي، ڪيڏانهن ويـو هئين؟ ڪيترا ڀيرا
سمجهايو اٿمانءِ ته رات جو ديـر تائين ٻاهر ڌڪا نه کائيندو
ڪر؛ پر تون مُڙين ئي ڪونه ٿو!... لوفر.. بدمعاش!“
’ٺهه‘ ...... ڪنڌ ساڄي ڪلهي ڏانهن مـڙي ويس، هيسيل
هرڻيءَ جيان، سهميل نگاهن سان هـو پيءُ ڏانهن ڏسڻ لڳو.
پٽس، اوڏيءَ ئي مهل وڏيون پرانگهون پريندو، ڪيڏانهن نڪري
هليو ويو. هو آتي ئي بيٺو سڏڪا ڀريندو رهيو. ڀهريائين تـه
هٿن جـي ڀڳين سان اکيون مهٽڻ شروع ڪيائين، ۽ ڀـوءِ
قميص جي پلاند سان پنهنجا آلا نيڻ اگهڻ لڳو. ڀيڻل پنبٽيون
ڪٿي، ’ماءُ‘ ڏي نهاريائين. هوءَ ڪانئس بيپرواهه، ننڍڙي طارق
کي ننڊ ڪرائڻ ۾ مشغول هئي. ڪجهه ويرم کان پوءِ جڏهن
ڪڪو ننڊ پئجي ويو، ته هوءَ کٽ تان آهستي آٿي،
۽ ڪڪي مٿان رئو وجهندي چوڻ لڳي:
”ڪير ٿو چويئي ته رات جـو دير تائين پندو وت! ماڻهو
سويل گهر موٽي آيو...! پيا ٻار ڏس، ــــ ڪير ٿو هن وقت
گهمي؟ اسان کـان آڌيءَ رات تائين ڪر سنڀاليا نٿا ٿين.

ڇڏهين ڪي ڇنڊ، ته ڪا نوڪرياڻي رکي ڏنيئي؛ پوءِ ڀيو رانگا ڍنگا ڪر!"

هو سيڪجهه ٻڌندو رهيو— خاموش، بلڪل چپ. ڳالهائي به ڪيئن؟... شڪايت ڪري به ته ڪنهن سان؟ دانهن ڏئي به ته ڪنهن کي؟ گهر ۾ سندس غمگسار هو به ڪير، جنهن سان پنهنجو ڏک سک اوري؟ ماٺ ميٺ ۾ چار ڳوڙها ڳاڙي، خاموش ٿي ويندو هو.

انور، ڇهن ستن سالن جو معصوم، ڏاڍو وڻندڙ ۽ پيارو ٻار هو. اڃا چار سال ئي مس گذريا هئس ته ماءُ کيس پيءُ جي حوالي ڇڏي، هميشه لاءِ ڪانئس جدا ٿي ويئي— ۽ هو هميشه لاءِ مادري محبت ڪان سڪايل رهجي ويو. پڻس جو ان وقت مٿس ايترو چاهه هو جو اصل ٻيءَ شاديءَ جو خيال ئي ڪڍي ڇڏيو هئائين. تمام مشڪل سان، مٽن مائٽن ۽ يارن دوستارن جي اصرار تي، نيٺ هن ٻي شادي ڪئي. گهڻي وقت تائين انور پنهنجيءَ نئينءَ ماءُ لاءِ وندر بڻيو رهيو. پڻس به سندس پرورش تي جوڳو ڌيان ڏيندو هو. پر جڏهن ڪان طارق جو گهر جي ٻاتين ۾ اضافو ٿيو هو، انور جي ماڻيجي ماءُ آهستي آهستي منجهانئس چاهه گهٽائيندي رهي— هن ڪي دل وندرائڻ لاءِ هاڻي پنهنجو ٻار هو. ننڍڙي ٻار ڪي هوندن به گهر جا ٻاتي وڌيڪ ٻائيندا آهن. انور جي چنچلتا ۾ هاڻي ماءُ توڙي پيءُ لاءِ اها ڪشش نه رهي هئي. طارق ٻنهي جي توجهه جو مرڪز بڻيل هو. انور جون رواجي شرارتون به هاڻي هنن کي بيزار ڪرڻ لڳيون هيون. خسيس خسيس ڳالهين تي جڏهن پڻس کيس ڇڙٻون ڏيئي ڪيندو هو، ته انور جي اکين مان لڙڪن جي قطار وهي هلندي هئي، ۽ سندس نازڪ دل تي مايوسيءَ جو احساس وڌيڪ گهرو ٿي ويندو هو. اڄ به معمولي غلطيءَ تي کيس ڇڙٻيو ويو هو، جنهنڪري سندس دل ٻرجي آئي هئي.

آئي .. اندر مائي ٻيٺي اٿئي، ڪيڏي وڃي ڪاٿي!؟ 'ماٺس' جڏ
اڪبر سنڌس ڪن تي ٻڌاءِ هن جا قدم خودبخود بورچيخاني
طرف وڌڻ لڳا. ٿالهه هيٺان ڍڪيل ماني ڪڍي، ڪاڻ ويٺو.
هيترن ڏڪرن ڪاڻ ڪان پوءِ مانيءَ لاءِ ڪا اشتها ڪانه رهي
هيس. زوري ڪري هڪ ٻه گرهه ڳريائين، پر اُنهن ٻئي ڳاسيس ته
گرهه نڙيءَ ڪان هيٺ لٿو ئي نٿي. ماني وري ٻه ٿالهه هيٺ
ڍڪي، چپ چاپ ٻاهر نڪري آيو، ۽ اڱڻ جي ڪنڊ ۾ پيل
کٽولي تي اچي ليٽي پيو. ننڊ سندس نيڻن مان نڪري چڪي
هئي. ڪمزور دماغ ۾ طرح طرح جا خيال جنم وٺي رهيا هئا. 'آخر
اما ۽ بابا مون کي ڏڪڪا ڇو ٿا ڏين؟ ... مون کي مارين
ڇو ٿا؟... ٻاڻ ماني کائي، مون لاءِ ڪٿي رکي ڇڏين __ وٺي
تڏهن اچان!... اما کي ته منهنجي ڪا ڳالهه ڪانه ٿي وڻي...
پر بابا ڇو ٿو ائين ڪري؟... اهو به طارق کي ته گهڻو ڀـو
ڀائي!...' اها ته خبر هيس ته ڏيءَ سندس سڳي ماءُ ڪانه هئي،
کيس چڱيءَ طرح ياد هو ته هڪ دفعي ٻڌس کيس ٻڌايو هو
ته سندس وڏي ماءُ ويٺي آهي الله سائينءَ وٽ. هن جي معصوم
ذهن سوچيو، 'امان مون کي ٻـ ڇو ڪين الله سائينءَ وٽ
وٺي ويئي؟ مون کي ڇڏي ڇو ويئي؟ سائرون ته پنهنجن ٻچن
کي ڪيڏانهن به ڪڏ وٺي وينديون آهن!...' اهڙو خيال ايندي
سندس اکيون آليون ٿـي ويئون. وري خيال آيس، 'شايد اما
سوچيو هوندو ته آءُ آئي ڪا شرارت نه ڪريان ... پر آءُ ته
ڪابه ڪيچل ڪانه ڪندو آهيان. اسڪول ۾ ٻـ ماٺ ڪري
ويهندو آهيان. مون کان زياده مستي ته اڪبر ڪندو آهي ...
اسڪول ۾ ڇوڪرن سان وڙهندو آهي، سائينءَ جا چاڪ
چورائيندو آهي، ميني کي گاريون ڏيندو آهي.... تڏهن به اڪبر
جي مٽمي ان کي ڪيترو نه پيائيندي آهي! اسان جي گهر
ايندي آهي، ته به اڪبر کي گڏ وٺي ايندي آهي......'

ٿي پور پچائيندي، الائي ڪيڏيءَ مهل هن جي اک لڳي ويئي.

پنهنجي ڏينهن اهو واقعو خواب سمان هو، جنهن جا ڪجهه مٽيل نشان انور جي دماغ ۾ اڃا موجود هئا. جلدي جلدي تيار ٿي، هو اسڪول روانو ٿيو. اسڪول ۾ ڪو دلگهريو دوست هوس ته اهو ئي اڪبر. ٻئي ۾ پڪي سنگت هوندي هئي. ساڳئي ڪلاس ۾ پڙهندا هئا، ويهندا به هڪڙيءَ ئي بينچ تي هئا، رسيس ۾ ته جيستائين گڏجي شيءِ نه کائيندا هئا، تيستائين چڻ ته مزو ئي ڪين ايندو هون. اڄ انور اسڪول آيو ته خلاف دستور اڪبر نظر نه چڙهيس. ڳوليائين، پڇا ڪيائين، پر اڪبر اڃا اسڪول آيو ئي ڪونه هو. سمجهيائين ته متان دير سان اچي، پر گهنڊيءَ لڳڻ بعد به انور بينچ تي اڪيلو هو. اڪبر اڄ به غير حاضر رهيو. اڪبر بنا انور کي ڪلاس ۾ سک ئي نه پئي آيو. پڙهائيءَ ڏانهن ته سندس ڌيان ئي ڪين ويو. هن جي دل اداس هئي، ملول ۽ موڳو ٿيو ويٺو هو— چڻ ته ڪنهن ڳالهه سان سندس واسطو ڪونه هو.

”انور، تون ڇا پيو ڪرين!“ استاد دڙڪي سان پڇيو.

سڀئي ڇوڪرا انور ڏانهن نهارڻ لڳا.

”جي، سائين...“ انور سڌو ٿي ويٺو.

”سبق ياد اٿئي؟ بيت ٻڌاءِ!“

انور بيت پڙهڻ شروع ڪيو. هٻڪندي هٻڪندي بيت ته پورو ڪيائين، پر استاد لڪڻ کڻي اچي مٿان بيٺس—

”تون ڏينهون ڏينهن وڃين ٿو شيطان ٿيندو. بيت ته پورو ياد نه اٿئي. گهر محنت ڇو نٿو ڪرين؟... هٿ ٻاهر ڪڍ!“

انور جي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا. ترسي ترسي، هن هٿ اڳتي وڌايو— ننڍڙو، نازڪ هٿ. ٻه دفعا ٻيد جو شپڪو ٿيو. هن

ڏانهن ٻه ڪانءَ ڪٿي پنبڻين ۾ اٽڪيل ڳوڙها ٻاهر نڪتا، ۽ ڳلن تان ترڪندا اچي اڳيان پيل ڊيسڪ تي ڪريا. هو پنهنجي ڳاڙهي ٽپل هٿ کي ڏسندو رهيو. ڪلاس سڄو خاموش ٿي ويو. ڇوڪرن پنهنجا ڪتاب کولي سبق ياد ڪرڻ شروع ڪيا.

'سائينءَ' جو غصو اڃا پورو نه لٿو هو: ”تون هاڻي بلڪل مست ٿيندو پيو آهين. آءٌ اڄ پڦهين سان ملندس، ۽ کيس ٻڌائيندس ته تون ڪلاس ۾ ڪهڙيءَ طرح ڪم نٿو ڪرين!“ پيءُ سان شڪايت جو ٻڌي، انور جي اکين اڳيان اونداهي اچي وئي. ليڪن ڪانڌارجي ويس— ڄڻ ته ملڪالموت کي سندس روح قبض ڪرڻ جو حڪم ڪيو ويو هو. چپ چاپ، ڪنڌ هيٺ ڪري، بينچ تي ويهي رهيو.

اڄ هو تمام گهڻو غمگين هو. دل ڪلاس کان ڪٽي ٿي پيئي هيس. رڳو انهيءَ انتظار ۾ هو ته موڪل ملي ۽ هن مصيبت مان جند ڇٽي. رکي رکي ماستر تي ڏاڍا خار اچڻ لڳس— 'سائين تمام خراب ماڻهو آهي! بيت ته مون کي پڪو هو. ڇوري ته وري سڄو يڪساهيءَ ياد ٻڌايائس! رڳو هڪڙي سٽ ڀلجي ويس ... ۽ ڀر هڪڙو ته ماريائون، ٻيو وري هاڻي بابا کي ڏانهن ٿو ڏئي! ... ڀلي ڏانهن ڏئي، بابا مون کي ڇا ڪندو ... بابا؟ ... هو تمام ڪاوڙيو! ... ڏاڍي مار ڏيندو!... هو طارق کي ياٽي ٿو...' اوچتو گهنڊ جي آواز سندس خيالن جي سلسلي کي ٽوڙي ڇڏيو. هو ٽپ ڏيئي ٿيلهو ڪڇيءَ ۾ وجهي، ٻاهر نڪتو.

اسڪول جي عمارت اڪري جڏهن رستي تي پهتو، ته ويچار آيس ته 'ڇو نه اڪبر وٽان ٿيندو وڃان!'— ۽ خودبخود سندس رخ اڪبر جي گهر ڏانهن ٿي ويو.

اڪبر جي گهر پهچي، اڱڻ لنگهي، اندر داخل ٿيو. گهر جا ڀاتي وچئين ڪمري ۾ ويٺا هئا. هڪ پاسي پلنگ تي اڪبر ليٽيل هو. ميڙانديءَ کان ماڻس ويٺي هوا ڪئي. انور هوريان هوريان هلندو اچي پلنگ وٽ بيٺو. ڪيس ڏسي، اڪبر پنهنجيون اڌ ٻوٽيل اکيون بند ڪري ڇڏيون.

”ماسي، ڇا ٿيو آهي اڪبر کي؟“ هن اڪبر جي ماءُ کان پڇيو.

”ابا، جهولو لڳو اٿس. ڪالهه منجهند جو ڪو ويو هو بازار مان برف وٺڻ. ويجهڙائيءَ ۾ مليس ڪانه. رُلي رُلي برف ته هٿ ڪيائين، پر اچڻ سان ڪري پيو. ڏاڍو بخار آهي ٻچڙي کي!“ ماڻس پيار وچان اڪبر جي وارن ۾ آڱريون ڦيرائڻ لڳي. ڏاڏيس سندس پيرن کي زور ڏيڻ لڳي.

”امي، پاڻي—.“ پيٽس يڪدم هڪ موسميءَ جي رس ڪڍي آڻي ڏنيس.

پيار محبت جي اها روئداد ڏسي، هڪ دفعو وري انور جي اندر کي جهٽڪو آيو، دل پرجي آيس. اکين ۾ پاڻي تري آيس. ان گهڙيءَ هن پاڻ کي سڄيءَ دنيا ۾ اڪيلو تصور ڪيو، جنهن جو ڪوبه عزيز قريب، ڪوبه همدرد ۽ غمگسار نه هجي. هو قرب ۽ محبت جو بکيو هو— پيار جي ساگر جي هڪ قطري جو پياسي. معصوم دل ۾ اها تمنا پڙڪي آئي ته ڪير هن کي به پنهنجو سمجهي، هن جو به ڪو همدرد هجي، ڪو هن کي پنهنجو پٽ سمجهي پيار ڪري!

اڪبر جي ڏاڏي چئي رهي هئي: ”ڏاڍا خراب ڏينهن آهن. ٻاهر ڏاڍو جهولو پيو لڳي. اڪبر کي لُڪ لڳي آهي. الله پاڪ پنهنجو رحم ڪري، باقي هن هوا ۾ ته گهٽو هلجي به نه...!“

اهو ٻڌي اڪبر کان موڪلائڻ بنا ئي، انور هڪدم ڊُڪ پائي ٻاهر نڪري آيو.

جولاءِ جو مهينو، آرهڙ جا سخت ڏينهن، ڏاڪ منجهند، ٽنهڻ آس، ڪانوَ جي اک پٽي نڪتي ... انور ائين ئي گهٽين ۾ فضول هلندو رهيو. مٿو اگهاڙو، هلندي هلندي ڪلاڪ ـ سوا گذري ويس. چپ سڪي ٺوٺ ٿي ويس. اُس جي تيز تپت ۾، ڏاڍي اُڃ محسوس ٿيس. هوٽل ۾ لنگهي ويو. ٻه ڪا ٻه گلاس پاڻيءَ جا پي ويو. وري آئي پنڌ پيو...

هوربان هوريان مٿو گرم ٿيڻ لڳس. اکيون ڳاڙهيون ٿي ويس. بدن وسامندو معلوم ٿيس. ٽڪ سبب ٻت سڄو ساڻو ٿي پيس. ٽنگن ۾ ٽوٽ ۽ ڳوراڻ محسوس ڪرڻ لڳو. گهر جي در وٽ پهچي، مٿي ۾ چڪر اچي ويس. دل تي بار معلوم ٿيس، ۽ آتي ٿي در کي ٽيڪ ڏيئي آلٽي ڪرڻ ويهي رهيو. ڪتابن جو ٿيلهو ڪُلهي مان لڙڪي اچي پٽَ تي ڪِريو. ڪا ساعت هو اتي ئي مٿي کي هٿ ڏيئي ويٺو رهيو. نوڪرياڻي ٻاهر نڪتي، ته انور جي حالت ڏسي بي اختيار سندس واتان رڙ نڪري ويئي. پڻس ڊوڙي آيو. هڪدم اچي پاڪر ۾ کڻي آئينس. تکو تکو اندر اچي پلنگ تي ليٽايائينس. ”ڇا ٿيو؟... ڇا ٿيو؟“ — ماڻس ٻه پڇندي آئي. سيرانديءَ کان ويهي، مٿي تي هٿ لاتائينس — ڪوسو، جهڙو ٻاهه. اکيون لال، جهڙا ٽانڊا. ٻت سڄو ٽڙڪي رهيو هوس. پڻس تمام پريشان ٿي رهيو هو. هٿ وڌائي، پٽ ۾ لڳل پنکي کي وڌيڪ تيز ڪيائين. انور آهستي آهستي ورلي رهيو هو: ’... امان مون کي ڇونه ولي وئي؟... هتي مون کي سڀ مارين ٿا... مون کي سڄو بيت ياد آهي... منهنجا هٿ ڏکن ٿا... بابا مون کي ماري ڇڏيندو... اما! اما! ... اڪبر جي ممي ڏاڍي مٺي آهي ... منهنجي ممي تمام خراب آهي ... مون کي پيار به نٿي ڪري!...‘.

پڻس پنهنجيءَ زال ڏانهن نهاريو. عورت جي دل هئي. ڇا ٿيو

جي انور سندس پيٽ - ڄاڻو نہ هو، پاليو نپايو تہ پاڻ هئائين، سندس خاوند جي اکين جو نورهو. پاڻ ٻہ هڪ ٻارجي ماءُ هئي. ماءُ مامتاجو پرخلوص جذبو سندس سيني ۾ ڪروٽ موڙي آٿيو. ڇپن تي پيار ڀري مُرڪ آئي، انور جو مٿو ڪٽي پنهنجي گوڏن تي رکيائين: ”صدقي وڃان پنهنجي ٻچڙي تان!“— ائين چئي، سندس پيشانيءَ تي چمي ڏيئي، آهستي آهستي پنهنجون آڱريون هن جي وارن ۾ ڦيرائڻ لڳي.

ٽماهي مهراڻ، ١-٢/١٩٦٠

حيدرآباد سنڌ

# آهـــا

## طارق اشرف

صبح جي وقت، ڪنهن ٽڪري ڪم سببان وڃي رهيو هوس. گاڏي ڪاٺي وارو چوڪ مٿان ٽپي، ايراني هوٽل ڪان ڪجهه اڳيرو ٿيو هوس، جو اوچتو سوچ جو سلسلو ٽٽو. ڪنهن بشرٽ ڪاان جهلي ڇڪيو هو، مڙي ڏٺم. ننڍڙي نينگري هئي، لڳو هوم ته هن پئسا گهريا هئا. ڪاوڙ مان سندس هٿ ڇڏايم. "شرم نٿو اچئي. ايڏڙي – هيئر ڪان ئي پنين ٿي."

هوءَ هيسجي ويئي، هيسيل آواز ۾ چيائين، "مون ته پاڻي گهريو."

ائين محسوس ٿيم، ڄڻ پيرني رستي تي ڪنهن الف اگهاڙو ڪري وڌو هجيم. پر يڪدم خيال آيم، سامهون سبيل آهي. متان ايترا هيٺ آهن جو هوءَ پاڻ به پاڻي پري ٿي سگهي. ڪاوڙ موٽي آئي، وچڻ جي ٽڪر هئم. چڙب ڏنم، "هٿ ڪونه اٿئي، پاڻ ڇو نٿي پري پئين."

هنجي چهري تي ويچارگي ڦهلجي ويئي. جهيڻي آواز ۾ چيائين، "آءٌ مسلمين ناهيان."

ڏڏجي ويس، سوچ ۽ ٽڪر ۾، ڪيس غور سان نه ڏٺو هئم. هنجي ڪپڙن مان لڳو ته ڀيلڻ يا ڪولهڻ آهي.

مون وڌي، مٿ مان، پرسان رکيل جست جي مڙيل سڙيل گلاس ۾ پاڻي ڀريو، ۽ هوءَ وات وٽ ٻڪ جهلي، ڪجهه جهڪي بيٺي، مون پاڻي سندس ٻڪ ۾ وڌو، ڪجهه پاڻي هيٺ ڪريو، ڪجهه وات ۾ ويس. مان سوچڻ لڳس: هيءَ به

انسان آهي، مان به انسان. هيءَ ننڍڙي معصوم آهي، ۽ مون
ڪان ڪيئي گناهه ٿيا هوندا. پر مان مٽ مان ٻاڻي پري
سگهان ٿو، پر هيءَ مٽن ڪي هٿ به لائي نٿي سگهي. سوچ
جو سلسلو تڏهن ٽٽو، جڏهن هن چيو، ”بس.“
مون گلاس رکيو ۽ هن ڏانهن ڏٺو. هوءَ معصوميت مان
مون ڏانهن نهاري رهي هئي. مان مڙيس ۽ اڳتي هلڻ لڳس
پر ٿورو ئي اڳتي وڌي، مڙي ڏٺم، هوءَ اڃا به مون ڏانهن
معصوميت مان نهاري رهي هئي. مان ڪجهه گهڙيون بيٺو ڪيس
ڏسندو رهيس، پوءِ وري پٺتي موٽيس ۽ سندس پرسان اچي
بيٺس. هوءَ خاموشيءَ مان منهنجي منهن ۾ تڪي رهي هئي.
مون کيسي ۾ هٿ وڌو ۽ هڪ روپئي جو نوٽ ڪڍي ڏانهس
وڌايم، هن ڪنڌ لوڏي انڪار ڪيو. مون سندس پٽڪڙو
هٿ جهلي، سندس ترڙيءَ تي نوٽ رکي، مٺ بند ڪري
ڇڏي. هنجي اکين ۾ چمڪ ۽ چپن تي مرڪ ڦهلجي
ويئي.
مان اڳيان وڌي ويس.

هڪ ڏينهن، ٻن پهرن جو، شمس سئنيما کان سلطان هوٽل
ڏانهن آيس پئي. ساڳي نينگريءَ کي سبيل وٽ بيٺل ڏٺم،
سمجهي ويس ته ٻاڻي ٻڻ لاءِ بيٺي آهي. سوچيم: گهٽ
ذات واريءَ کي شايد ڪو ٻاڻي پيارڻ لاءِ به تيار ڪونهي.
مان تڪڙو تڪڙو هلڻ لڳس ته جيئن مان کيس ٻاڻي پياري
سگهان. مان سندس پرسان ئي پهتو هوس، هن منهنجي اڳيان
هلندڙ وانهڙو کي خميس مان جهلي ورتو. ۽ انهيءَ وقت
آءٌ حيران ٿي ويس، جڏهن مون چٽيءَ طرح ٻڌو. ”سائين
ٻسو ڏيم“ وانهڙو جواب ڏيئي ڪانئس خميس ڇڏائيندي چيو،
”پنهنجي شرم لٿو اٿئي.“

نينگري ڏاڍي معصوميت سان چيو، ”مون پنهنجا ته ڪونه ڪهريا، مون ته پاڻي ڪهريو.“ واڇوڙوءَ جي منهن جو رنگ لهي ويو ۽ هو منهن ڏانهن وڌيو.
مان اڳيان وڌيس. مون ٻهرين وارو نظارو ڏسڻ نٿي گهريو.

ڻاري پبليڪيشن نمبر٣/فبروري ١٩٨٠
حيدرآباد سنڌ

# ورثو

## نظير شيخ

نئين سال جي پهرين ڏينهن هو ڄائو، اکيون پٽيائين ۽ هن نرالي دنيا ۾ پير پاتائين. سندس ماءُ پيءُ ڏاڍا سرها ٿيا. ٻاهر، پڙس کي مبارڪون مليون. ميراثين ۽ ڪدڙن کي چاڻ پيئي، جن سرندا ۽ ڌاڙيون وڄائي هن جي پورهيت پيءُ کان ڏوڪڙ ڇڏايا. ڪن ڏينهن کان پوءِ، هڪ ڏهاڙي، صبح مهل، ماڻس مڪڻ ڪارائڻ بعد کيس تيل مکيو، سرمو پاتو، پوءِ ننڍڙي نرڙ تي ٽلهو تلڪ ڪڍيائين، ۽ آخر ۾ تنجڻ ۾ ٻڌي، ننڍڙين ٻانهن ٽنگن جا ڪچڙا هڏ سڌ ڪ سوگها ڪري، خاص هنڌ ۾ سمهاريائينس. سندس منهن - رکڻيءَ وٽ هڪ ڪاتي رکيل هئي جنهن کان جن ڊڄندا هئا. ساڳئي ڏينهن منجهند ڌاري، هو جاڳيو، رئي جي ڇت کي ڏسي ڊنو ۽ 'اوڻان اوڻان' ڪرڻ لڳو. جيجل ماءُ ماني تئي تي ڇڏي کيس کنيو ۽ ميرو چولو مٽي ڪري ٿڃ ڏنائينس. کيس ان مهل بک ڪانه هئي.
مقرر سمي گذرڻ کان پوءِ، هڪڙي ڏينهن سندس گهر تي دهل ۽ شرناءِون وڄڻ لڳيون. مٽ مائٽ آيا. کيس ڏسي ڪي سرها ٿيا، ڪن وري لکي لکي نڪن کي موڙا ڏنا ۽ حجم آيو. سندس ڇٽي پوري شاهوڪاري ڏيکاءُ سان ٿي. پڙس قرض ڪڻي جيڪا پت جي ديگ لهرائي هئي سا پوري ڪانه پيئي. سندس پيءُ کي شوم ۽ سوسي جا لقب مليا.
هوريان هوريان وقت گذرندو ويو. ماڻس کيس مرڪڻ سيکاريو. پوءِ، هن ٻارن جي 'الف-ب' - امان بابا - سکي. اهڙيءَ طرح ٻين ٻن ٽن حرفن جي سکيا ورتائين ۽ جڏهن ٻانبڙا پائڻ لڳو

تڏهن ڪيس هڪ نرالي حرف جي استادي ملي جا هن کي
اشارن وسيلي سمجهائي ويئي هئي. ڪيس رڳو پنجئي آڱريون
سڌيون ڪرڻيون پونديون هيون جڏهن سندس ماءُ 'پونڊو' لفظ
واتان ڪڍندي هئي. پهريون پهريون 'پونڊو' هن پيءُ کي ڏنو،
پوءِ ماءُ کي ڏنائين، تنهن کان پوءِ نانس جو وارو آيو هو.
هو نيئي ڪليا هئا ۽ کين ڏسي هن به لاچار مرڪي ڏنو هو.
پوءِ مائٽن جو نمبر آيو.

نيٺ، هن ٻانهن ذريعي راند شروع ڪري ڏني. ماڻس گهريلو
هاج ۾ رڌل رهندي هئي، پاڻ پنهنجي منهن کيڏندو هو. هڪڙي
سومر جي ڏينهن، هو جهنجهٽي سان وندريو ويٺو هو ته ٿورو
پرڀرو هڪ وڏڙو جيت ويندي ڏٺائين. هن آنوکو رانديڪو ڏسي
جهنجهٽو ڦٽو ڪيو ۽ گوڏن ڀر ننڍڙي ڊڪ پائي جيئن تي جيت
۾ هٿ وڌائين تيئن ماڻس، نڙيءَ وٽ پنهنجو ساهه جهليندي،
ڊڪندي، کيس ڪڇ تي اچي کنيو، پوءِ سروٽو ڪٺي وڏڙو
جيت چيچري چڏيائين. ماڻس پٽ پٽ ڪري، 'هائي منيس'
چئي، جيت جو نالو ڳڌو، پر هو پٽونءَ جي معني سمجهي
ڪين سگهيو.

پوءِ هوءَ، ڏهاڙي، هن کي چيڀڻ لڳي، چيڀي پوءِ پرچائڻ
لڳي ۽ ڪم مهل پاڻ روئيندو هو ته عجيب وٺي، کيس ڊپ
ڏياري، مات ڪرائڻ لڳي. ۽ هاڻي هو سچي پچي ڊڄڻو ٿي
پيو. هڪ ڏينهن هو پٽ تي راند ڪري رهيو هو ته سندس
ڀرسان هڪ ماڪوڙو اچي لنگهيو، جنهن کي ڏسي وٺي ڪاڪڙو
ڦاڙيائين. ماڻس هڪدم ڊوڙندي آئي ۽ کيس هنج ۾ کڻي
ٿڌڙا ڪيڻ لڳي.

سندس ماسات ۽ سوٽ پڻ ائين ڪنديون هيون. هو جڏهن
ايندڀون هيون ته سندس نرم، ڪڻهه- جهڙن ڳلن کي اچي
چهنڊڙيون پائينديون هيون ۽ سندس مٺي نڪ، جنهن کي ماڻس

ڏاڙي مهٽي ڪيس هروڀرو ايذاءُ رسائيندي هئي، ته پنهنجون
سهڻيون ۽ نازڪ آڱريون رکي هلڪڙو زور ڏيئي، سنهڙا سنهڙا
۽ قسمين قسمين آواز ڪيڻنديون هيون. ٻـاڻ وري ڪ نڪ
ڪين ڏسندو رهندو هو. هو ٻيهر ڪيس هٿن ۾ کڻي، هيٺ
مٿي ڪري، ڪلائڻ جا وس ڪنديون هيون؛ پوءِ پنهنجين پيريل
۽ اپريل ڇاتين سان ملائي، سندس پٺيءَ تي ٿپڪ ڏيئي،
پنهنجي ٻت کي لوڏينديون هيون. ان مهل هـن کي ڪجهه
ڪين ٿيندو هو، ٻاقي هنن کي گهربل راحت جو اڻ پورو
پاڳو پلئه پوندو هو. سندن سونهن ۽ جوڀن کي گهـج هئي،
پر تنهن جو مائٽن کي خوف ڪين هو.
وقت آيو. هو پنهنجن پيرن تي بيهڻ سکيو. آهستي آهستي،
هو هلڻ لڳو. ماڻس پٽس ڪپڙن ۾ نٿي ماپيا، خوشيءَ
۾ هڪ نئين گهار جو دلمر ڏنائونس. انهيءَ جماري ۾ هو سخت
بيمار ٿي پيو، وڏين چيو: 'نظر لڳي اٿس.' فال وجهايا ويا،
ڦيڻا ڪرايا ويا، ڦڻڪيون ساڙيون ويون، پر ٿيو ڪجهه ڪونه.
ڊاڪٽر آيو، دوا ڏنائين پـر ڪائي صبر سڌو نـه ٿيو. ماڻس
وڏي پير تي باس باسي. هو ڏوبنو ٿي پيو! پڙ چاڙهيو ويو،
مناديون ورهايون ويون — سي به پراون پيسن مان.
جڏهن هو ٻاهر نڪرڻ جهڙو ٿيو تڏهن ٻاڻ جهڙا ۽ ٻاڻ ڪان
وڏا ڏسي گڏگڏ ٿيو. ماڻن سنگت رکرائين. وقت، سندس ٻاراڻن
ڏينن وانگر، ٽپا ڏيندو گذرنـدو ويو. جڏهن هن پنجين سال ۾
پير پاتو تـڏهن سندس ياراڻي ساڳي جمار جي هڪ پاڙيسري
نينگر سان ٿي. هو، پوءِ، ٻاراڻين ٻولين ۾ ٻـول ٻولڻ لڳا،
ڇيڪي مٽيءَ سان مانيون ڏاهڻ لڳا ۽ گول- وٽيءَ جهڙ رانديڪا
ڏاهي، سخت پٽ مٿان هٽي نڪاءُ ڪيڻ لڳـا. پوءِ چـڏن،
لاٽـن ۽ اِتي ذڪرن جو وارو آيو. انهيءَ زماني ۾ هن مائٽن
طرفان مليل زبـاني امانت، هوري هوري، پنهنجي سنگتيءَ کي

سوچڻ شروع ڪري ڏني.
هن زماني جو اول وارو ٻاگو لنگهي ويو، هو ڪجهه سمجهه ۾
پريو ٿيو. سندس زندگيءَ ۾ باڪس جا ڪوڪا نپي پيا. هو
انهن تي اکر پوري ڪيڏڻ لڳو. سندس يار بہ پڪو هيراڪ
ٿي پيو. حالتن، آهستي آهستي، هن جي ويچار ۽ سمجهه ۾
واڌارو آندو: هو پاڪيٽ ڪٽا ڪرڻ لڳو، ۽ دوست ساڻ
ڪري، پاڪيٽن لاءِ شهر جا گند ڦولهڻ لڳو. سندس ساڻي
اسڪول ڪان گوسڙو ٿي پيو. پٽس ڪي جاڻ پيئي: ڏاڍي چڀ
ڏنائينس. هن جي پيءُ کي بہ پتو پيو، پر هن رکو 'چو ڙي؟'
چئي ڪٽي بس ڪئي.
سنگتيءَ کي وري اسڪول ويندي ڏسي هن کي شوق جاڳيو.
پيءُ کي چيائين: هائو ڪار ٿي. پر هو اجا اسڪول ڪونہ
ويو. اهڙيءَ طرح پاڪيٽن ماڻ ڦري نونگر پيسن جو وارو آيو.
ڳچ مهنا لنگهي ويا. ڪيس مائٽن طرفان، جيءَ ـ ٿـار گارين
ڪان پوءِ، بي چيائيءَ جي سکيا ملي؛ اهڙن ڪمن ۾ سندس ٿالو
اول ورتو ٿـي ويو. هوريان هوريان، بابس کي مياروڻ ملڻ
لڳيون. ڪرڙوڊ کي چڙ لڳي، سو اسڪول ۾ ويهاري آيس.
ٽيهه سج ٻيا آيريا لٿا. صبح مهل، هو ٽيهلوڪٽي گهران نڪتو.
اسڪول جي ڪس تي دوست گڏيس. ڪين وات بـدلائني پيئي
۽ هو شهر ڪان ٻاهر نڪري ويا— 'مانا ڊوريءَ' ڏانهن اٿين ئي
هن اسڪول وجڻ ڇڏي ڏنو. پٽس جو ٻڌو، تنهن چيو: 'هنر
تو ميڪاريانس، اسڪول ۾ وري ڪهڙا آڪ ڪارا ڪندو.' ۽
جنهنجي پيرن هيٺان بهشت هو، تنهن چيو: 'مئو ماستر معشوم
کي ماري ٿو. اهڙي پڙهائي وڃي ڪڏ ۾ پوي.' اهڙيءَ طرح
هو مهراڻ جي موج جيان هڪ موج بنجي پيو. اڇلون آچان
سان ملي نئون زمانو ٿي پيئون. هاڻي، ڪيس پيءُ جي بہ ڪاڻ
ڪانہ هئي. مهل مهل تـي سڏا اڻ ـ سڏا جواب ڏيئي گند

ڇڏيندو هو.

اهڙي نموني وقت جي جدول سيڪنڊن ڪان ٽيندي ني سوسٺ ڏينهن تائين اچي پهتي. پورهيت ۽ گهر ڌيائيءَ ڪي ويچار ورايو ته پنهنجي نيڻن جي نور کي 'سوني جهرڪي' ڏيڪارجي. پوءِ سهڻي ۽ ٺٺ واري بندوبست لاءِ ڏوڪڙن جي ڳالهه نڪتي جيڪا ٻاچيءَ ڪيل ڳهن کي گروي رکڻ تي اچي پوري ٿي؛ جنهن ڪان پوءِ، ٽڙ تڪڙ ۾، ڪچسري جاءِ جي ٻيگل نٽل در تي ٻيهر دهل ۽ شرنايون وڄڻ لڳيون ۽ اهي هڪ ڏينهن اڳواٽ جون تياريون هيون.

اچا رات نُي مس ٿي ته سندس گهر ۾ پنهنجون پرايون اچي ڪٺيون ٿيون. هورياڻ هوريان، سندس طهر ٽيڻ جي خوشيءَ ۾، ڪنوارين ڳيچ ڳاتا ۽ پرڙيلن ويس ڌاري ني نمونن نمونن جا ناچ نچيا. اهو ماين جو ميڙو ٻارهين وڳي تائين هلندو رهيو.

ٻئي ڏينهن سج جي چوٽ چڙهڻ ڪان ٻه ڪلاڪ اڳ هن کي موڙ ٻڌايا ويا، سرڪس ۾ گهمارايو ويو، مسيت مان ٻاراڻي عبادت ڪان پوءِ، در آڏو هڪ وڏڙي پاٽ تي ويهاريو ويو.

حجم آيو جنهن پنهنجو فرض پورو ڪيو. پر، تنهن هوندي به 'سوني جهرڪي' ڏسڻ نصيب ڪانه ٿيس. ڇو ته ڇگن جي چوڻ موجب جيڪي اوپر ڪندا آهن سي ٻنتي رهجي ويندا آهن.

هن ڪان به ڪنڌ مٿي ڪرڻ ۾ ٿوري دير ٿي ويئي هئي.

جنهن ڏينهن هن ڳاڙهي گوڏ لاهي اچي ڪانچ ٻالي تنهن ڏينهن سندس ڇمار اٺن نون ورهين وچ ڌاري هئي؛ ۽ اهو ٻيگل انگ جلدي ئي سندس، ڪنهن چيڪلي وانگيان، هيڏي هوڏي ڦرڻ تي سڄو انگ بنجي ويو. پٽس، وري هڪر چيڪ ڏنس. مجال جو مٿانئس هٿ ڪٽي. مائس جو به اهو ئي حال هو. هوءَ 'لکيو منجهه نراڙ' تي راضي رهي پنهنجي سڪيلڌي کي هلڪڙي ڀڙب ڏيڻ ڪان به ڪيٻائيندي هئي. جيڪي به چوڻ وارا هئا

تن کان چوڻ نٿي ڳڻو، سو ٻين جا ڇيا ڪيئن ڪنا پڪيءَ
ورائي سگھيا ٿي.
هوريان هوريان، اکر پوريءَ بلٽيءَ جو روپ ورتو، جنهن وري
ٻتن جي راند جو ويس ڌاريو ۽ ٻچاڙيءَ ۾ 'چڪو، ميدان ۾
ٿيو پيو. هو ننڍڙي ڄمار ۾ هڪ ڇگن کان چگھيرڙو جواري
ٿي پيو. جوا جي جيت هن کي سينيمائن جا راڻونڊ هڻڻ سيکاريا؛
جوا جي هار وري گھر جي سوڌي مان لمتيون هڻڻ سيکاريس.
ساڳيءَ طرح هو ننڍڙيون رانديون ڇڏي وڏين رانديں ۾ ڪاهي
پيو. ليٽ ڪبوتر گلوريا کي وارو ڏنو، جنهن پيءِ جي ڙي پيچي
ڏانهن وات ورتي، جنهن کان پوءِ ڪوڏي ڪوڏي راند ۽
ٻچاڙيءَ ۾ 'ونجهوتي' ڏيکاري ڏني. هو ڏهاڙي، مهل آهر، اهي
رانديون کيڏندو رهندو هو، پر تنهن کيس هوشيار راندیگر
بنائڻ ۾ سهائتا ڪا نه ڪئي.
پوءِ حراماڻپائيءَ جا ڪم شروع ٿيندا ويا؛ ڪنهن ٿيلي واري جي
شئي کٽي پڃڻ، ڪنهن وانهڙو کي تنگ ڪرڻ، ڪنهن ٻار
کي لکي ٻئي مان ويڙهائڻ، ڪنهن هيٺي سان هروڀرو اڙي
ڪرڻ، ننڍڙن ٻارن جا سيڙ مچائي حراماڻپائيءَ جا سبق سيکارڻ،
سندس ٻي سهٽي وندر هئي.
آهستي آهستي، هن اهڙي ڄمار ۾ پير پاتو جنهن ۾ ڇپن سٽان
مچن جي ساوڪ ڦٽندي آهي، جنهن ۾ اوڙي پاڙي جي ننڍين
وڏين نياڻين تي پاڻهيئي نظرون وڃي پونديون آهن، جنهن ۾
'جنس' جي اڻ پوري ڄاڻ جو نئون سلو ڦٽندو آهي، جنهن ۾،
ڪڏهن ڪڏهن، غير فطري ڪم به ٿي پوندا آهن، ۽ دل ۽
دماغ تي 'جنسي ڳالهيون' ڇانئجڻ لڳنديون آهن. هو اها ڄاڻ
فطري ۽ غير فطري نموني سکي زندگيءَ جو اهو پاڳو نيي
اڳتي وڌيو.
جڏهن سنڌ س ڏاڙهي مچون وڌي ڪنهن وير مڙس جهڙيون ٿيون،

تڏهن پڻس، پيهر، موٽرن جي ڪم سکڻ لاءِ ڪيس ڄاڻو مستريءَ وٽ وٺي ويو. مهنو مس گذريو ته هو ڪم اڌ ۾ ڇڏي ڪري موٽي آيو. ڪيس انهيءَ ڪم ۾ تڪليف ڀاسندي هئي. جڏهن هن ڪي ڪو ٻيو هنر ڪين سڄهيو تڏهن ٻيءَ ڪي گهوڙي گاڏي وٺي ڏيڻ لاءِ چيائين. پڻس وٽ پهچ ڪانه هئي جو پنهنجو ٽانگو وٺي، سو ڪنهن سيٺ جي گاڏي وٺي ڏنائينس.
هاڻي هو من مؤجي ٽي ٽانگو هڪلڻ لڳو. هيءَ اها وهي هئي جنهن ۾ ٻارڙيون رانديون ۽ عادتون منجهڻ لڳنديون آهن. پر هن مان جوا ۽ اجائي اڙيءَ جي پٽ ڪانه نڪتي.
سمو گذرندو ويو. هو به پنجويهن ڏيهن جي لڳ ڀڳ اچي ٿيو. سندس ٻيڙي ماءُ ڪي ڪنوار ڏسڻ جي سڪ اچي ٿي. پڻس جي پڻ اها مرضي ٿي. ٻانهن ڳولڻ ۾ ڪيس تر جيتري ٻه تڪليف ڪانه پهتي. ڪنوار ته گهر جو گهر ۾ ئي هئي. ٻوءِ هو پنهنجي ماروٽ پرڻجي آيو جا ٻساٽ هن وانگيان عام ۾ ڪوري جي ڪوري هئي.
ڀهرين رات گذري. هن جي خوشيءَ ڪنوار جي خوشيءَ جو ذرو خيال ڪين ڪيو. ٻيون راتيون ائين آيون ائين ويون. گهوٽ ڪنوار جا لاڳاپا وڌندا ويا. هوءَ پوءِ ڪنوار مان ڦري سندس گهر واري ٿي پيئي.
سندس شاديءَ کي اچي سال ٿيو. جوڻس جو مدو پڻ اچي پورو پيو. ڪيس هٿ ڄاڻو جو سچو ماءُ ٿي ويو هو.
جڏهن سندس زال ڇگي پلي ٿي تڏهن هن، هڪ ڏهاڙي، صبح مهل، مکڻ ڪارائڻ ڪانپوءِ ڪڪي کي تيل مکيو، سرمو پاتو ۽ پوءِ نرڙ تي تلڪ ڪيڊيائين، آخر ۾ تنجڻ ۾ ٻڌي خاص هنڌ ۾ سمهاريائينس. ڪڪي جي منهن - رکشيءَ وٽ آهائي ڪاتي رکيل هئي جنهن ڪان جن ڊڄندا هئا. منجهند ڌاري ڪڪي جي روئڻ تي، ڪڪي جي ماءُ ماني ٺئي تي ڇڏي،

ميرو چولو مٿي ڪري، ڪڪي کي ٿڃ اڇي ڏني. آن مهل ڪڪي کي ٻک ڪانه هئي.
۽ جڏهن وقت گذرندو ويو، جڏهن سندس زال ڪڪي کي مرڪڻ سيکاريو، جڏهن ڪڪي ’امان بابا‘ سکي، تڏهن کيس اها امانت ياد پيئي جيڪا کيس پڻس کان، پڻس کي ڏاڏي کان ۽ ڏاڏي کي پڙ ڏاڏي کان ملي هئي. اها امانت پنجن آڱرين وارو اشارو ئي هئي جنهن کي ٻين لفظن ۾ ’پونڊو‘ سڏبو آهي. هن پيري ڪڪي کيس پونڊو ڏنو هو، جنهن تي سندس ڏند نڙي پيا هئا. تنهن کان پوءِ ماءُ جو وارو آيو، پوءِ ڏاڏي جو، جو ڏسي نري پيو. پنهنجي پيءُ جو ورثو هن پنهنجي پوٽي تائين پهچائي ڇڏيو هو ۽ اهو ئي ته سندس مٿان خانداني ٻار هو!

ماهوار روح رهاڻ، نومبر ١٩٦٣ع
حيدرآباد سنڌ

# عمر کان اڳ...

## ڪلا پرڪاش

رتنا اوٻاسي ڏيئي، پين ڪٺي ڪاپيءَ ۾ رکي. ڏاڍي هٿ سان سر کي دٻائي هن شروع کان حساب ڪندي چپن ۾ پڙهيو،
”اي ڪيوب، مائينس بي ڪيوب، پلس ٿري ايڪس واءِ زيڊ...“
”او رتنا،“ ماڻس جو ڪاوڙ ڀريل سڏ سندس ڪنن تي پيو.
رتنا خفي ٿي چيو، ”توبهه، اصل حساب به پورو ڪرڻ ڪين ڏيندي. پهرين جواب به نڪرندو ڪين؟“
ماڻس جو وري سڏ ٿيو، ”ٻڌين ڪانه ٿي، رتنا.“ رتنا موڙهي منجهائي ڪاپيءَ ۾ نهاريندي رهي. ڪيس حساب سمجهه ۾ ئي نٿي آيو.
”هان ونت،“ اوچتو ماڻس اچي سندس منهن ۾ ٻجو نڪاءُ ڪرايو. ”گهڻا سڏ ڪيا ٿيمانءِ. پڙهي آڪ ڪارا ڪنديون.“
رتنا ماءُ جي ايتري ڏمر ۽ حساب نه ٿيڻ جي گڏيل پريشاني چڙنديندي زور سان چيو، ”هاڻي ته اصل نه هلنديسانءِ. آهڙا ماڻهن کان ڪپڙا سبڻ لاءِ وٺين ٿي ڇو ٿي، جو هيئن ڦٽڪائي ٿي رکين.“
رتنا جي وڏيءَ ڀيڻ سوهني، جنهن وراندي ۾ پنهنجي ڪڪي کي ويٺي کير پياريو، ڪڪي کي روئندو ڇڏي اندر لنگهي آئي. چيائين، ”ڏي ته، مان ٿي اوٽيون ڏيئي ڏيانءِ، ممي.“
ماڻس ڪيس ٻڌو اڻٻڌو ڪري، رتنا کي ٻيو ٻجو نڪاءُ ڪرائيندي چيو، ”ڪپڙا وٺان ڇو ٿي سبڻ لاءِ... هان؟ مان ٿي پئسا ڪٿان نه؟ ٻيءُ کي ته ڇڏ. مهيني جي پڄاڙيءَ ۾

پئسا ڪپي ٿا وڃنس ته گهرڻ تي ڪيترا نه خار ٿا لڳنس .
ماءُ تي قياس ته ڪونه ٿو پوينئي، آڻيندو ..." هن رتنا ڪي
هٿ کان ڇڪيندي چيو ، "اُٿ هل، بي شرمي ."
رتنا ضد ڪري چيو ، "ڪانه هلنديس ، ڪانه هلنديس ."
ماڻس ڏند ڪرٽيندي به ني ڏڪ وهائي ڪڍيس . ماءُ ڪي
ڇڪي موهنيءَ آڏي ڪٽ تي وهاريو . چيائين ، "ڇڏينس ممي،
مان تي ڏ ڏيڻي ڏيانءَ نه ؟"
ماڻس غصي سبب سهڪڻ لڳي . چيائين، "تون ته ٿيئن پنهنجي
گهر واري، شام جو هلي ويند ينءَ . هي ڀلي پيئون مون سان
هيئن جنيون ڪن نه ؟" سندس پيشانيءَ تي پگهر جون بوندون
مڙي آيون . رتنا ڪي وري بچو ڏ يند ي چيائين ، "جمندي ئي
نڙيءَ تي ننهن ڏ جيو ها..."
" ڏ ين ها نه ، پوء ڪنهن روڪيو هوء ؟ ان کان ته ماري
ڇڏ ين ها ته وڌ يڪ سٺو هو." رتنا ڀانءَ ڇلائي آئي . سندس
اکين مان ڳوڙها پئي نميا.
رتنا طرف نهاري موهنيءَ چيو ، "هاڻي بس ڪر ڀلا ."
"بس ڪند يون هي ؟"
"بس ڪند يون هي ؟" رتنا ماءُ ڪي ويچارو ڏ يندي چيو ،
"باقي تون سچو ڏينهن ڏڪ بجا هڻندينءَ ۽ ماربندينءَ ."
نند ي ڌيءَ ماءُ جي هيئن بيعزتي ڪري وجي، سا ڳالهه موهني
به ڪين سهي سگهي. رتنا ڪي ٻل ڏاري چماٽ هڻي چيائين،
"چري، ڪني ! ماءُ ڪي ويچارا ڏ با آهن ؟"
"مار مار ، تون به مار ." رتنا تيسي ۾ اچي ڪاپي ۽ پين
کڻي پويان اچليون. روئندي دل ڏاريندڙ آواز ۾ چيائين،"ماريو،
سڀ ماريو. اسڪول ۾ دادي ماري، هتي توهين ماريو. دادي
روز اسڪول ۾ دٻائي ته گهٽ مارڪون کڻندينءَ ته في سڄي
ڪنديسا ڏ ۽ هتي توهين پڙهڻ نه ڏ يو ."

"ٻڪ بند ڪر هاڻي،" ماڻس موهنيءَ طرف نهاري چيو، "تو ته
هنن وانگر ڪڏهن مون سان ڪاڪڙو ڪڍيو."
رتنا ماءُ کي اڌ ۾ ڪپي، مڇيءَ جيان ڦٿڪندي چيو، "تو به
ڪڏهن ديديءَ کي ايترو تنگ ڪيو ۽ ماريو جيترو امان کي
ٿي مارين؟ ديدي اسڪول ۾ پڙهندي هئي تڏهن ايترو ڪم
ڪرائيندي هئينس؟"
رتنا جي ننڍڙي سرير ۾ نجاڻان ايترو جوش ڪٿان آيو هو.
آواز کي آچا به اوچو ڪري هن چيو، "ديدي توکي پاڻي ته
ڀري ڏيندي هئي، شام جو رڌيندي به هئي، ٻاسڻ به ملائيندي
هئي نه؟ پڙهندي به هئي، ڦي ته آڌ هوندي هئس نه؟ داديءَ
جون ڏيون به ڪاڻيندي هئي؟ توکي اونيون به ڏيئي ڏيندي هئي
۽ مٿان تون ماريندي به هئينس."
ايترو سڀ هوءَ يڪساهي چئي ويئي. پوءِ پنهنجي فراڪ سان
اکيون اگهي هن پنهنجي آواز کي ٽورو ڏيمو ڪندي چيو،
"ڀڳوان آلائي امان کي ماري ڇو نٿو ڇڏي..."
رتنا جي اکين مان نير جي ڌارا وهي هلي. ماڻس جي من ۾
به نجاڻان ڪهڙو ڀاوَ آئيو، جو ڪمري مان ٻاهر نڪرندي،
ڀريل دل سان ۽ ڀنل آواز ۾ چيائين، "توهان کي ڇو ماري؟
ڀڳوان منهنجا ٿي ڏينهن ڪٽائي ته مون جهڙيءَ ڏائڻ ماءُ مان
ڇٽي پئو."
موهني اتي ئي کٽ تي ويهي رهي. ماڻس روئندڙ ڪڪو کڻي
آچي هنج ۾ ڏيئي ويس. اکين مان آب اوتيندي هن ڪڪي
کي کير پياريو، پوءِ کيس پر ۾ ليٽائي پاڻ به ليٽي پيئي.
دريءَ جي ٻاهر نظر ايندڙ وڻن جا پن رکي رکي سرسر ڪري
رهيا هئا. پکي پکڻ آرام ۾ هئا. موهنيءَ آلين اکين مان وڻ
طرف نهاريو. ٿوريءَ دير ۾ سندس آليون اکيون پونجي ويئون.
"ديدي جڏهن پڙهندي هئي..." رتنا جا اهي لفظ موهنيءَ کي

پنهنجي پڙهڻ وارن ڏينهن ڏانهن گهلي ويا.
هوءَ ڪيتريءَ دوري جو مفاصلو طئہ ڪري پنهنجي ڪراچيءَ واري گهر جي وڏيءَ وڏيءَ بالڪنيءَ اچي پهتي. سامهون نظر اچي رهيو هو رام باغ! باغ جي ساڄي پاسي پينگهون هيون، گسڪڻ هئي. پينگهن تي جيئي گنگا ۽ ٻاڳي لڏي رهيون هيون. پينگهه جو وارو وٺڻ لاءِ ٻيون ڪيتريون ئي ڇوڪريون قطار ٺاهي بيٺيون هيون. گسڪڻ تي سندس ساهيڙين جا ننڍڙا پائر ۽ پينر گسڪي رهيا هئا. وچواري سيمينٽ جي چوڪنڊياري ٿلهي جي چوڌاري، شيلا ۽ ڪڻي ڦري رهيون هيون.
بالڪنيءَ ۾ بيٺل موهنيءَ جي سرير ۾ ڪتڪائي ٿي، هوءَ ڀلا ڪيئن ترسي؟ هوءَ گويا نوڙيءَ سان ڇنائي ڀڄي ۽ ڊڪون پائيندي اچي پنهنجين سهيلين سان گڏي.
ڏائي پاسي هو جيرام ڪير واري ۽ گوڏوءَ ڪلفيءَ واري جو دڪان. رام باغ سان موني سهيلين جو ڪٽڪ آنهن دڪانن پرسان آچي پهتو. موهنيءَ ڪوئلو ڪٿي ڪشادي رستي تي، پهريل ٻيجيل جا ليڪا پاتا. ربڙ راند شروع ٿي ويئي. ڪڇو گهر ڇهيل ۽ ڀڪو گهر ٻيجيل جي آوازن سان گهڻي گونججي ويئي.
"موهني." ماڻس جو ڪاوڙ ڀريو آواز ڪن تي پيس. موهنيءَ مٿي بالڪنيءَ ۾ نهاريو. ماڻس چيو، "مٿي آچ."
"وارو وٺي اچان ٿي." هن بيپرواهيءَ سان جواب ڏنو ۽ راند ۾ مگن ٿي ويئي. ان بعد به ماڻس ٽي چار سڏ ڪيا، تڏهن مس موهني وڃي ماءُ جي آڏيان بيٺي.
ماڻس ڇنڀيندي چيس، "اسڪول جا ڪم ڪيا اٿيئي؟ رڳو رلڻ، رڳو راند. نہ چوني نہ ڦٽي، نہ پڙهڻ نہ ڳڙهڻ، نہ ننڊ نہ آرام."
ڪيس هٿ ۾هن ڏوڻاري، چوني ڦٽي ڪري، ماڻس ڦدري

نرميءَ سان چيو، ”سٺا ٻار پڙهڻ ۾ هوشيار ٿيندا آهن. اسڪول
۾ ٽالو ڪيندا آهن. هاڻي پڙهه ويهي، سدورو ٻار ڪريانس.“
موهنيءَ ڪي اسڪول جا ڪم ڪندي اڌ ڪلاڪ ٻه مس
گذريو ته رنڌڻي واري سوڙهي لنگهه ۾ بيهي، گنگا آهستي
چيو، ”خالصي پڪوڙائيءَ وٽ هلندينءَ ڇا؟ شيلا به ٿي
هلي.“
”ممي ڪهڙي ڪمري ۾ آهي؟“ هن آهستي پڇيو.
”ڪنڊ واري ڪمري ۾ پيئي سبي.“
”موهني ٽپ ڏيئي آئي. جاميٽري باڪس مان پياني ڪڍي
رفو چڪر ٿي ويئي!“
رات جو ماني کائي رهڻ بعد ماڻس چڙٻيندي چيو، ”تون
پڙهندينءَ اصل ڪانه. مان هاڻي ڇماٽن سان راند ڪرائيندي سانءِ.“
اڌ مني ڪلاڪ ڪانپوءِ، جيئن ئي ماڻس ۽ پڻس پنڌ ڪرڻ
لاءِ نڪتا، تيئن هن جي ڪنن تي آواز پيو، ”جهوپڙا.“
چقمق جيئن لوهه کي ڇڪيندو آهي، تيئن اِن آواز جي ڪشش
تي هوءَ ڏاڪڻ جا ٻه ڏاڪا لهندي اچي گهٽيءَ ۾ بيٺي.
جڏهن موٽي، تڏهن پگهر ۾ شل هئي. بالڪنيءَ جي ڇيڙي
واريءَ کٽ تي سندس پيءُ ماءُ ڳالهائي رهيا. ٻيءَ کٽ تي
ٻهي ۽ ايشوءَ ڪئرم راند پئي ڪئي. ڪمري اندر چاچس ۽
چاچيس رهاڻيون پئي ڪيون.
ماڻس سيني لاءِ کير ڪڙهڻ ڪاڻ، رنڌڻي طرف هلي ويئي. موهنيءَ
آهستي آهستي اچي پيءُ جون اکيون بند ڪيون. پڻس سندس
ننڍڙا هٿ اکين تان هٽائي پنهنجن هٿن ۾ وٺي چيو، ”ڪير
آهي؟ موهن پٽ. ها نه؟ تون ڏاڍو لڇو پٽ آهين منهنجو.“
هوءَ ٽپ ڏيئي اچي پيءُ جي هنج ۾ ويٺي ۽ چيائين، ”بابا،
منهنجي دادي آهي نه آڏوائي. آها مونکي ڏاڍو پيار ڪندي آهي.
ٻوهان مونکي ٽيون ڏينهن جاگرافي سيکاري نه؟ ڪلهه ڪير

ٻہ ياد ڪري نہ آيو. مانيٽر کي ٻہ چماٽ لڳي. رگهو مونکي ياد هئي..."

پڻس سندس ڪاڌي پٽي چيو، "تون تہ هوشيار پٽ آهين نہ؟ پوءِ خبر ناهي ڇا ڇا چوندي رهي! پڻس آهو سڀ ڪجهہ ٻڌندو رهيو. اوچتو کيس ڪا ڳالهہ ياد آئي. ٻيءَ اڳيان شڪايت ڪندي چيائين، "دادا پاپي مون کي ڦٽي ڏاڍي زور سان ٿي ڪري."

پڻس کان نهڪ نڪري ويو، چيائين،"مان چوانس ٿو. تو کي اڳتي آهستي ڪندي."

ماڻس کير جو ڪٽورو آڻي پڻس جي هٿ ۾ ڏنو، "هاڻ هي پياريوس. مون سان پيئندي ڪانہ؛ ڇڙٻ ڏينديسانس تہ وري توهين چڙندا."

پڻس مشڪندي سندس چپن تي ڪٽورو آندو...

"اوڏان اوڏان." موهنيءَ جي ڪڪي روئڻ شروع ڪيو. موهني جيتريءَ ئي تيزيءَ سان ڪراچيءَ پهتي هئي، پنهنجي ننڍپڻ جي زندگيءَ ۾ پهتي هئي، اوتريءَ ئي تيزيءَ سان موني آئي. ڪڪي کي هنج ۾ کڻي هن سامهون نهاريو. رتنا آليون اکيون کڻي ٻلائوز کي اوڻيون پئي ڏنيون. هن کي ڏانهنس يا ڪڪي ڏانهن نهارڻ جو ٻہ وقت ڪونہ هو. عمر جي ننڍڙي پر گهر جي ڪم ڪار ۾ وڏي پيڻ ڏانهن نهاريندي، موهنيءَ کان ٿڌو ساهہ نڪري ويو. لڙڪ لاڙيندي سوچيائين: هي معصوم ٻار عمر کان اڳ ئي وڏا ٿي ويا آهن!

مرڪ ۽ ممتا (ڪهاڻين جو مجموعو- ۱۹۷۳ع)
جيون ڪلا پبليڪيشنس، بمبئي.

# چانو

## ماهتاب محبوب

ستن اٺن سالن جي ڊگهي عرصي کان پوءِ اسين ديس وريا هئاسين ـ سڀڪجهه ساڳيو هو. ڪجهه به نه بدليو هو ـ ساڳيا گهر، ساڳيا ماڻهو ـ اهي ئي ڏڏڙيل راهون ۽ ڏڏريل رستا.
اسان جي گهر جي پر ۾ شاهه صاحب جي حويلي جيئن جو تيئن شان ـ مان سان ڪرڪنهو بيٺي هئي ـ حويليءَ کي ڏسڻ سان منهنجي ذهن جي ڪينواس تي هڪ پراڻو واقعو، پوائنٽي چٽر جيان اڪري بيهي رهيو ـ ايڏو خوفناڪ چٽر، جنهنجي دهشت اڄ به مون کي ڏڪائي ڇڏيندي آهي.
اسين ايران پڻي ويئاسين ۽ وچڻ کان اڳ، مٽن مائٽن، دوستن ۽ پاڙيسرين سان موڪلائيون پڻي ڪيوسين ـ معظم مون کي گاڏيءَ ۾ ويهاريندي چيٽي وڃائيندي چيو، "بس اچهو آيس."
اٺين چڻي هو پر واري حويليءَ جي اوطاق ۾، شاهه صاحب کان موڪلائڻ لاءِ اندر هليو ويو.
پنج منٽ گذريا، ڏهه منٽ ۽ پوءِ اڌ ڪلاڪ به گذري ويو ـ مان بور ٿي گاڏي کان ٻاهر نڪري آيس، 'انهيءَ کان بهتر آهي ته واپس وڃي گهر ۾ ويهي رهان'. منهنجي سوچ اڃان ارادي جو روپ ئي نه ورتو هو ته سڄي گهٽيءَ ۾ رڙين ۽ ڪوڪن جو رڻ ٻري ويو. ڏٺم ته شاهه صاحب، اٺن نون سالن جي ٻارڙي کي ڪاٺيءَ کان جهلي گهليندو ۽ ٺيلهيندو اوطاق کان ٻاهر نڪتو ۽ سندس ٻانهن معظم جي هٿ ۾ ڏيئي چئي رهيو هو، "نياڳو تڏيءَ چانوءَ ۾ اوڏهين ويٺو آهي. هتي سڄو ڏينهن پيو رُلي ۽ ڏڪا کائي ـ ٻارنهن مهينن کان پوءِ ماءُ

پيءَ سان عيد جي ٻن ڏينهن جي موڪل جي بهاني سان ملڻ
آيو ته وري وڃڻ جو نالو ئي نٿو وٺي!"

معظم سڀ سنگهيل جيان چپ چاپ ويٺو هو ۽ نينگر جون رڙيون
جيئن پوءِ ٿيئن تيز ٿينديون ويون ـ شاهه صاحب جو پورو رنگ
ڪاوڙ کان ڳاڙهو ٿي ويو هو ـ پيراڻن پيرن سان، ميراڻي
مخملي جتي لاهيندي، ٺهه ٺهه ڪري ڌروءَ جي نڪ، مُنهن
۽ مٿي تي وهائي ڪڍيائين.

جيئري رت جي ناڪيلي وهي اٿي هلي.

"هاءِ مائين!" ڌروءَ جي ماءُ ٻئي هٿ سيني تي هڻندي دل
ڏاريندڙ دانهن ڪئي هئي: "منهنجو ٻچڙو ماري ڇڏيئي!"
"پري ٿي مائي، پٺهين جا اڄڻ ڏٺا اٿئي؟" ڏڪائيندڙ انداز
۾ دڙڪو ڏيندي چيائين، "موريءَ جو ڪيڙو، پر دماغ ته
ڏسوس. آسمان تي اٿس." رت نهڪي شيهو ٻڇي ويس.
"حرامزادي ڪي مفت جون مانيون لڳيون آهن ـ وٺي وڃي
مُنهن ڏوڙاري اچينس." شاهه صاحب، ڌروءَ جي ماءُ ڏانهن
ڏسندي ائين چيو هو، ڄڻ ننهي ڪي ڪچو چٻاڙي ڇڏيندو.
جلال جي صورت ۾ جڏهن شاهه صاحب جي اک معظم تي
پئي ته منهن تي ڪوڙي مرڪ آڻيندي کيس چيو هئائين،
"پٽ، ٻچا، توهان ڪي تڪليف ته ٿيندي. انهيءَ پاسي وڃو
پيا ته هن حرامزادي ڪي ڪراچي ۾ ڊاڪٽر صاحب جي گهر
ڇڏيندا وڃجو."

"حاضر سائين حاضر." معظم ادب سان جهڪندي چيو،
"ان ۾ تڪليف جي ڪهڙي ڳالهه آهي؟" ان وقت مون
معظم جي چهري تي رنج جون ريکائون اڀريل ڏٺيون هيون.
ان وقت مون کي ائين محسوس ٿيو هو، ڄڻ آدم جي اولاد نه
پر ڪنهن روڳي جانور جو ٻلونگڙو هجي، جيڪو غلام جي

صورت ۾ تحفي طور ڪنهن جي حوالي ڪيو ويو - جيتوڻيڪ انهيءَ ساڳئي شاهه صاحب جي اوطاق جي پنيان واري پانڊي ۾ وڻن وڻن جي ڪتن جي لوڏ پلندي آهي، جنهن جو مانُ ۽ قدر ڪنهن چڱي چوڪي عام ماڻهوءَ کان به گهڻا حصا مٿي هوندو آهي.

نينگر کي ساڻ نيڻ لاءِ، منهنجي سهري ۽ شاهه صاحب جي ڀڳ مٽ دوستيءَ، معظم کي مجبور ڪري، سندن وزني ٻڳن جي وراڪن ۾ جڻ تنجي ۽ جڪڙي ڇڏيو هو،

اوطاق جي در ٻاهران دروءَ جا ماءُ پيءُ، تن جي پتڪڙي ڀيني ۽ سليت پين وارو ٽيلهو هٿن ۾ جهلي، پٽ کي ترڙپندو ۽ لڇندو ڏسي رهيا هئا، پر پڙڪ به ٻاهر نٿي نڪتن - هڪ ٻي چڙب سان سندن ڏيڍر ڏيرا ٿي ويا هئا.

دروءَ جي ماءُ پيءُ جو اهڙي طبقي سان واسطو هو، جيڪي پيڙهين کان ڏاڍ ۽ ڏمر جي چڪن ۾ پئي پيڙبا، پراون ٽڪرن تي پلندا ٿي آيا هئي به شاهه صاحب جي در جا پيڙاهيتا گو لاءِ مريد هئا - هنن جي ذهنن تي ڪڇيءَ کان ئي غلاميءَ جون مهرون لڳل هيون.

معظم دروءَ کي ذري گهٽ گهليندو، سون تائين آيو. هو پيرن کي چنبڙي پيو ۽ هيانوَ ڏاريندڙ واڪا ڪري روئڻ لڳو، ”جيجي، جيجي... مون کي ڪلاچي نه وٺي وڃو... الا جيجي، مان ملي ويندس نالي الله جي جيجي... او جيجي.“

هن جا ايلاز ۽ دانهون منهنجي من ۾ وڍ وجهي رهيا هئا. هن جي ننڍڙي ۽ ڪمزور هٿن جي گرفت، پنهنجي وس آهر منهنجي پيرن تي مضبوط ٿيندي وئي. مان پاڻ ڇڏائي ڊوڙي وڃي ڪار ۾ ويٺس.

موت کي سامهون ڏسي جيئن ڪنهن جو آخري سهارو به ڇڄي وڃي تيئن هن ڀيري درڙو رڙيون ڪيون.

”وچھينس موٽر ۾، گڏھہ جي قبر ڪي.“ شاھہ صاحب ھڪل ڪئي.

معظم پويون در کولي ھن کي اندر ڌڪيو. پنھيان ماڻھس نماڻي ھرڻيءَ جيان نھاريندي سندس پيٺي ۽ ٺيلھو اندر گاڏي ۾ لاڙي چڙھيا. ٺورو پريرو دروءَ جو پيءُ ھراسيل اکين سان، ڪنڌ ھيٺ ڪيو پنھنجا ھٿ مھٽي رھيو ھو- ٻوسي ۽ لاچاري سندس چھري تان ظاھر ھيون جيئن تتل ريگزار ۾ پاڻيءَ جي ڳولا لاءِ ڪو مسافر ھٿ پير ھڻي ساڻو ٿي موت جو انتظار ڪندو آھي.

ڪار اسٽارٽ ٿي، مون اکين ئي اکين ۾ معظم ڏانھن نھاريندي چيو، ”ھي ٻاپ پاڻ سان ڇو ڪنيئي؟“

ھو اسٽيرنگ تي خاموش ۽ اداس اداس ويٺل ھو- جڻ انھيءَ مھل کي پيٽي رھيو ھو، جڏھن ڪيس شاھہ صاحب ڪان موڪلائڻ جي ڪٺيءَ ڪنيو ھو.

درو، سڏڪي سيٽ تي سمھي پيو ھو- ھڪوار وري سندس دانھون عرش ڏ وڏڻ لڳيون، جڏھن ڊاڪٽر صاحب جي گھر وٽ، ڪيس ھٿيڪو ڪري لاٿو ويو.

چوڪيدار، ڏيلي اندر وٺي ويس. ڊاڪٽر جو پريل پريل گھر ھو- فيشن ايبل پٽ ڏيئون، نٽھون. آئي ڏينھن بنگلي ۾ ڊنر ۽ پارٽيون پيون ٿينديون ھيون ۽ انھيءَ بنگلي جي ھڪ گمنام ڪنڊ ۾ نوي ورھين جو ڊاڪٽر زندگيءَ جا آخري ساھہ ڪٽي رھيو ھو.

گنڊيل ڏاڪي سالن ڪان ھر ڪنھن اھائي واڻي وات ھئي تہ، ”جاڻ آيو رھيو...!“ پر ھو تہ جڻ الله سائين ڪان پڪي پلاٽ وانگيان نوانوي سالن جي ايز لکرائي آيو ھو- چڱا ڀلا، جوان جماڻ وياءَ، پر ڊاڪٽر کي نہ ڪا لھر آئي ۽ نہ ئي ڪو لوڏو- ايڏين سارين بيمارين ھوندي بہ توڙي جيان پيو تڏندو ھو. جيتوڻيڪ

دمي کان دستن تائين هر ٻيچيدي ۽ ٻوشيدي مرض ۾ مبتلا هو، جنهن ۾ ٻراڻا ٻيچ ۽ اڏرنگ واري بيماري، اڳ کان اڳري هئس - مٿان وري ٻوڙهي جو دماغ ستين آسمان تي - وات جو اهڙو ڪنو جو ڪوئي نوڪر ان ڏينهن به وٽس نه جالي سگهندو هو.

اهڙو ڪنو جو سندس اولاد ٻٽ ڏيئر ۽ ننهون به وٽس وڃڻ کان ڪيٻائيندا هئا. طعنا مهڻا ڏيئي ڏيئي انهن جا ٻنا ساڙي رکيا هنائين باقي اچڻ اجرن ٻٽن، ڏهڻن کي وقت ڪٽي هو جو ٻنهنجي نرسري ۽ ڪنڊرگارٽن مان هت ٻراڻن ٻيچن ۾ سڙندڙ ڏاڏي ناني وٽ اچن؟ ڪيئي ڏينهن گذري ويندا هئا، ڪير ٻڇندو به نه هئس. دل ئي دل ۾ آسائتا هئا ته ڪڏهن تو 'آسهي' ته ڏوم ڏام سان چاليهو ڪربونس.

اهو ته شاهه صاحب جو وڙ هو جنهن ٻنهنجو خانداني ۽ قديمي ڊاڪٽر جاڻي مٿانس مهربانيون ڪيون. درُو به هڪ مهرباني ۽ سهاري جي صورت ۾ چوويهه ڪلاڪ مٿانس وينو مسڪيون هڪليندو هو.

بيڊ ٻين ۽ چلمچيءَ جي ٻرگهور ٻڻ لهيو وينو هو. ڪڏهن وڃهه ملندو هئس ته گت هڻي ٻاهر باغ ۾ ٻارن وٽ وڃڻ جي ڪندو هو ته وري گهلجي اچي ٻوساڻيل ڪمري ۾ ٻوندو هو.

بيمار ٻوڙهو سُتي سُتي آڏا آبتا هٿ هلائي سليٽ تي الف - ب لکي ڏيندو هئس ته جيئن قسم ڪٽڻ جهڙو تي سگهي ته هن ٻرائي ٻار ۽ ٻيراڻي نوڪر کي ٻاڙهيو به ٻئي.

حيدرآباد مائٽن سان ماڻ کان ٻوءِ اسين ڪراچي وڃڻ لاءِ تيار ٿياسين ته شاهه صاحب انهن جو وڏو کوکو ٻڪيءَ ۾ رکائيندي معظم کي ڊاڪٽر جي بنگلي تي ٻهچائڻ لاءِ چيو. مونکي ان مهل دروءَ وارو سهورو نظارو اکين اڳيان ڦري آيو، ۽ مان

ڪي گهڙيون اُداس ٿي ويس. همت ئي نه ٿي ته درويش بابت شاهه صاحب کان ڪجهه پڇجي.
اسين ڪوڪي سوڍو ڊاڪٽر جي بنگلي وٽ پهتاسين. هڪ ڇوڪرو ٻاهر آيو، هن اسانکي يڪدم سڃاڻي ورتو. جلدي اسان به کيس سڃاتو. ايتري وقت گذرڻ کان پوءِ به هن ۾ ڪا خاص واڌ يا تبديلي نه آئي هئي - جسم ۾ اهڙو ئي ڪمزور آواز به اهڙو ئي، پر وڏيڪ دردِيل، عذابيل ۽ مظلوميت سان پربل.
"چانئين، مونکي وٺي هلو چانئين." درو ڳالهايو.
هانئو ڇڪجي ويو. هو ايلازن سان معظم جي پيرن تي ڪري پيو. مان برداشت ڪري نه سگهيس. منهنجي اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو.
معظم منهن ٻئي پاسي ڪري لُڙڪ اُگهيا ۽ ڌيرج سان درويش جي پٺي ٿپي واپس وريو.
پنڌيان ڪنڌ ورائي ڏٺم جي اسان ۾ همت نه هئي. اجل جي چانئي ۾ پرورش پائيندڙ هي ٻوٽو، سج جي سونهري ڪرڻن ۽ کليل هوا جي تازگي کان محروم رهي ڪومائجي چڪو هو.
شاخ مان ٽٽل گونچ به ڪڏهن کِڙيا آهن؟ مون پنهنجي پاڻ کان سوال ڪيو، ليڪن...

هفيتوار برسات (جلد ۹ شمارو ۱)
ڪراچي.

# اونده ۾ وڪوڙيل جهيڻي روشني

## ماڻڪ

صبح جو جڏهن پتس نيرن ڪري آفيس وڃي چڪو هو، تڏهن وڏي پيٽس زيبو اندر صفي جي ٻهاري ڏئي ورانڊي تائين پهتي هئي. ڪانئس ننڍيون وڏا ٻار منظور، ثمر ۽ وچين پيڻ شمي، اسڪول وڃي چڪا هئا. صبح جي سج جو اُڃ - تکو سونهري ٽڙڪو پڌر تي پهتو هو. ماڻس ماني پچائي دنگ ڪري، ڏڪڙيون ڪپڙي ۾ ويڙهي ٻن ڍڪڻن ۾ ڏئي، رڌڻي جي پٽ ۾ ٽنگيل ڇڪي ۾ رکي ڇڏيون هيون، ۽ چانهه جي جست واري ڪيٽلي چلهه تي، اڌ وساميل ٽانڊن مٿان رکي، پوءِ ڳوهيل اٽي وارو ٿالهه ڪُرڙي، ان ۾ پاڻي وجهي ڪي گهڙيون اتي ئي چلهه جي پرسان منجيءَ تي ويٺي ويٺي ڪنهن گهريءَ سوچ ۾ ٻڏي وئي هئي. ۽ مٿي ڪنڌ جي پٽ تي، آلڪانءُ ڳپل مهل ڪان 'ڪان ڪان' ڪرڻ ۽ هيت هُت ڪڏڪا ڏئي ويهڻ ڪان پوءِ چهنب ڦاڙيو ويٺو هو. سندس ڦائل وات جي وچ ۾ ڳاڙهي ڳاڙهي جڀ صاف پسجي رهي هئي، ۽ ٻاهران گهٽيءَ مان پاڇيءَ واري جو هوڪو اچي رهيو هو. - تم هُو اچا ڦائين پنهنجون سُڪلڙيون ۽ ننڍڙيون ٻانهون گوڏن ۾ ڏيو، ڪونڪڙو ٿيو سُتو پيو هو.

ماڻس 'آئي الله' چوڻ سان هڪ وڏو ساهه کڻي، گوڏن تي هٿن جون تريون رکي آئي، ۽ پويان چولي کي ڇڪي هيٺ ڪندي سندس پير ۾ آئي.

"شمو - او ابا شمن، مٺا اٿ - سج جو پاچو لڙي آيو اٿئي."

ماڻس گهڙي کن اتي سندس کٽ پرسان بيٺي، مٿس ماءُ جي

جذبي ۾ ٻڏل نهار سان ڏسندي چيو.
هُو تپ ڏئي اٿي ويٺو. اٿڻ شرط اڪيون مهٽڻ کان سواءِ ئي،
هڪ اندروني خوشيءَ جي اتساهه ڀريل آواز هيٺ يڪساهيءَ
چئي ويو، ”اما، اج ڦهرئين تاريخ آهي نه؟“ ڄڻ ته اٿڻ
کان اڳ ننڊ ۾ اهوئي ڦهرين تاريخ جو ڪو خواب ڏسي
رهيو هو.
”ها ڦهرين تاريخ آهي. چڱو اٿ. منهن ڌوئي ماني ته
کاءِ.“
”اما، اج بابا کي پگهار ملندي نه؟“ هن ويٺي ئي ويٺي
ساڳي انداز ۾ چيو.
”ها ها پر آٿ ته سهي.“ ماڻس ڪجهه خفي ٿيندي، جهُڪي
سندس ننڍڙن غلن ۾ پنهنجا هٿ وجهي اٿاريندي چيو. پر سندس
خفي جي اظهار ۾ مامتا جو جذبو پڌرو هو، جنهن ڪري اهو
خفي ٿيڻ ڪجهه بناوٽي ٿي لڳو.
”اما، بابا منهنجي لاءِ موٽري آڻيندو نه؟“ هُن ماءُ جي ياڪر
۾ اچي، پنهنجو منهن هُن جي منهن جي بلڪل سامهون
آڻيندي چيو.
”ها، ڏَل موٽريون منهنجا ڀرين.“ ماڻس کيس سيني سان ڀڇيو.
ڳِـلُ، ڳِـل سان گڏي گسايو.
۽ پوءِ ماءُ جي هنج تان لهي، منهن ڌوئي، چلهه جي پرسان
اوڪڙو ويهي ماني کائڻ لڳو. ماڻس سندس پر ۾ منجيءَ تي
تي ويٺي. اڌ ڏبڙي کائڻ کان پوءِ، چپو منهن ناهي، هڪ
معصوم ادا سان ڪنڌ کي پاسيرو مٽي کٽي چيائين: ”بس“.
”شِ! چو؟ پُٽ.“ ماڻس ٻنهي چپن کي گول ناهي، ملائي
ٻچڪار ڪيدي ۽ ٻاپوهه منجهان چيو، ”اڙي گڏهه ڏبڙي ته
پوري ڪر.“
”نه-بش، بک ناهي.“ هن نڪ جون ناسون مٿي چڪيون.

انھيءَ سان سندس معصومڙو ڪچڙو ۽ ڀالو ڀولو منھن ٻچڙي لڳڻ بجاءِ وڏيڪ وڻندڙ ۽ پيارو لڳو. اھڙو پيارو ۽ وڻندڙ جو ٻلن کان جھلي چميون ڏجنس. ۽ ماڻس جي ممتا ۽ پيار جو امنگ ٻوڏ ۾ ٻرجي ويو. ٻلن کان جھلي، پنھنجي منھن سامھون آڻيندي، ڀھريائين نڪ، نڪ سان ملايائينس، ڳل، ڳل سان ڳنڍائينس ۽ پوءِ سندس نرم ۽ ڪچڙي ڳل تي ھڪ وڏي ھبي ڏئي چيائين: ”اي منھنجا چرڙيا پٽ!“ سندس لفظ لفظ ۽ انگ انگ جي چرپر مان ممتا جو اونھون اٿاھ امنگ ترڪي ترڪي اڇل ڏئي رھيو ھو.

ھن ڳنو ماءُ جي ڇپن کان ڌار ڪري، ڪنڌ نورو پوئتي سرڪايو، اکيون ٽمڪايون ۽ ٻاراڻي چنچلتا جي انداز ۾ ماءُ کان پڪ ڪرڻ خاطر پڇيو، ”اما، آڻيندو نه؟“

ٻچڙي جي ان ٻاراڻي چنچلتا ماءُ جي پيار سان، ٽٻ ٽيل دل ۾ ولوڙ آندي. ممتا جي وجداني ڪيفيت ۾ ھن ڏندن کي ڪرٽيندي چيو، ”ڪول موٽريون پنھنجي ٻنھونءَ لاءِ، ڪول!“ ۽ ٻيھر نڪ، نڪ سان گڏي، پنھنجي ڪنڌ کي لوڏڻ لڳي. ورِي ڀاڪر ۾ ڀيچيو. ۽ اھڙو ته ٻڌل جذبي ھيٺ ڀيچڻ چاھيو، جو ڄڻ ته ھن جي وجود کي پنھنجي وجود ۾ سمائڻ چاھيندي ھجي. ڀيچي ڀيچي پنھنجي جسم سان ملائي ھڪ ڪرڻ چاھيندي ھجي.

ٻه ھفتا اڳ:

جڏھن ھو ماءُ سان گڏ سيٺ رحيم جي گھر گھمڻ ويو ھو، ته اتي پنھنجي ھم-عمر سيٺ جي پٽ مشتاق وٽ لوھ جي ننڍڙي ننڍڙي موٽري ڏٺي ھئائين. مشتاق جي پيءُ سيٺ رحيم بخش کي ھڪ ڪنڊ جو دڪان ۽ ولائتي ڀاڻ جي ايجنسي آھي. ان ڪري سيٺ سڏبو آھي. ھن پٽ لاءِ اھا موٽري ڪراچي کان آندي ھئي. ان مھل مشتاق، ٽئين موٽري جيڪا ھوبھو موٽر

وانگر نھيل ھئي. ڳاڙھو رنگ ڏنل ۽ اڇي رنگ سان در ۽ ٻنيون ٺھيل، بغير ڇت جي، ۾ ويھي ، پيرن سان ھلائي رھيو ھو. ۽ وات سان 'پيِن - پيِن - پيِن - ٻ ر ر ڙ ڙ ڙ ڙ ...' ڪندو ، اڱڻ جي لسي پٽ تي ڦيرا پائي رھيو ھو.

ماڻس سيٺ جي زال سيٺياڻيءَ سان ڳالھيون ڪري رھي ھئي ۽ ھيءُ ماءُ جي پرسان ويٺو پنھنجي سنگتيءَ مشتوءَ جي نئين موٽري ، سيمنٽ جي لسي پٽ تي ان جي لس تڙڪي ھلڻ کي ڏسي رھيو ھو - سڪڻ وانگر سندس نظرون موٽريءَ سان گڏ وگڏ تي ھليون. ۽ سندس سڪڻي روح جي اولڙي سندس موٽريءَ پٺيان ڦرندڙن نيڻن مان ليئو پئي پاتو. جيتوڻيڪ ٻئي پاڻ ۾ سنگتي ھئا ۽ گڏ کيڏندا رھندا ھئا، پر جيئن ته وڏن جي دوستيءَ وانگر ننڍڙن جي دوستي پڪي نه ٿيندي آھي، سو ھر ٻار وانگر مشتو به انھيءَ راندڪي تي ھرڪجي ، پنھنجي يار شمن کي نٺي ليکيو ۽ پنھنجي نئين موٽري ھلائڻ ۾ مگن ھو. ۽ شمن کيس سڪڻين نگاھن سان ڏسندو رھيو ، ڏسندو رھيو ، ڏسندو رھيو ... نيٺ جڏھن ڪانئس رھيو نه ٿيو ته مشتوءَ جي پر ۾ آيو.

”مشتو ، ٿورو مون کي چڙھڻ ڏي.“ ھن سڪڻ وانگر منٿ ڪندي چيس.

”ھل، ھل. پڇي پوندي - پيِن ..“ ھن ھينڊل کي ڪاٻي پاسي موڙيو.

شمن ڏانھنس ڏسندو.

ھن موٽريءَ کي اڱڻ جو چڪر ڏياري، شمن جي اڳ و اچي وات سان 'چيِن' ڪري بريڪ ھنئي. ۽ ھلڪي رڙ ڪري اردوءَ ۾ چيو، 'ھٽ جائو ، پئي ھٽ جائو - نھين تو مرجائو گي.'

شمن پياو منھن ڪري ماءُ جي پرسان آيو.

”اما!“ هن ماءُ جي لوڏي کي پنهنجن ننڍڙن هٿن سان لوڏيندي چيو، ”او، اما.“

”ڇاهي ابا؟“ ماڻس سيڻپائيءَ سان ڳالهين ۾ رُڌل هئي. موڻ کي مشتوءِ جهڙي موتري وٺي ڏي.“

ماڻس ٻڌو اڻٻڌو ڪري ڇڏيو.

هن ماءُ جي چولي جو پلاند پڪڙي ڇڪڻ شروع ڪيو، ”اما، او اما! مهڙي موتري وٺي ڏي.“ ’ڏي‘ جي آواز ۾ ڪي هن ڪجهه ٻڪهو ڪندي چيو.

”بس ته ڪر مينا.“ ماڻس ماڳي بيڌياڻيءَ سان چيس.

”وٺي ڏي، اون.“ هن هڪ ڀير پٽ سان هنيو. سنهن دابلي وانگر سچاياڻين ۽ ’وٺي ڏي، وٺي ڏي...، جو رڙيون شروع ڪيائين.

”ڇاهي جاني!“ هاڻي ماڻس ڌانهس ڏنو. ڪاڏيءَ ڪان جهليائينس، ”ڀُء ڇاهي؟“

”مهڙي موتري وٺي ڏي.“ هُن اڱڻ جي ٻئر تي ڦرندڙ موتريءَ ڏانهن آڱر جو اشارو ڪندي چيو. هوڏ ۾ سندس آواز، نڪ مان ڪُڇڻو تي تي نڪتو.

ماڻس چپ ڪرائڻ لڳي.

”نه، وٺي ڏي، وٺي ڏي...“ هن هوڏ مان گڏ ٽيسو به شروع ڪيو. ڀير زمر سان واري واري تي، پٽ تي هڻڻ لڳو. سيمنٽ جي فرش تي سندس اگهاڙين ڀيرن جي ترين جو هلڪو هلڪو آواز ’ٺڦ ٺڦ‘ ٿي اچڻ لڳو.

”چڱو مانڻ ڪر. گهر هل ته وٺي ٿي ڏيان.“ ماڻس مانڻ ڪرائڻ خاطر چيس.

”نه نه، وٺي ڏي، وٺي...“

”ڀُء“ ماڻس پڇڪار ڪيئي، ”منهنجو سڌو رو پٽ ناهين- چپ ڪر، گهر هل ته وٺي ٿي ڏيان.“ منهن ٻنهي هٿن ۾ جهلي

نرڙ تي چمي ڏنائينس ۽ آڱوٺن سان سندس ڳلن تي وهي آيل ڳوڙها اگهيائين.
”نه نه. وٺي ڏي. وٺي ڏي.“ سندس ٻئي پير تيزيءَ سان پٽ تي هڻڻ لڳا ۽ سڄو بدن ڏڏڻ لڳس.
ڪا مهل هن جو رينگو جاري رهيو. ماڻس سيڻائيءَ سان ڳالهين ۾ لڳي ويئي. ريڻگي سان گڏ هن جون نظرون هلندڙ موٽريءَ جو پيڇو ڪرڻ لڳيون. ۽ وري ماءُ جي چولي کي زور سان ڇڪي چيائين: ”هل پلا. هل نه ــ هل گهر. هلين نٿي!“ وٺي چولي جي پلاند کي ست ڏنائينس.
”چڱو، ادي هلان ٿي، هي نياڻو ويهڻ نه ڏيندو.“ چئي ماڻس سيڻيائيءَ کان موڪلايو. ۽ هيءُ برقعي جو پلاند هٿ ۾ پڪڙي، ڇيلڙي وانگر گهر تائين پٺيان لڳو آيس.
ماڻس برقعو لاهي ٽنگيو ته هن چولي جي آڳند کان وٺي، ڇڪي چيس: ”هاڻي پلا گهرائي ڏي.“
”هينئر ڪٿان ايندي. رات ٿي وئي آهي. سڀاڻي گهرائي ڏيندي يسانءَ.“
”نه نه، دڪان کليل آهن. هينئر گهرائي ڏي.“
”منهنجا ڏاها پٽ، بس ڪر. سڀاڻي هڪ گهرائي ڏيندي يسانءَ.“
”نه ــ هينئر گهراءِ.“ هو ٽنگن ۾ چنبڙي پيس.
”مئا هينئر ڪٿان ملندي ــ ڇڏ ته هٿانءَ نه ڪلا.“ ماڻس ڪڪ ٿي چيس.
”ملندي ملندي.“ هن پنهنجون ٻانهون ماءُ جي ٽنگن ۾ ورائي، ڪنڌ کي ٿورو پوئتي مٿي ڪري، ماءُ جي منهن ۾ ڏسندي چيو.
”ٻري ٿي ڳري ويا ــ ڪنا.“ ۽ ان سان گڏ ماڻس جو هٿ، سندس ڪونئري ڪچڙي ڳل تي ڦهڪو ٿي ويو. ۽ ان تي آڱرين جا ڳاڙها نشان ٿي پيس.

هن رانڀاٽ ڪيو ۽ ٻوءِ رينڪٽ. ڀتڪڙا ٻير هلڪي هلڪي آواز سان ٽڦ ٽڦ ڪرڻ لڳا. وري ٻهٽ تسي ليٽي، ليٽڙيوڻ پائڻ لڳو. ڪا مهل ليٽڙيون پائي پائي، ورانڍي جي ٿُلهه ڪي ٽيڪ ڏئي ويهي رهيو. سڏڪا منجهي ويس، ڳوڙها بند ٿي ويس ۽ ڳوڙهن جا نشان سانوري، منهن تي لينگها ٿي بيٺس. ڪ هن مهل ڪان ٻوءِ وڏي پيٽس زيبو پرسان آيس ٻرچائڻ: "آت ٻچڙا! امان ڪيني تون سنو- تون مون وٽ اچ." هن پنهنجا ڪونٽرا هٿ، ڪنيڙاڙين جهڙين سندس ٻانهن هيٺان بغلن ۾ ڏيئي کيس کڻڻ چاهيو. "نه نه - مان ڪونه..." هن ڪروڌ ڪري ٽڪ مان آواز ڪڍيو ۽ ڪنيڙاڙيون ڦٽڪائي، پيءُ جا هٿ پري ڪيا. ان مهل ماڻس چانورن کي دم ڏيئي، چلهه جي پرسان منجيءَ تي ويٺي پٽاڻن جا ڳتڙا ڪيا. تنهن زيبوءَ کي چيو: "نٿو سمجهي ته چڙي ڏينس موٽر کي- متن وڏي ويو اٿس. اڄ منظور سياڻي هن کي اسڪول وٺي ويجهاڻ، گهڻو ئي وڏي ڏکيو آهي. مشتو به ته اسڪول وڃي پيو نه!" ماءُ جي انهن لفظن جو هن تي ذرو به اثر نه ٿيو. هٺائين وڏيڪ منهن سڄائي ويهي رهيو.

رات جو دير سان جڏهن پٽس گهر آيو ته هن درڪاڻ جي چيڪٽ بڏي، ٺڪين سر سڏڪا ڀرڻ شروع ڪيا ۽ اتيئي ٿلهه سان ٽيڪ ڏيو، پيرن جون کڙيون زمين تي گسائڻ لڳو.

"چو ڙي- توکي ڇا ٿيو آ؟" پٽس مٿان اچي بيٺس.

"سيٺ رحيمونءَ، مشتوءَ کي موٽري وٺي ڏني آهي، سو- چئي ٿو ته مون کي به وٺي ڏي. هاڻي هجن پئسا ته وٺي ڏيانس. هو ته ٿيا سيٺيا!" ماڻس چيو.

"اڙي واه يار! هڪڙي موٽريءَ ڪان رُنو آهين. موٽريون کوڙ."

ٻٽس ٻانهن ڪان ونئي ڪيس مٿي ڪنيو، مٿي، پنهنجي مٿي ڪان مٿي ۽ ڪٺڻ ويل زبان وات ۾ ڦيرائيندي ڪيو: ”اڙڙڙڙ-“ ٻوءِ هيٺ آئي نيرڙ تي چمي ڏنائينس، ”مان تو توکي ونئي ڏيان.“ هن چمي ڏني چيس. هو پيءُ جي ٻاڪر ۾ ٽنگن جون چڙهيون هڻڻ لڳو: ”هيئنر ونئي ڏي.“ منهن سڄائي، چپ ٻولا ڪري چيائين.

”ڇڳو گهٽيون موٽريون کپنئي؟“ ٻٽس ٻانهن ڏئي، هنج ۾ ڪنيس.

”هڪ.“ هن ڪنڌ هيٺ ڪري شرمائي چيو.

” س!“

هو چپ. اجا وڏيڪ اچ مان منهن هٿ ڪري پيءُ جي ڇاتيءَ ۾ لڪائي ڇڏيائين.

”ڇڳو ٻڌ، ٻهرين تاريخ مان توکي ٻه موٽريون ونئي ڏيندس.“ ٻٽس دلبو ڏنس.

”نه - اڄ.“ هن پير جي چڙهي هنئي، ۽ ٻاڪر مان پاڻ ڇڏائڻ لڳو.

”ڇڳو ٻڌ پلا!“

هو چپ.

”تون منهنجو سٺڙو پٽڙو آهين نه؟“

هو چپ. ڪنڌ هيٺ.

”سٺڙا پٽ رُسندا نه آهن. ها نه! مشتوءَ وٽ رُڳي هڪ موٽري آهي نه، سا به ڪئي ڪئي. مان توکي ٻهرين تاريخ پنج موٽريون ونئي ڏيندس. پنج! پنهنجي بابل کي پنج!“ ٻٽس هڪ تجربيڪار پيءُ وانگر هن کي دلبي ڏيڻ مان گڏ سندس توجه به هٽائڻ لڳو: ”شاباس منهنجو ڏاهو سٺو پٽ! ٻيا سڀ ڪيئا. منظور ڪينو، شمي ڪيئي، قمر ڪينو - باقي منهنجو شمن سٺو، ها نه؟“

”تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين، نه ونئي ڏيندين!“ هو پنجن جي لالچ ۾ ڪجهه هوڏ تان لٿو، پر وري به پڪ ڪرڻ لاءِ چيائين:
”نه ونئي ڏيان – نه ونئي ڏيان، نه ونئي ڏيان ته پوءِ – مون کي مال – ڪيجانءِ.“ ائين چئي ٺُـو ڇمي ڏنس.
هو چپ تي ويو ۽ پنهنجي ليکي پنهنجي سوڀ تي مسڪرائي، شرمائي، ڳل ۾ پيءُ جي ڇاتيءَ تي رکي قميص جي بٽڻ سان کيڏڻ لڳس.
”ڀلا، ماني ڪاڏي اٿئي؟“
”نه، ڪٿي ڪاڏي آهي شيطان!“ ماڻس عورتپڻي جي اهڙي مخصوص انداز سان چيو، جنهن ۾ هلڪي چنچل ٻهڪ سان گڏ مامتا جو ڳتيل جذبو ۽ مڙس لاءِ پيار ٺٺي بڪيو.
ان ڏينهن کان پوءِ:
هن تاريخون ڳڻڻ شروع ڪيون. روز وڏي پيڻ زيبوءَ کان پڇندو رهيو: ”ادي، ڪهڙي تاريخ آهي؟“ ”ويهين.“ پهرين تاريخ ۾ باقي گهڻا ڏينهن آهن؟“ ”ڏهه ڏينهن“ ڪڏهن پورا ٿيندا؟“ ”ڀلا، باقي ٻـه ڏينهن آهن.“ ”باقي هڪ ... سڀاڻي پهرين آهي...“ ۽ مشتوءَ سان ڪيتي ڪري سنگت ڦٽائي ڇڏ ڀائينس. گهر وڃڻ ڇڏي ڏنائينس، ۽ هاڻي جڏهن مشتوءَ ٻجري پڪڙيل ڪاري روڊ تي شام جو پنهنجي موٽريءَ تي چڙهي، پين – پين – ڪري هلائيندو هو ته هو سيڪٽن وانگر ڏمڻ بجاءِ چوندو هوس: ”بابا مون کي به ونئي ڏيندو – پنج موٽريون، پهرين تاريخ.“ ۽ مٿس هڪ لاپرواهه نظر وجهي، بجليءَ جي ٿنڀي هيٺان ڪکرين سان کيڏڻ لڳندو هو يا بجليءَ جي ٿنڀي ۾ ٻانهن ورائي، ڦيريون پائيندو هو.
جواب ۾ مشتوءَ به چيو هوس، ”آ ڳو ڙو آ ڳو ڙو! ڀلا تنهنجي

پيءُ وٽ ايڏا رپيا ڪٿي آهن جو ونندو؟“
”هل هل. ڀورڙين تاريخ منهنجي بابا وٽ الاهي رپيا هوندا آهن. هيڏا هيڏا نوٽ!“ هن اکيون ڦاڙي وڏي خوداعتمادي سان وڏيو ۽ پوءِ ٻمبوءَ ۾ ٻانهون وراڻي ڦرڻ لڳو.
”ڪوڙ ...ڙا! تنهنجو پيءُ ته غريب آهي - اما چوندي آهي ته شمو ورا غريب آهن.“
پر شمو ، مشتوءَ جي انهن ڳالهين جي پرواهه ڪرڻ کان سواءِ ئي پنهنجي راند ۾ رُڌل رهندو هو ۽ ڪيس ڪو به جواب نه ڏيندو هو.
ڏينهن گذرڻ سان، ڀورين تاريخ ڪي ويجهو ايندڙ هر ڏينهن کيس عجيب خوشي ڏيندو رهيو. عجيب خوشي - جيڪا چاهت جي ڪميل ٿيڻ تي ٿيندي آهي؛ چاهت - جيڪا روح جي گهرائيءَ تائين رچي، هڪ سهڻي سپني جو روپ ڌاري چڪي هجي. سپنو، جو ڪڏهن وهم جو روپ وٺي، حقيقت ...سن لڳندو آهي.
اڄ ڀورين تاريخ هُئي:
صبح جو جڏهن ماڻس ننڊ مان اٿاريس، ته ٻُل ڏئي اٿي ويٺو ۽ اتي شرط ماءُ کان پڇيائين: ”اما- اڄ ڀورين تاريخ آهي نه؟“

.........

سندس نظرون در ۾ هيون. منجهند جا ٻاچا لڙڻ لڳا. قمر، منظور ۽ شمي ڪڏهوڪو اسڪول مان موني آيا هئا. هن منجهند جي ماني ـ چڱي طرح نه کاڌي ۽ ماءُ ۽ ڀيڻ کان پڇ پڇ لائي ڏني: ”اما! اڄا بابا ڪونه آيو آهي؟، چو؟“،
”چو يلا اڄا نه آيو آهي - هان.“ بيچيني ۽ اڻتڻ واري اتاولپ مان ڪڏهن روم تي بيهي آفيس وارو دگهه جاچڻ

لڳو، ته ڪڏهن ٻاهرين در جي چائنٽ تي ويهي اوسيئڙو ڪرڻ لڳو... تان جو ٻئس گهٽيءَ مان مُڙيو. هن اتان ئي رڙ ڪئي: ”اما - بابا.“ سندس آواز ۾ هڪ اڻلکي خوشي هئي، جا روح جي گهري پاتال مان جڻ اٿل کائي آواز جي روپ ۾ پڌري ٿي هئي. هو اندر آيو. ٻڪندي، اڱڻ جي پڌر تي هڪ ڪُنب ۾ سندس پير مُڙيو ۽ هلڪو ٺيڙ کاڌو. ان جي پرواهه ڪرڻ کان سواءِ ئي، پاڻ سنڀالي ٻڪندو ماءُ وٽ آيو. هلڪي نموني سهڪندي، ۽ ڪنهن اندرين اتساهه پريل امنگ وچان گد گد ٿيندي، ماءُ کي چيائين، ”اما - بابا اچي پيو“ ۽ وري پوئتي ٻاهرين در ڏانهن مڙيو. وري ماءُ ڏانهن واپس وريو.

ٻئس در مان اندر لنگهيو.

هن اتان ئي رڙ ڪئي، ”با-با.“ سندس ڪچڙو ڪونئرو منهن ڪنول وانگر ٽڙي پيو ۽ ٽڙي ٻهڪي پيو. اکيون وڏي پيءُ جي ٽنگن کي چنبڙيو.

ٻئس مٿس هڪ مٺاچري نظر وجهي، ٻي ڏياڻيءَ مان کيس الڳ ڪيو، ۽ وراڻدي ۾ وينل زال آڏو اچي، ڏهه رپئي ريئي جا نوٽ - چار پنجين پنجين جا - هڪ ڏهين جو ۽ ڪجهه ڍينگلا سندس آڏو کٽ تي ڦٽا ڪيا ۽ چيو، ”هان وٺ.“

شمن رپين ڏانهن ڏسي، گد گد ٿيندي، تاڙي وڄائي ۽ اکيون ڦاڙي چيو، ”هَلُ! هيترا رپيا!“

جونس، مڙسس ڏانهن ڏٺو خاموش نظرن سان. پوءِ آهستي ڪڇيو، ”بس! هي؟“

”پيو لڪ! اوڌر تي ڪٿين ته ٿي ڏسين اڳ نه پٺ. بس اهي بچيا آهن.“ هن چڙ ڪاڏڙ هلڪي جارحانه انداز ۽ غصي سان چيو، ”اڃا ڪير واري جا رهيل آهن.“

شمو اڃا آس ـ هڪ ڏکي آس، جا هو پندرهن ڏينهن کان مڪمل ٿيڻ جي يقين تي اندرئي اندر مَنَ ۾ سانڍي رهيو هو ـ ڪنيو، هن معاملي کان اڻ ڄاڻ پيءُ جي ٻن ٽنگن جي وِٿيءَ ۾ منهن هنيو ويٺو هو. پٽس ڪيس ٻي ڏيانيءَ منجهان ٻيهر هٿائڻ جي ڪوشش ڪئي، جو هن جو سمورو ڌيان زال ڏانهن هو.

هوءَ سمجهي وٺي هئي ته مڙس پريل آهي. پر ڇاڪاڻ ته ٻي ڏوهڻ هئي ۽ هر ٻي ڏوهي پنهنجي صفائي پيش ڪرڻ لاءِ فطري طور آتو هوندو آهي سو هن مڙس کي ورندي ڏني:
”اهو سڀ گهر ۾ خرچ ٿو ٿئي ـ مان ڪو مائٽن کي ڪانه ٿي موڪليان!“
”پر خرچ هلائڻ جو به ڪو ڍنگ هوندو آهي ڪي نه بس.“ هن ڇڙٻ ڇنو.
”تو ن ٿي هلاءِ ته خبر پوي.“
هو پريل هو ۽ وسي پيو: طعنا الزام. پنهنجي تباهي ۽ بربادي جو روح ـ ۽ پوءِ گاريون.
هُن ٻهرياڻين جواب ڏنو. پوءِ گهر ۾ پوريل هر مشرقيءَ عورت وانگر رنو، پوءِ پٽيو پنهنجو ڀاڳ کي، پنهنجي قسمت کي، پنهنجي ماءُ ـ پيءُ کي، پنهنجي وجود کي.
پيءُ ڪاڻ ٿيل هو ڏئي ڏار ٿيل شمن، ڪڏهن ماءُ ڏانهن ڏسڻ لڳو، ڪڏهن پيءُ ڏانهن، وري ماءُ ڏانهن، وري پيءُ ڏانهن ... ۽ هڪ دفعو وڏي جوان پيڻ زبيوءَ ڏالهن ڏٺائين، جا اڱڻ ۾ چلهه وٽ رات جا چانور ڌوئي رهي هئي. زبيوءَ به ڏانهس ڏٺو. پوءِ ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيائين. هڪ ڏوهيءَ وانگر جنهن جو ڪو به ڏوهه نه هوندو آهي، پر پوءِ به پاڻ کي ڏوهي سمجهندو آهي. ان ڏوهه جي احساس هيٺ ته هن جمي ئي ڏوهه ڪيو آهي، ان گهر ۾. هن ماءُ ـ پيءُ

وٽ. ان حقيقت کان بيخبر ته سنڌس جسم ۾ سندس ذرو ذرو هٿ نه آهي.

ان مهل کان گهڻو اڳ، پيا ٻيئي ٻار راند جي ميدان ڏانهن هليا ويا هئا.

ماڻس جا سڏڪا ۽ ڏيهو آواز ايندو رهيو. سندس سڏڪن ۾ جهُريل روح جو جهُريل پڙلاءُ هو ۽ لفظن ۾ ان جهرڻ جو درد. ۽ پوءِ سانت ڇانئجي وئي. ماڻس هڪ وڏو شوڪارو ڀري اٿي ۽ چلهه وٽ آئي، جٿ ته روئي روئي سندس اندر هلڪو ٿي ويو هو. ڏيٺس هڪ بيوس همدردي ڀريل نگاهه وڌس. پٽس اندر ڪوٺيءَ ۾ هليو ويو هو. هن ڪنڪندڙ خاموشي ۽ ان ۾ ڪروڌ جي پکڙيل ڪڙاڻ، ٿمن جي ذهن کي ڳرو ڪري ڇڏيو. هن جي موٽريءَ جي چاهت، جا آس بڻجي، سندس روح ۾ رچي، وجود جو لازمي جز بڻجي وئي هئي، سا ڪيڏانهن گم ٿي وئي. هن کي ڳهر کائڻ لڳو. هڪ اندروني خواهش پٽاندڙ هن ماءُ وٽ وڃي، سندس هنج ۾ ڪِرڻ چاهيو، پر هو ائين ڪري نه سگهيو.

۽ ٻاهر روڊ تي هليو آيو.

ان وقت لهندڙ سج جا سونهري ڪرڻا لڙڻ لڳا هئا، ۽ شام جو مخصوص فرحت ڏيندڙ ماحول ڇانيل هو. روڊ تي مشتاق پنهنجيءَ موٽريءَ تي چڙهي، 'زون - زون - پين پين' ڪندو گد گد ٿيي چڪر ڏئي رهيو هو. سندس پنيان نوڪرياڻي هئي. هن مشتاق ڏانهن ڏسي، سندس موٽريءَ تي نظر وڌي. پر سندس اکين ۾ سڪندي روح جي اولڙن هجڻ بجاءِ ٻڏل دل، آداس ۽ منجهيل روح جون جهلڪيون هيون ۽ سندس موٽريءَ جي چاهت، ان اداسيءَ ۽ مونجهه جي گڏيل ٻار هيٺ بي ستي ٿي ٽمجي چڪي هئي.

مشتو موٽري ڪاهي سنڌس پر ۾ آيو ۽ چيائين، "شمو، اڄ تہ ڪيڏو ن." ٻارڙي سادگي جنهن ۾ برچاڻ لاءِ منتق هئي.
"نہ." هن مختصر ورائيو.
سامهون، مشتوءَ جو پيءُ سيٺ رحيم اچي رهيو هو. سندس پٺيان نوڪر هو ۽ ان جي هٿ ۾ ٿرماس هو.
مشتوءَ پيءُ کي ڏٺو تہ شمن کي ڇڏي، موٽريءَ جو اوڏانهين رخ ڪيائين، ۽ خوشيءَ ڀريل آواز ۾ چيائين: "بابا."
پٺس پر ۾ اچي، ڪيس هنج ۾ کنيو ۽ پوءِ گهر ڪٺي ويس؛ نوڪرياڻي سندس موٽري کهلي اندر وٺي ۽ نوڪر ٻاهر بيٺو رهيو.
هو ساڳي بجليءَ جي ٿنڀي هيٺان اچي ويهي رهيو، ڳوري من ۽ منجهيل ذهن سان. ڪن گهڙين کان پوءِ پٺس ڏٺو ۽ ڏسي سڌو هليو ويو. ٻن جاتل سڃاتل نظرن جي ميلاپ ۾ هڪ وڇوٽي هئي. ان وڇوٽيءَ جي خال ۾ هڪ احساس هو: اڻڄاڻپ جو ۽ اجنبيت جو.
شام جي ڪاراڻ وڌڻ لڳي. ٿنڀي ۾ لڳل بلب بي آواز جهٽڪو ڏئي ٻريو. وڌندڙ اوندهہ ۾ ان جي روشني اچا وڏيڪ جهيٽي ۽ عجيب ٿيڻ لڳي. جڻ تہ اوندهہ آهستي آهستي ان جهيٽي روشنائي کي ڳڙڪائي ويندي.
۽ هو ان اوندهہ ۾ وکوڙيل هلڪي ۽ جهيٽي روشنيءَ ۾ ويٺو رهيو.

نماهي مهراڻ، ٣-١٩٧١ع
حيدرآباد سنڌ.

# عيد جي خرچي

## ظفر حسن

”بابا جي اڄ چنڊ نه ڏٺو ته ڇا عيد نه ٿيندي؟“
”نه پٽ، اڄ ته چنڊ ضرور ٿيندو.“
”پر جي ڪالهه وانگي اڄ به نه ڏٺو ته!“
”اڄ ته چنڊ پڪ ٿيندو. اڄ ته ٽيهون روزو آهي نه!“
پٽس کان پڪ ملندي ئي ساران ڪڏڻ لڳي ۽ اتان ئي رڙ ڪئي: ”مٺو ٻڌئي، بابا چئي ٿو ته سڀاڻي عيد ضرور ٿيندي.“

ٻاهر اڱڻ ۾ مقبول ٻالٽيءَ سان ٻانهيءَ جا ڏول ڀري مٽ ۾ وجهي رهيو هو. هن ساران جي آواز تي ڪنڌ ڦيرايو ئي مس، ته ساران سندس آڏو پهچي چڪي هئي.

”ٻڌئي، بابا چئي ٿو سڀاڻي عيد ضرور ٿيندي.“ ساران کيس اها خبر ٻڌائيندي اڱڻ ۾ اچي ويئي. ڇو جو هن سمجهيو ته اها خبر هن کي مقبول کان اڳواٽ پئي هئي. ڪنهن ڳالهه جي اڳ ۾ خبر پوڻ جي خوشي ٻارن کي ته ٺهيو پر وڏن کي به ٿيندي آهي.

”ها ها، مون کي به خبر آهي. توکان پهرين مون کي خبر پئي.“ مقبول ساران جي آڪڙ جو ڪو به اثر نه وٺندي چيو.

”هل ڪوڙا! تو به ٻڌي ورتو— بابا ته مون کي پئي ٻڌايو.“

مون کي ته سائين ٻچل ٻڌايو. چيائين پئي ته چنڊ ته ڏٺو

ته به سياڻي عيد ٿيندي، اڄ ٽيهون روزو آهي.“
ساران جو منهن ٿي لهي ويو. ساران جڏهن به مقبول کان
اڳ وٺڻ جي ڪوشش ڪندي هئي ته هوءَ سدائين هار کائي
ويندي هئي.
”پوءِ مون کي سوير ڇو نه ٻڌايو؟“ ساران مرڪوئي
ڪاوڙجي پيئي.
”بس نه ٻڌايم؟“ مقبول ساران کي تنگ ڪرڻ لڳو.
”ته پڻ تون اڪيلو خرچي وٺڻ وڃين هان نه!“ ساران
مقبول کان رُسي ويئي.
”نه نه چري. آءٌ ته پوڳ پيو ڪريان. مون توسان انجام
ڪيو هو ته اڪيلو...“ مقبول جي جملي پوري ٿيڻ کان
اڳ مائٽس رڙ ڪئي: ”اڙي ڇورا! جهٽ ڪر ڪلاڪن
کان مس مس هڪ باڙدي پري آيو آهين. اچا ٻي به پري
اٿئي.“
۽ مقبول ٽڪڙو ٽڪڙو مٽ ڀرڻ لڳو. هن جي سامهون
نل تي لڳل دلن ۽ باڙدين جي ڊگهي قطار لڳل هئي. مقبول
باڙدي خالي ڪرڻ شرط ٽڪڙو ٽڪڙو ٻاهر نڪري آيو ۽
نل تي نهن وڃڻ لڳو. ساران، جا مائٽس جي مقبول تي نڪتل
ڇڙٻ تي چپ ٿي ويئي هئي، سا به مقبول جي پويان نڪري
آئي. ڪيس مقبول تي، جو شڪ هو سو، يقين ۾ بدلجڻ لڳو ته
مقبول ڪيس صاحب جي گهر عيد جي خرچي وٺڻ لاءِ نه وٺي
ويندو. اڪيليءَ سير سڄي خرچي ڦٻائي ويندو. ڇي اڻين نه
هجي ها ته پوءِ عيد جي هڪ هجڻ جي خبر مقبول کانئس
ڇو لڪائي هئي! انهن خيالن ۾ هوءَ ڪجهه دير ٻنا ڳالهائڻ
جي مقبول جي پويان پويان لڳي آئي. خاموشيءَ جو احساس
ٿيندي ئي، هوءَ مقبول کان پڇڻ لڳي: ”ادا مقو، سچ ٻڌاءِ،
تون اڪيلو ٿي اڪيلو خرچي وٺڻ وڃين ها پلا؟“ ساران جي

آواز ۾ نراساڻي هئي، آزي نيزاري هئي.

"مان تو سان پوڳ ٿي ڪيو. توکي پلا ڪيئن ڇڏي وڃندم."

"ڏس ادا مقو، ڀڪ نه! مان ته تنهنجي هر ڳالهه مڃيندي آهيان نه!" ساران ٻاڏائيندي چيو.

"ها وٺي ويندو مانءِ ني، مقو نه ڪياءِ!"

ساران جي منهن تي خوشي جي لهر موٽي آئي. هن جي اکين اڳيان صاحب جو گهر، گهر جا ٻاتي، اتي ايندڙ ماڻهو ۽ رپئي رپئي جا نوٽ گهمي ويا.

مقبول نل تي لڳل قطار جي ڇيڙي تي پهچي چڪو هو.

"ساران تون هل نه ته بابا ڳوليندو هتي اچي نڪرندو."

مقبول کي پنهنجو ٻه ڊپ هو ڇو ته هو باڙدي قطار ۾ رکي مولو ۽ جعفر سان گولين راند ۾ لڳي ويندو هو ۽ پڻس کيس مولوءَ سان راند ڪرڻ کان روڪيندو هو ڇو جو مولوءَ کي پڻس پيڙي پيئندي ڏسي ورتو هو ۽ پڻس کي ڊپ هو ته مولوءَ سان گڏ راند ڪندي پڪ پيڙيون پيئندا پڻس مقبول کي پيڙي پيئڻ کان روڪيندو هو. ان ڪري نه جو ٻيڙي عادت آهي، پر ان ڪري جو پيڙي پيئڻ تي پئسا ڏا خرچ ٿين. پر مقبول جي مولوءَ سان دل هئي جو راند ڪرڻ کان سواءِ مقبول کيس پيڙي جا سوٽا به هڻائيندو هو. مقبول ساران کي موٽائيندي باڙدي کٽي قطار جي ڇيڙي تي رکي.

ساران کي هاڻ هر ڳالهه ۾ شڪ ٿيڻ لڳو. هوءَ سوچڻ لڳي الائي سپاڻي عيد به ٿيندي يا نه، جي عيد ٿي ته مقبول، صاحب جي گهر به وٺي ويندس يا نه. ساران موٽي اچي وري اپيءَ وٽ ويٺي، وري پيهر پيءَ کان عيد جي پڪ وٺڻ لاءِ ٻاهر ماڻهن به ٿي چيو ته سپاڻي عيد آهي پر ساران هاڻي ڪنهن ۾ ويساهه نه پئي ڪيو.

"بابا سڀاڻي عيد ٿيندي نه! چنڊ نه ڏسجي پيو نه!"
ساران وري به اتاوليءَ ٿي پڇيو.
"ها، سڀاڻي عيد آهي اصل ٿڪ سان، چنڊ نه ڏسجي ته به عيد آهي، سمجهئي! هو ڏانهن عربستان ۾ ته ٻه ڏينهن اڳ عيد ٿي به وئي!"
"اهو وري ڪيئن؟ چنڊ ته اڄ ڏسبو پوءِ عربستان ۾ عيد ڪيئن ٿي؟" ساران حيران ٿي پيءُ جو منهن تڪڻ لڳي، ڀرسان ماڻس اهي ڳالهيون ٻڌي رهي هئي ۽ هوءَ ساران جي سوال جو جواب ڏيڻ کان رهي نه سگهي.
"آتي عربستان ۾ مڪو مدينو آهن نه، اتي الله جي حڪم سان چنڊ اڳ ۾ ڏسڻ ۾ ايندو آهي."
"هان بابا!" ساران پيءُ کان خاطري ڪرڻ لڳي.
"ها بابا، الله جي حڪم سان هن کان به وڏا ڪم پيا ٿين!"
جڏهن کان رمضان جو مهينو شروع ٿيو هو ۽ ٻارن عيد جي خوشي ۾ روزا رکڻ شروع ڪيا هئا تڏهن کان ساران مقبول جو هر چيو مڃيندي هئي ڇو جو عيد جي ڏينهن مقبول ساران کي وٺي صاحب جي گهر ويندو هو جتي کين گهڻي خرچي ملندي هئي ان ڪري مقبول ساران تي رعب و جهند و رهندو هو.
"ساران پاڻي ته پيار!"
"ڇو، تون پاڻ لٿو پئين؟"
"چڱو نه پيار، آءٌ صاحب جي گهر نه وٺي ويندومانءِ!"
۽ مقبول جي ڌمڪي تي ساران ڊوڙ پائي پاڻي ڀري ايندي هئي.
"ساران مٺي مانيءَ مان ٽڪر ته ڏي."
"توکي پنهنجي ڇا آهي نٿو کائين!"

”ٻلي نه ڏي پوءِ صاحب جي گهر...“
ڳالهه ختم ٿيڻ کان اڳ ساران پنهنجي مانيءَ مان نڪر
ڪڍي مقبول کي ڏيندي هئي. اهڙي طرح ساران مقبول
جو هر حڪم مڃيندي هئي.
”ساران، او ساران.“ پوءِ ساران کوبه جواب نه ڏنو، هوءَ ننڊ
۾ پيئي هئي. ”ساران!“ مقبول به ڏاڍيان چيو.
”هون.“ هلڪو آواز آيو پر ساران نه اٿي.“
”ساران اٿي دلي باڙدي جي سنڀال ڪر نه!“ مقبول باڙدي
قطار ۾ لڳائي ساران کي سنڀال لاءِ چوندو هو. اکيان نل
کان جيئن کو پنهنجي واري مطابق پاڻي ڀري نڪرندو هو
تيئن قطار ۾ رکيل مٽ، دلا ۽ باڙديون سڀ سرندا ويندا هئا
جڏهن مقبول جو پيءُ گهر ۾ نه هوندو هو، مقبول ساران کي
باڙدي سرائڻ جي ڪم تي رکي پاڻ گولين راند ڪندو هو.
”ساران ٻڌين ٿي! اٿ نه هلي باڙدي سنڀال “ پر ساران ننڊ
مان ڪٿان ٿي اٿي.
”چڱو نه اٿ، آئون به صاحب جي گهر نه وٺي ويندو مانءِ
۽ ها پوءِ وٺجئين عيد جي خرچي!“
”هان عيد جي خرچي! هلو ته وڃون هلون.“
مقبول ساران جي بدحواسي تي کلڻ لڳو. ”عيد جي خرچي
هيئنر ڪٿان آئي! اڃا ته ٻارنهن روزا ٿيا آهن! هل باڙديءَ
جي سنڀال ڪر نه ته صاحب جي گهر نه وٺي ويندو مانءِ؟“
ائين چئي مقبول هلڻ لڳو. هن کي يقين هو ته هاڻي ساران
ضرور اچي باڙدي جي سنڀال ڪندي ۽ هوءَ واقعي ٻنا وڏيڪ
ڳالهائڻ جي ڪٺار وانگر مقبول جي پريان لڳي آئي. هن کي
سدائين اهو ڊپ هو ته مقبول هن کي صاحب جي گهر نه وٺي
ويو ته عيد جي خرچي ڪٿان ايندي! پٽس ته هڪ رپيو
ڏيئي ناري ڇڏيندو هو. راندڪا ڪٿان ايندا! اير لنگ ڪٿان

ايندا: چوڙين جو ڇا ٿيندو؟
چنڊ رات خوشيءَ ۾ ڪيتري دير تائين جاڳندي رهي ۽ ماڻس کان آڏا ابتا سوال پڇندي رهي:
”امان هو سونا ايرنگ وڪامي ته نه ويندا؟“ ساران کي ڊپ هو ته هوءَ دڪان تي جي ايرنگ ڏسي آئي هئي سي عيد جي خرچي مان جيسين خريد ڪري تيسين وڪامي ويندا.
”نه ڌيءَ، اها هڪڙي جوڙي ته ڪانهي جو وڪامي ويندي. دڪان تي اهڙيون گهڻيون ئي جوڙيون پيل هونديون.
”پر امان جي سڀئي وڪامي ويا ته؟ ساران جو شڪ اڃا قائم هو.
”اتان نه مليا ته ٻئين بازار مان وٺي ڏيندو.“ ماڻس ڪيس آٿت ڏني.
”پر امان بازار ۾ اهڙا ايرنگ هوندا؟“ هن کي پڪ هئي ته سندس پسند جا ايرنگ رڳو دنيا ۾ هڪ ئي دڪان تي هئا.
”ها ها هوندا. ان کان به سٺا، هاڻي مانُ ڪري سمهي رهه.“
ماڻس هاڻي بيزار ٿيڻ لڳي.
”امان، ڀلا هي سونا ڪونهن ڇا؟“ ساران کي وري هاڻي ٻئي فڪر اچي ورايو.
”پڳلي ڪونه هو مانءَ ته اهي نقلي آهن نقلي، سون جا ايترا مهانگا آهن جو ٻڌي به نٿو وٺي سگهي.“
”پوءِ جيڪي سونا ايرنگ هوندا آهن، آهي ڪير وٺندو آهي؟“
”سون اميرن لاءِ هوندو آهي ۽ نه غريبن لاءِ...“ ساران جي ماءُ ڪجهه گهڙي ماٺ تي ويئي پر وري حسرت ڀريلهجي ۾ چوڻ لڳي، ”۽ غريبن لاءِ اهو نقلي سون هوندو آهي جنهن مان تنهنجا ايرنگ جڙيل آهن.“
”آهو ڇو ڀلا؟ سون رڳو شاهوڪار ئي وٺي سگهن. ڀلا اهو سون اسين ڇو نه ٿا وٺي سگهون؟“

”۽ اهو ان ڪري جو اسين غريب آهيون ۽ سون ننڍا خريد ڪري سگهون.“
”پوءِ ڀلا اسين غريب ڇو آهيون؟“
ان ڪري جو الله سائين اسان کي غريب بڻايو آهي.“
”الله سائين غريب ڇو ڻاهيا آهن!“
”هاڻي متو نه ڪاءِ. مات ڪري و ٻهه!“ ماڻس ساران جي جک کان بيزار ٿي چڪي هئي. پر پيان ساران جو پيءُ، ماءُ ۽ ڏي جون ڳالهيون ٻڌي رهيو هو. هيستائين مانئ هو پر جوڙس جي جند ڇڏائڻ واري جواب تي جواب ڏيڻ کان رهي نه سگهيو:
”الله سائين غريب ان ڪري ڻاهيا آهن جو امير ماڻهو خيرات ڏيئي ثواب حاصل ڪري سگهن!“
پر ساران پيءُ جو جواب اڻ ٻڌو ڪري پنهنجا سادا سودا سوال پڇندي رهي:
”اسان ڀلا عيد هر مهيني ڇو نٿي اچي؟“
”پوءِ ماڻهن کي ٻارهوڻي روزا رکڻا پوندا!“
”اهو ڇو؟“
آهو ان ڪري جو روزا رکيا آهن تڏهن ته عيد جون خوشيون ماڻيون آهن. عيد ته روزيدارن لاءِ ايندي آهي.“
ساران جي پيءُ کان وري رهيو نه ٿيو: ”عيد نه صرف روزي دارن لاءِ ايندي آهي پر بي روزائتن اميرن، شرابين، رشوتين ظالمن ۽ هر مسلمان لاءِ ايندي آهي. اِنهن مذهبي ڏينهن کي هر شخص ملهائي سگهندو آهي سواءِ غريبن جي!“
”۽ عيد ان ڪري به ايندي آهي جو ٻارن کي خرچي ملي ها نه بابا!!“ ساران جڏهن پيءُ کي ياد ڏيار يندي ٻڌايو ته هو عيد جي خوشين ماڻيندڙن ۾ ٻارن کي وساري ويو آهي.
صبح جو عيد هئي ساران ۽ مقبول ايترو سوير عيد جي ڏينهن اٿندا هئا ۽ جلدي تيار ٿي ڪلاڪ رکو وڃنا رهيا جيستين

پيءُ اٿي وهنجي سهنجي تيار ٿئي. مقبول کي اڄ صبح پاڻي پرڻو نه هو. هن اڳيئي رات جو دير تائين پاڻي پري صبح کي ڪسر پوري ڪري ڇڏي هئي. نماز تي پيءُ سان گڏ جي ويا. ساران جي ماءُ سيئون ڏاهي رکيون هيون ته ٻار نماز تان اچي ڪجهه کائي پوءِ ويندا. هن ڏاڍي آڪير سان اهي سيئون ڏاهيون پر جڏهن ٻار موٽيا ته ٻهر هڪ منٽ به نه ترسيا ؛ ماڙس سيئن کائڻ لاءِ رڙ يون ڪندي رهجي ويئي:

”اڙي ايترو جلدي، سيئون ته کائيندا وڃو.“

”نه امان دير ٿي ويندي.“ مقبول پنهنجي تڪڙ لڪائي نه سگهيو. ”امان هتي ته رکيو سيئون آهن، پيو ڇا آهي؟ صاحب جي گهر ته سيرو، شير قورمون، مٺايون، جليبيون، بسڪوٽ ڪنمنڙا ۽ ڏاڍيون سٺيون شيون هونديون آهن.“ ساران پنهنجي معصوماڻي لهجي ۾ چيو. ڪنهن کي ڪهڙي خبر ته ان ۾ سندن غربت تي ڪيڏي نه ٽوڪ لڪل هئي.

” ها امان اتي وري گهڻا ميوا به رکيا هوندا آهن، اصل نوڪرا پريل!“ مقبول ساران جي ڳالهه کي ڳنڍ ڏيندي چيو جيئن جلدي موڪل ملين.

ساران جي ماءُ مڙس ڏانهن نهاريو ۽ شڪايت واري لهجي ۾ چوڻ لڳي، ”ٻارن کي ڏسو عيد جي ڏينهن به گهر ننڍا کائين ۽ ٻاهر ٻين جي گهر ڏڪا کائڻ پڄندا ٿا وڃن.“

”عيد شايد ان ڪري ايندي آهي جيئن امير اهو ٻا ور ڪري ته هو ڪيترو امير آهي ۽ غريب کي اهو احساس ٿئي ته هو ڪيترو غريب آهي! ۽ ٻارن جو ڇا آهي ٿوري دير کان پوءِ اسين غريب به اميرن جي گهرن تي ڏڪا کائڻ وينداسون“ ساران جي پيءُ ٿڌو ساهه ڀريندي چيو.

اڄ ساران جي ماءُ کي مڙس جي ڳالهه خراب نه لڳي. هن کي اهو محسوس ٿيو ته ساران جي پيءُ جون ڳالهيون سچيون

دستور اٿئي ته ننڍو ماڻهو وڏي ماڻهوءَ سان عيد ملڻ ويندو ۽ غريب عيد جي ڏينهن وڏي ماڻهو سان عيد ملندي اٿين محسوس ڪندو آهي جڻڪ ننڍ وڏائي جو ويڇو پل ڪن لاءِ ختم ٿي ويو آهي ۽ اهو به وڏي ماڻهوءَ جي برابر اچي ويو آهي ۽ وڏو ماڻهو ان ۾ خوش ته هن وٽ ڪيترا نه ماڻهو عيد ملڻ اچن ٿا!"

۽ ٻار ٻيءَ جي ڳالهه ختم ٿيڻ کان اڳ گهران نڪري چڪا هئا. ٻاهر دنيا ئي ٻي لڳي پئي هئي: خوشيون ۽ شادمانا رستن تي ٻار نڪري آيا هئا. وڏا ننڍا امير غريب سڀ ئي هڪ رنگ ۾ رنگيل هئا. رستن تي ڪئي هر ڪڻ جا هنڌ هئا: ڦرموٽيون، ڦوڪڻا، ٽوتاڙيون، رانديڪا. الائي ڇا ڇا هوا! پر مقبول ۽ ساران انهن سڀني کان بي خبر اڳتي وڃي رهيا هئا. مقبول ساران کي ٻانهن کان ڇڪيو تيز وکون کڻي رهيو هو.

"مقو، جمن دڪان بند ته نه ڪندو اڄ عيد جي ڏينهن؟"

ساران کي پنهنجي ايرينگن جي ڳڻتي هئي.

"هو ٿو عيد تي دڪان بند ڪري! عيد ڏينهن ته پاڻ جام وڪرو ٿيندو!"

"۽ جي اهي ايرنگ وڪامي ويا ته؟"

"اهو هڪڙو ئي ايرنگ ٺوروئي هوندس! ٻيا به رکيل هوندس اندر!"

"ٻيا اندر رکيل نه هجنس ته؟"

"ڏنو ڪرنم اٿئي ته جڏهن برنيءَ مان بسڪوٽ ختم ٿي ويندا آهن ته هو اندران ٻيا بسڪوٽ ڪڍي اچي برنيءَ ۾ پريندو آهي."

نيٺ اها ڳالهه ساران کي آنڙي ۽ هوءَ خاموش ٿي ويئي.

"۽ ٻڌ ساران، سمجهه ته اتان ايرنگ وڪامي به ويا ته آئون توکي ٻئي دڪان تان وٺي ڏيندس. آئون مارڪيٽ ۾

اهڙو دڪان ڏٺي آيو آهيان جو ايرنگن سان ڀريو پيو آهي، جنهن واري دڪان ۾ ته ڪجهه ڪونهي."

ساران جي خاموش چهري تي چمڪ موٽي آئي ۽ هن جي وک ۾ ڦڙتي اچي ويئي. هاڻي هو هڪ گهٽي مان ٻئي گهٽي ۾ ٿيندي وڏي رستي تي اچي نڪتا هئا. وڏي رستي تي موٽرون، رڪشائون زوزاٽ ڪيو پئي ويون. ايتري ته گيهه لڳي پيئي هئي جو هلڻ ڏکيو لڳو پيو هو ۽ رستو پار ڪرڻ لاءِ وڏي جاکوڙ ڪرڻي ٿي پئي.

"خدا ڪري اڄ صاحب وٽ گهڻا ماڻهو اچن ته گهڻي خرچي ملي!" ساران پنهنجي سڌ ڪي لڪائي نه سگهي. "بابا پئي چيو ته صاحب اڳي ڪان ٻه وڏو آفيسر ٿي ويو آهي. بابا اهو به پئي چيو ته ماڻهو جيڏو وڏو آفيسر هوندو اوترا ماڻهو وڌيڪ ايندا."

"خدا ڪري ته بابا به وڏو آفيسر ٿئي ته هن وٽ به ماڻهو اچن ۽ اسين پنڌ ڪرڻ ڪان ڇٽي پئون!"

"بابا ڪڏهن به آفيسر ڪونه ٿيندو."

"اهو ڇو؟"

"ڇو جو بابا ننڍو ماڻهو آهي."

پر ساران کي اهو جواب سمجهه ۾ نه آيو.

"پر بابا ته صاحب ڪان به وڏو آهي، بابا جو مٿو ته ڇت سان ٿو لڳي ۽ صاحب ته صفا پتڪڙو آهي!" ساران پنهنجي پيءُ کي وڏو ماڻهو سمجهندي هئي.

"اڙي بابا ته قد ۾ وڏو آهي، هونئن ٿوروئي وڏو آهي!"

"ته پوءِ وڏو ماڻهو ڪير ٿيندو آهي؟"

"وڏو ماڻهو اهو ٿيندو آهي جنهن وٽ گهڻا پئسا هجن، موٽرون هجن، وڏا گهر هجن. جن جا ٻار اوچا ڪپڙا پائي نوڪر سان گڏجي موٽر ۾ اسڪول وڃن!" مقبول يڪساهي سڀ

ڪجھہ چئي ويو.

”بابا ھينئر وڏو ماڻھو ڪونھي تہ چا پر نيٺ تہ ٿيندو وڏو آفيسر!“

ساران اڃا بہ اميد نہ لاٿي ھئي.

”بابا وڏو آفيسر تہ چا پر ننڍو بہ نہ ٿي سگھندو!“

”ڪڏھن بہ نہ!“

”ڪڏھن بہ نہ.“ مقبول ورائيو ۽ ساران جو منھن لھي ويو.

”۽ پڌ ساران، بابا ان ڪري وڏو ماڻھو نہ ٿي سگھندو جو ھو پڙھيل ڪونھي.“

ساران اھو پڌي مات ٿي ويئي، پوءِ ڪجھہ ياد آيس ۽ چوڻ لڳي، ”۽ ھو جو وڏيرو آھي نہ، جتي چاچا گلڻ ڪم ڪندو آھي، بابا پئي چيو تہ ھو صفا پڙھيل ڪونھي تہ پوءِ ھو وڏو ماڻھو ڪيئن ٿيو؟“

”ھو زميندار آھي نہ، ھن وٽ زمينون آھن. بابا بہ وڏيري وانگر زمينون وٺندو.“

”وڏيري زمينون خريد ٿورو ئي ڪيون آھن. اھي ڏہ سندس پيءُ وٽ ھيون.“

”۽ ھن جي پيءُ وٽ اھي زمينون ڪٿان آيون؟“

”اھي زمينون بہ الله سائين ڏنيون ھونديون.“

”الله سائين ائين چو ٿو ڪري ڀلا!“

”الله سائين جي مرضي آھي.“

”الله سائين جي اھڙي مرضي چو ٿيندي آھي؟“

”امان ڪونہ پئي چيو تہ الله سائين جي ڳالھين جي وچ ۾ نہ پئبو آھي. اھو وڏو گناھ آھي. پڌ ٿي چري.“ ”قبول گناھ جو ٻڌ ڏيئي ساران کي مات ڪرائڻ چاھيو. ماڻس بہ ائين مات ڪرائيندي ھئي.

”چگو ڀلا، بابا تہ وڏو ماڻھو نہ ٿيندو پر تون تہ ٿيندين نہ.

پوءِ مون کي گهٽي خرچي ڏجان.“
”نه ساران، مان وڏو ماڻهو نه ٿيندس. مان ته اسڪول ئي ڪونه
ٿو وڃان.“
”پوءِ وڃين ڇو نٿو؟“
”آئون اسڪول ويندس ته مزوري ڪير ڪندو؟ پاڻي ڪير ڀريندو؟
روز صبح جو مارڪيٽ ۾ سنڌي سامان جون نوڪريون کڻائي
ٻه چار ڏوڪڙ ڪير ڪمائي ايندو؟“
ساران ڪجهه نه سمجهندي، چپ ٿي وڃي هئي. رستي تي
وڌندڙ ٽريفڪ ۽ سندن هلڻ جي تيز رفتاري هنن جي ڳالهين
کي ختم ڪري ڇڏيو. هاڻي هو چوسول وٽ پهچي چڪا هئا.
چوسول وٽ ٽريفڪ به ڇڙو ڇڙ هئي. جيئن صاحب جي گهر
ويجهو پوندا ٿي ويا تيئن هنن جي وک اجان به تيز ٿيندي ٿي
ويئي. چوسول کي پار ڪرڻ عيد جي ڏينهن سولو ڪم نه هو.
مقبول نظر ڦيرائي: ٻريان ايندڙ موٽر اجا پري هئي. رستو
خالي ڏسي هو ٿورو هبڪيا ته ڪٿي موٽر نه پهچي وڃي. پر
موٽر کي پري ڏسي هنن رستو پار ڪرڻ جو سوچي ورتو. هونئن
به هنن لاءِ پل پل قيمتي هو. صاحب جي گهر پهچڻ جي جلدي
هنن کي رستي پار ڪرڻ جو فيصلو ڏيئي ڇڏيو. رستو پار ڪندي
جڏهن ته ٻئي دماغ گڏ سوچي رهيا هئا. مقبول ساران کي ٻانهن
کان جهلي تيزي سان رستو اڪرڻ لڳو ۽ ساران مقبول جي
هٿ کي جهليو ان جي پويان ڊوڙندي پئي آئي. تڪڙ ۾ ساران
جو هٿ ڇڏائجي ويو، مقبول ٿورو ترسيو پر موٽر کي ويجهو
ڏسي اتي ترسڻ هن لاءِ ناممڪن هو. هو موٽر کان بچڻ لاءِ
تيز ٿي پر پهچڻ لاءِ ڊوڙڻ لڳو.
چيڪاٽ ٿيا، بريڪ لڳي، ٽڪاءَ جو آواز ٿيو ۽ ڪو اڇلجي
وڃي پري ڪريو.
”ساران!“ مقبول کان رڙ نڪري ويئي. موٽرون ۽ رڪشائون

ٻيهي ويون ، ماڻهو ڪريل ٻار ڏي ڊوڙڻ لڳا ، ٽرئفڪ روڪ
تي وئي ـ هر طرف ڪان آواز اچڻ لڳا .
”اڙي ڪنهن موٽر کي روڪيو،“ ڪنهن رڙ ڪئي .
”بچي وئي!“ ڪنهن ٻئي جو آواز آيو .
”موٽر وارا ته انڌا ٿيو ٿا هلائين،“ ٽيون آواز آيو .
”اسپتال ڪڻائي وڃوس،“ ڪنهن صلاح ڏني.
ساران جا ڪپڙا رت ۾ رڱجي ويا . هڪ ماڻهوءَ ساران کي
هنج ۾ کنيو ۽ ڪيس موٽر ۾ ويهاريو . مقبول به پويان پيٽس
کي پڪاريندو هليو آيو ۽ هو ساران جون اکيون بند ڏسي
سڏيندو رهيو . هن رڳو هڪ پيرو ساران کان وراڻي تي ڪهري.
ساران جي وراڻي حياتيءَ جو ثبوت ڏي ها .
”مان ڪر بابا هوءَ بيهوش آهي، هوءَ اکيون نه کوليندي.“
ان ماڻهوءَ چيو .
پر مقبول کي پڪ هئي ته ساران جاڳندي ، هن مانئ نه
ڪئي .
”ساران! منهنجي پياري ادي اکيون کول نه، هل ته عيد جي
خرچي وٺڻ هلون . عيد جي خرچيءَ مان ايرنگ وٺنداسون ،
ڏس هن پيري مان پنهنجي عيد جي خرچي به توکي ڏيندس ،
پيلي گهڻا ايرينگ وٺجانءِ . هاڻي اکيون کول نه ، عيد جي
عيد جي خرچي ملڻ واري آهي ! عيد جي خرچي جام ملندي.“
هن وري زور سان به ٽي پيرا چيو ، ” عيد جي خرچي ساران،
عيد جي خرچي!“ مقبول جو آواز وڌندو ويو . ساران ۾ چر پر
پيدا ٿي. هوريان هوريان اکيون کولڻ لڳي، اکين جا پنبڻ مٿي ٿيڻ
لڳا . هن پنهنجا چپ چوريا ۽ ڪجهه چوڻ جي جاکوڙ ڪرڻ
لڳي . تمام جهيڻو آواز آيو :

”عيد مبارڪ.“ هوءَ هميشه صاحب جي گهر اهين عيد جي خرچي وٺڻ مهل ڪندي هئي. هن پنهنجو هٿ وڌائي ڏري کولي، پر هن جو هٿ ٻيرڪي پيو ۽ ڪنڌ لڙڪي پيو ۽ سندس چپ اڌ کليل رهجي ويا.

ماهوار سوجهرو ڪراچي

---

نومبر 1973ع

# پشپ

## ولي رام ولڀ

”تون جلدي ناراض ٿي وڃين ٿي،“ جيون جي لهجي ۾ ايندڙ طوفان جا آثار هئا.

”ناراض ڪٿي ٿي ٿيان،“ آشا پنهنجو پاڻ کي قابو ۾ رکندي چيو، ”پر توهان ئي ڪٿي ٻڌايو ته جيڪڏهن روز روز توهان کي ڪو ساڳي ڳالهه ٻيو ٻڌائيندو ته توهان تي ڇا گذرندي؟“

جيون اڃا گرجڻ وارو ئي هو ته آشا پنهنجي صفائي ۾ وري چوڻ لڳي، ”انهيءَ ۾ مون اڪيليءَ جو قصور ڪونهي، توهان جو حصو به ته آهي.“

”ڇا چيئه؟“ جيون پاڻيءَ مان نڪري ويو. هٿ سان قابو ڪيل بغل وارو فائيل ڪٿي ڪٽ تي اڇلايائين، ”جيئن آئي آهين، چورين جي پويان پرمار اٿيئي.“

”آهي ته ڇا ٿي پيو؟ پنهنجي گهر جو ٿيون ڪائين، ڪنهن ٻئي وٽ گهرڻ وئيون آهن ڇا؟“ آشا ٻڻ پڻ ڪئي.

”زور سان ڪڇ، ڇا ٿي چئين؟“ جيون جو پارو چڙهي ويو هو.

”چوان ٿي ته انهيءَ جي خبر توهان کي شادي کان اڳيئي هئي ذرو سوچي ڪريو ها.“

”مونکي ڪهڙي خبر؟“

”توهان کي اها به ڇير هجي،“ آشا هٿن ۾ ڪنيل چانورن جي ٿالهي هڪ پاسي رکندي چيو، ”هت يا ڏيءَ جمڻ، ٻيءَ تي ٿي

مدار رکي ٿو.“
”توکي ڪهڙي خبر؟“
”ڪنهن به ڊاڪٽر کان پڇي ڏسو ڪٿي.“
”انهيو ڪهڙو ٿيو، آئي آهي وڏي ڊاڪٽرياڻي.“
آشا جي دل ۾ آيو ته انهيءَ جو منهن ٽوڙ جواب ڏي. پر وري ڪجهه سوچي چپ ٿي ويئي. ڪيس خبر هئي ته انهيءَ بحث جو نتيجو ڪهڙو نڪرندو.

اهڙو بحث سندن گهر ۾ ڪو نئون ڪونه هو، بلڪ جڏهن کان پشپا ڄائي هئي، تڏهن کان اها ٻاهه آهستي آهستي دکندي رهي هئي. ۽ هاڻي جڏهن سندن ٻي ٻچيءَ ’آمرتي‘ ڄائي، تڏهن اها ٻاهه ڀڙڪي اٿي. آشا کي ڪو عجب ڪونه لڳو، ڪيس ڀهرين ٿي چڙ هئي. سماج ۾ ڪا نئين ڳالهه ڪانهي، مائهو جي اهڙي حالت آهي جو ڪيس پتلين جيئن بي وس ۽ مجبور ٿي نچڻو پوندو آهي. وهمن ۽ ڀرمن جو اثر ايڏو ته آهي جو جيون جهڙو آزاد خيال انسان به اوچو ڳاٽ ڪري نٿي هلي سگهيو.
غم جي ڳيتن جي ڀياڪ آشا، روز رنڌڻي ۾ رڌ پچاءَ سان گڏو گڏ گهر جي گهوي سان تنگ ٿي پيئي، پر ائين نٿي چاهيائين ته ڪو سندس ڏيئرون ’تون ڇا تون ڇا‘ ٻڌي وٺن، ۽ سندن ڪومل دلين ۾ ڪمزوري جو ڪو انگ پنهنجي جاءِ والاري ويهي. جڏهن جيون انهي موضوع تي بحث ڇيڙيندو هو ته ونس جيون جي دليلن جي جواب ۾ ڪي دليل نه هئا، يا عورت هئڻ جي حيثيت سان پنهنجو پاڻ کي ڪمزور سمجهيائين ٿي، پر هن ٻارن کي به ڪي سمجهه نٿي سمجهيو. انهيءَ ڪري وڏي آواز سان ’هڏي ڏيئي ڳالهائڻ ۾ هٽڪي ٿي.

آشا پڙهيل لکيل هئي، پنهنجي حيثيت ۽ شخصيت کان خوب واقف هئي. جواني ۾ هن به چواب ڏٺا هئا، خواب جي وقت کان ڪافي اڳ پنهنجي منزل ماڻي وٺندا آهن. هن پڙهيو هو ته عورت پنهنجي ٻانهن ۾ پنهنجي ذات جي چوٽڪاري جي طاقت رکي ٿي. ڪيس اها به خبر هئي ته زمانو بدلجي چڪو آهي، دنيا تيز رفتاريءَ سان پنهنجي اڻ ڏٺل منزل طرف سرگردان آهي ۽ هي ملڪ به تيز رفتاري سان دنيا جي قدم سان قدم ملائڻ لاءِ ڪوشان آهي. پر سندس ٻي سمجهه ۽ خوابي دماغ اهو نه سوچيو هو ته ٻاڻيءَ جي اها اوجلتا ۽ نرملتا سطحي هئي ۽ انهيءَ جي هيٺان گندگي به آهي جتي وقت جون لهرون پهچي به نه سگهيون آهن.

آشا کي ڳالهه جو اندازو انهيءَ ڏينهن ٿي ويو هو جڏهن پشپا اچا گرڀ ۾ ئي هئي ته جيون 'پشپ' نالو رکي ڇڏيو هو.
'پشپ نالو ته ڏاڍو سٺو آهي،' آشا من ئي من ۾ سوچيو هو، پر سندس چهري تي آيل مشڪ هڪدم غائب ٿي ويئي هئي. جنهنجو ڪارڻ جيون جي من ۾ 'پٽ' جي تمنا هئي، ۽ تنهنڪري ئي سندس منهن مان 'پشپ' جو نالو نڪتو. جيڪڏهن اهو ٻار پٽ نه ٿيو ۽ ڌيءَ ٿي آيو، ته آشا کي سڌ هئي ته جيون کي ڪيڏو ڏڪ رسندو. ائين ته اصل ڪونه هو ته ڪو جيون دل جو خراب هو. يا عورت کي ڪنهن نموني ٻرو سمجهندو هو، پر اهي سنسڪار اسانجي رت ۾ ائين رچي وسي ويا آهن، جو انهن کان ڇوٽڪارو ڪرائڻ ئي مشڪل ٿي پيو آهي. جيون آشا جي چهري تي آيل مشڪ ۾ ڪنهن نراشا جو نشان نه ڏٺو هو. ۽ پنهنجي ڌن ۾ چوندو پئي ويو، "اسان جو 'پشپ' ايندو تڏهن اسان جو گهر ڪيئن نه پيارو لڳندو."

”ها،“ آشا آهستي جواب ڏنو.

سندن شادي کي اڃا هڪ سال ٿي مس ٿيو هو ۽ هڪ سال ڪو عرصو ناهي جو اولاد لاءِ سڪ پيدا ٿئي، پر جيون کي ٻارن سان غير معمولي لڳاءُ هو. هو آفيس مان سڌو ڏينهن ڪم ڪري ٿڪجي ٽٽجي اچي، پر پاڙي وارن جا ٻار پاڻ سان ضرور گڏ وٺي ايندو هو، ۽ ساڻن اڱڻ ۾ کيڏڻ لڳندو هو. ڪڏهن لڪ لڪوٽي، ڇڏن، ڪڏهن وري منڊي ماڪوڙي راند. ٻار به ساڻس جلد هري مري ويا هئا.

”انڪل، مونکي به ميائون ميائون ٻلي ڪر.“

”انڪل، تون مون سان ٻُر ملائي ڳاءِ.“

ڇا ڇوڪريون، ڇا ڇوڪرا ’انڪل انڪل‘ چوندي ٿڪبا ڪونه هئا. آشا سوچيندي هئي، جڏهن کيس پنهنجا ٻار ٿيا، تڏهن سندن گهر هڪ ’آئيڊيل فئميلي‘ هوندو. پر کيس ڪهڙي خبر ته سڀيئي خواب سچا نه ٿيندا آهن.

جنهن ڏينهن جيون کي سڌ پيئي ته آشا اميد سان آهي، سندس تصور کي پر لڳي ويا. هو ڄاڻي ٻجهي آشا کي چيڙڻ آيو،

”مان خود ٿي ته اچا ٻار آهيان آشي. ايترو جلدي ڇو!“

”سوچيم ٻارن سان توهان کي پيار آهي نه.“

”تو کي به ته آهي.“

”ته مان ڪو پڇان ٿي ڇا.“

”ڪهڙي خبر. پٽ پٽيءَ کان وڌيڪ پيارو هوندو آهي نه.“

”پٽ؟“ آشا دهرايو، ”ڌيءَ ڇو نه؟“

”ساڳي ڳالهه آهي.“

”ساڳي ڳالهه ڪٿي آهي؟“

”ڇو، فرق ڪهڙو آهي؟“

”مون لاءِ تہ نہ، پر اوهان من ۾ جو آشا رکي ويٺا آهيو، ڪٿي نراس نہ ٿيڻو پوي.“

جيون وڏو ٽهڪ ڏنو، جنهن جي گونج گھر جي چوڌاري ڪان ٻہ ٻاهر گونجڻ لڳي.

”توهان تہ مذاق ڪرڻ لڳا آهيو،“ آشا سنيجہ وچان مشڪي منهن ڦيرائي ڇڏيو.

جيئن وقت گذرندو ويو، تيئن جيون جي تصور ۾ رنگ گھرو ٿيندو ويو. آشا کي بہ چڱيءَ طرح خبر هئي تہ جيون جي خوابن جو ’پشپ‘ سندس ’ڪک ۾ ڪيئن اسري رهيو آهي...
۽ پل ۾ هن ڪيئن فيصلا ڪري ورتا تہ پشپ جي شڪل ۽ صورت سندس پيءُ جهڙي هوندي، پر سندس هٿ پيءُ جهڙا کهرا نہ هوندا، پنهنجي ماءُ جهڙا هوندا. ڳهٽ ۾ ڳهٽ آڱريون پنهنجي ماءُ جي خوبصورت آڱرين جهڙيون هونديون ۽ عجيب هئا. هو پنهنجي پٽ سان خيالن ئي خيالن ۾ ڳالهيون ڪرڻ لڳندي هئي. ڪڏهن هنج ۾ وهاري ڪلايائين ٿي، ڪڏهن ٻينگهي ۾ وجهي لوڏيائين ٿي، باغيچي ۾ ساڻس ڪيڏڻ لڳي ٿي، کير جي بوتل پياريائين ٿي. ۽ ڪڏهن وري ڪانس لڪي ٿي ويٺي، تہ پشپ رئندي ڪيس ڳولڻ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن پنهنجون ننڍڙيون، تيز ۽ معصوم اکيون ڦيرايون ٿي ۽ خوشيءَ جي رڙ ڪري جڏهن ڳولي ورتائين ٿي، تڏهن آشا کيس ڪٿي آسمان ڏانهن اڇلي وري پنهنجي هنج ۾ وٺي سيني سان لڳائي پيار پريون ٺڪيون ڏيئي لولي ڏنائين ٿي، جلدي کيس پنهنجي اڪيلي هئڻ جو احساس ٿيندو هئس ۽ ڇرڪ ڀري ٿي ويٺي. ۽ پوءِ هوءَ ٻئي هٿ ٻڌي ڀڳوان کي جيون جا خواب اڌورا رهجي ويندا.‘

ڏيهہ جي جهڻ جو ٻڌنديئي سندس ڏيان جيون طرف هليو ويو.

انهيءَ ڪري نه، ته ڪو اهو ٻار ڏيءَ هئڻ سبٻان ڪو گهٽ وڻندڙ ۽ پيارو نه هو پر...

هوءَ چپ چاپ ستي رهي- هن ڏيءَ کي ڏسڻ جي خواهش به نه ڏيکاري. 'جيون ٿي ڀيرئين ٻار کي، ڀيريون پيرو سنهنجي هنج ۾ ڏي.' اها ٿي سنڌس اڄا هئي.

'هن به چاهه وچان ٻار کڻي آشا جي هنج ۾ ڏيندي چيو، "هان وٺ، تنهنجي گڏي."

آشا جي چهري تي مشڪ وري آئي، سنڌس نيڻن ۾ هرس ۽ هيج چمڪي اٿيو، ڏيءَ کي چميائين ۽ سنڌس جي اکين ۾ نهارڻ لڳي، جتي به کيس موهه جي جهلڪ نظر آئي. سونهن ۽ ڪوملتا کي ڏسي ٻيو ڪهڙو ويچار ٿي اچي سگهيو.

ڇوڪري ڏاڍي خوبصورت هئي، گوري سونهري رنگت، سنهڙا چپ، تکو نڪ، چنچل ۽ نيرون اکيون.

"هنجو نالو اسان 'پشپا' رکنداسين." جيون چيو.

۽ پشپا وڏي ٿين لڳي. ڏاڍي ذهين هئي، پٽس کي پچ پچ ۾ ٿي تنگ ڪري ڇڏيندي هئي ۽ ماڻس لاءِ ته وندر جو سامان هئي. پر نيٺ جيون سچ پچ تنگ ٿي پيو. کيس ته بيجان رانديڪن جي ضرورت هئي، جن سان دل جڏهن چاهي تڏهن کيڏ جي، نه ته کڻي الماري ۾ رکي ڇڏ جي. آخر ٻار کي بي وقتو رئڻ ۽ کلڻ جي ڪهڙي خبر؟ ڇا کيس وقت جي به خبر نه آهي، ڇا کيس انهيءَ ڳالهه جو به احساس نه آهي ته سنڌس پيءُ آفيس مان ٿڪجي موٽيو آهي؟

آشا چپ چاپ جيون جي هلت مان هنجي دل مان اڀرندڙ ويچارن کي چڪاسيندي رهندي هئي. هاڻي ٻاهران ٻاڙي وارن جو ڪوبه ٻار ساڻس گهر ۾ کيڏڻ نه ايندو هو ۽ نه ٿي وري پشپا پٽس جي ڌپ ڪان زور سان ڳالهائيندي هئي. ننڍڙي معصوم جان

۽ اهو سمجهي وٺي ته سندس پيءُ غصي ٿيندو. جڏهن جيون گهر ۾ هوند و هو، تڏهن سندس پٽڪڙا پير فرش تي بنا آواز جي چرندا هئا، سندس ڪان ٻه ڊپيل هوندو هو، ۽ پاڻ منجهيل منجهيل لڳندي هئي.

۽ پوءِ ڪين وري هڪ ڏي جائي.
آشا جي دل ۾ ڏڪڙو پيدا ٿيو.
’وري ڌيءَ!‘ هوءَ سوچڻ لڳي. هاءِ! هي ڪهڙو سماج آهي جنهن ۾ عورت جي جنم تي عورت ماتم ڪري ٿي. شايد انهيءَ ڪري جو هوءَ عورت جي بيوسيءَ کي خوب سمجهي ٿي يا شايد هوءَ به مرد جي دنيا ۾ رهندي رهندي مردن جيئن سوچڻ لڳي آهي.
امرتي کي هنج ۾ کڻي آشا پيار ڪيو ۽ من ئي من ۾ سندس سؤ ياڳيم لاءِ ڀڳوان در پاڌاڻي لڳي. هن محسوس ڪيو ته جڻ جيون جو اتساهه ختم ٿي ويو هجي، جڻ جيون جي من ۾ آشا جي خلاف ڪا شڪايت جاڳي اٿي هجي.
هوءَ سندس منهن مان تسلي جا ڪي اکر ٻڌڻ جي اميد رکي ويٺي هئي پر ائين نه ٿيو.
هن دفعي ڪيس ذرو پر لنبڊ نه آئي ۽ هوءَ ڪري به ڇا ٿي سگهي. ٻه ننڍڙا ننڍڙا ٻار منيالڻ ۽ ساري گهر جي ڪڻ ٻاءِ ۽ پوءِ وري ٻاهر...
جيون من ئي من ۾ جلند و رهيو، پر ڪڇيو ڪي به نٿي. انهيءَ ڪان بهتر هو ته پنهنجي دل جي ڀاڙ ڪري غصو ته ڇنڊي ها.

”اوهين ناراض ٿا ڏسجو مون سان؟“
”مان؟ نه نه...“

”ته پوءِ ڳالهايو ڇو نٿا؟ ڪڏهن مشڪو به نٿا، ڪڏهن دل جي ڳالهه به نٿا ڪريو. ڇا انهيءَ ڪري ته امرتي ڏيءَ آهي؟“
”ڇري آشا!“ جيئن آشا جي وارن ۾ آڱريون ڦيرائيندي چيو.

’نه هو اهڙا ته ناهن،‘ پر وري سوچڻ لڳي ته پوءِ من ۾ اهي خيال ڇو آيريا. ڏيءَ ۽ پٽ ۾ اڄ ڪلهه فرق نٿي کھڙ و آهي. ڏيئرون پنهنجي گھر هليون وڃن ۽ پٽ پنهنجي گهر. باقي سندن ماءُ پيءُ آخر اڪيلا ٿي ته رهيو وڃن ٿا، پر آشا کي انهن ڳالهين مان آٿت نه ملي. ڪيس سڌ هئي ته اهي ڳالهيون سطحي آهن، جيئن ڪنهي ٻڌ بيون آهن تيئن وري ورجائي ڇڏ بيون آهن، ۽ سندس دل جي حالت کهڙي وري ٻي هئي. هوءَ جتي به ويئي هئي، جنهن سان ملي هئي يا ڪو سندس گھر آيو هو، ڪانئس اهو ئي پڇيو ويو:
”ٻئي ڌيئر اٿيئي؟“
”جي ها.“
”ڀڳوان ڪندو، پٽ ملندءِ.“
دل ۾ جواب ڏيڻ جي خواهش ٿيڻ جي باوجود هوءَ چپ ٿي ويئي ٿي. ۽ ڪيس ضرورت به کهڙي هئي هر ڪنهن اڳيان پول کولڻ جي. ڪيس خبر هئي ته سندس هڪ آواز ڪو سماج کي بدلائي نٿي سگهيو، ۽ وري هوءَ اڪيلي ته ڪانه هئي جو انهيءَ ڏک جي پيڙا ڀوڳي رهي هجي. اڌو اڌ دنيا ته عورتن جي آبادي آهي ۽ اهي سڀيئي وقت بوقت اهڙين ئي حالتن کي منهن ڏين ٿيون.
ڪڏهن ڪڏهن جيئن چوندو هو، ”ڪاش، جيڪڏهن ’آمرتي‘ پٽ هجوم ها. هڪ ڌيءَ، هڪ پٽ. ’آئيڊيل فئمولي‘ هجي ها اسان جي!“

"اڄ ڪلهه ٻه ٽي ٻار ڪافي آهن،" هو ڪجهه دير رکي
چوندو هو، "ٽيئين ٻار کي جنم ڏيڻ پنهنجي ملڪ جو ٻار
وڌائڻو ٿيو، ۽ وري اسان وٽ ڪهڙي ملڪيت پيئي آهي جنهن
مان بعد ۾..." آشا جي منهن ڏانهن ڏسندي هڪي ٻڪي
رهندو هو.
"آشا تنهنجو ڪهڙو خيال آهي؟"
"مان ڇا چوان! مون کي مستقبل جي ڪهڙي خبر؟ مون کي
جيڪڏهن سڌ هجي ها ته ٽيون ٻار ضرور پٽ ٿيندو ته مان
جيڪر توهان کي ضرور ٻڌايان ها."
آشا جي جواب ۾ ڏنگ هوندو هو ۽ جيئن ڏنگجي ويندو هو.
"تون ته جلدي ناراض ٿي وڃين ٿي."

۽ پوءِ اها ٽي روز واري 'تون ڇا تون ڇا' ٿيڻ لڳندي هئي.
آشا کي پٽ لاءِ سڪ ڪا گهٽ نه هئي، پر هوءَ پنهنجي
ڌيئرن کي ڪڏهن به ڪنهن جي پٽن کان گهٽ نه سمجهندي
هئي ۽ من ئي من ۾ پنهنجي 'پشپا ۽ امرتي' جي 'سڀاڳيءَ لاءِ
شڀ ڪامنا رکندي هئي.
سندس ٻئي ڌيئرون 'پشپ' جي خيالي ڇانوَ هيٺ وڏيون
ٿينديون وييون. لک ڪوشش جي باوجود، آشا کين 'پشپ' جي
ڇانوَ ۾ پيدا ٿيل اڻ ڏيکار کان بچائي نه سگهي. سندن ننڍڙا
پٽڪڙا پير، ڏه ٻيل چال سکي ويا هئا، سندن مشڪ به منجهيل
۽ گهٽيل هئي.

'سهڻي' ڪتابي سلسلو حيدرآباد سنڌ
آڪٽوبر ١٩-٧ع

# ٻار جو ٻوڙ

## حليم بروهي

ٻار ٻوڙ نه کائيندو آهي. ٻار فقط ٻوڙ هاريندو آهي. ڪو ڪنمنو،
ڪو چاڪليٽ، يا ٽافي، يا لالي پاپ يا مٺائي وغيره ڏيئي،
ونڊرائي، ٻار کي هيٺ پٽ تي ليٽائجي، ۽ ڪاتي ڪٺي ٻار
جي ڳچيءَ تي آهستي وهائجي. تڪڙ هرگز نه ڪرڻ گهرجي.
ڪاتي تکي هئڻ گهرجي، نه ته ٻار روئڻ لڳندو ۽ پاڙي وارن
کي خبر پئجي ويندي ته اوهان اڄ ٻار ڪٺو آهي، ۽ پوءِ هرڪو
پاڙيسري ونو ڪٺي ٽنگيو بيٺو هوندو ته 'ٿورو ٻوڙ ڏيو.'

پوءِ ٻار کي اُبتو ڪجي، ۽ ڪاتيءَ سان ڪياڙي کان هيٺ سڌو
هڪو چهڪ ڏجي. پوءِ ڪاتي هيٺ رکي ٻنهي هٿن سان ٻار
جي چمڙي لاهجي. جيڪڏهن ٻار تمام ننڍو هجي، ته پوءِ چمڙي
هرگز نه لاهجي. ننڍڙي ٻار جي چمڙي لذيذ هوندي آهي.

جڏهن ٻار جي چمڙي پيٽ وٽان لهندي، تڏهن فقط هلڪڙي
چهڪ سان پيٽ مان آنڊا ٻاهر نڪري ايندا. پوءِ آنڊا، گجيون،
۽ اوجهري ڪڍي ٻاهر ڦٽا ڪجن، يا پنگياڻي کي ڏيئي ڇڏجن.
ٻڪيون ۽ ڪليجي سنڀالي رکجي. پوءِ سري ۽ پاوا وغيره ڌار
ڪجن. هاڻي اوهان ٻار مسلم پچائي سگهو ٿا. سڄي ٻار کي
جيڪڏهن سالم پچائبو، ته ان کي مسلم چئبو آهي. مسلمان
ٻار ۽ مسلم ٻار ٻه الڳ شيون آهن.

ٻوڙ رڌڻ لاءِ ٻار جا ننڍا ٽڪر ڪجن، پر رانون سڄيون سيڪجن
ته بهتر آهي. ران پچائڻ تي جيتري وڌيڪ محنت ڪبي، اوترو
وڌيڪ لذيذ ۽ مزيدار ٿيندي. ران پچائڻ لاءِ ران کي پهرين
صاف پاڻيءَ ۾ صاف ڪجي. پوءِ چاقوءَ يا ڇري سان ان ۾

تنگ ڪجن. پوءِ ليمون وڍي ان ماٺ ران کي چڱي طرح
رهڙجي ته جيئن ليمي جو رس ران ۾ اندر تائين پهچي وڃي،
پوءِ به ايائي ڪلاڪ ران کي رکي ڇڏجي. پر ايائي ڪلاڪن
کان پوءِ جڏهن ران ٻاهر تي سيڪبي، يا گيهه ۾ تربي، ته
ان جو ذائقو اهڙو ته مزيدار هوندو جو کائڻ وارا پنهنجا چپ
چٽيندا رهندا. لوڻ، مرچ ۽ مصالحو وغيره پنهنجي مرضي مطابق
وجهجي. ليمون نه هجڻ جي حالت ۾ ڏونرو يا ڏهي استعمال
ڪجي. ڪي ماڻهو گدا،ڙي استعمال ڪندا آهن، پر پوءِ اهي
ٻار چٽڻ جي قابل نه رهندا آهن.
ٻار کهڻ وقت خيال رکجي ته ٻار صفا ننڍو به نه هجي، ۽
گهڻو وڏو به نه هجي. تمام ننڍي ٻار جو گوشت ديگڙي ۾
ريشو ٿي مزو ڇڏي ويندو آهي، تمام وڏي ٻار جو گوشت دير
سان ڳرندو آهي. پر جيئن ٻارڻ مان پنهنجي پسند جو ٻار چونڊجي.
بلڪ پنهنجي پسند جو ٻار چٽجي. پنهنجو چٽيل ۽ نپايل ٻار
کائڻ ۾ وڏيڪ سوادي آهي. اهو قدرتي آهي.
سري ۽ پاوا پچائڻ ۾ محنت وڏيڪ آهي، تنهن ڪري اهي
پاڙي وارن ۾ ورهائي ڇڏجن. رات جو سمهڻ کان اڳ پنهنجا
ٻار ڳڻجن. ٿلهن ٻارن جو گوشت بادي ڪندو آهي.
نوٽ: مسلمان ٻار کي کهڻ وقت تڪبير پڙهڻ لازمي آهي.

# ماڻهو

## زيب سنڌي

صبح جو وقت هو. سيارو پنهنجي مستيءَ ۾ هو. سج جي تپش
جڻ سيءَ سان جنگ ڪري، پنهنجي اڌ طاقت وڃائي، وڏي
مشڪل سان زمين تي پهتي ٿي. هو ٻئي سيءَ کان بچڻ لاءِ
جناح باغ جي پوئين پاري ۾ ويٺا هئا، ۽ دل ئي دل ۾ ڄ
ڪي ننڊي رهيا هئا. هنن ٻنهي جا پهراڻ هنڌ هنڌ کان ڦاٽل
هئا، ۽ ڪين پراڻيون گوڏيون پيل هيون. سندن پير اگهاڙا هئا،
سيءَ ۾ ڦاٽل پيرن تي مٽيءَ جا تهه چڙهيل هئا. هوءَ ٻئي ٻاري
مان چيرن جا سلا پٽي ڏندن سان ڪتري ڦٽو ڪري رهيا هئا،
۽ ڪو ڪو سلو منهن لڳڻ ڪري وات ۾ ئي ٿي رهڻ ڏنائون.
هو ٻئي ڪالهه کان بکايل هئا، ڪين ڪجهه به کائڻ لاءِ
نصيب نه ٿيو هو ٻئي ياٽر هئا، هتي سندن ڪوبه گهر نه هو.
سندن ڪوبه مٽ مائٽ نه هو. وڏي ڀاءُ جي عمر ڏهه سال هئي
۽ ننڍي جي ڇهه سال. هو ٻئي پنهنجي پنهنجي سوچن ۾ غرق،
خاموش ويٺا هئا. اوچتو ننڍي، وڏي کي چيو ”ادا، مون کي
ڏاڍي بک لڳي آ! پيٽ ۾ سور به پيو ٿئي!“

وڏي جي اکين ۾ ڳوڙها ڀرجي آيا، چيائين، ”ادل! بک ته
مون کي به لڳي آ، پر ڇا ڪريون!؟“

”هل ته بزار ڏي هلون. متان ڪٿان مانيءَ ٽڪر ملي پوي.“

”پر سيءُ به ته ڏاڍو آ نه! هلڻ به نه ٿو پڄي!“

”ادا، هل. نه ته مان بک ۾ مري ويندس.“

”نه نه ڀائو، ائين نه چئه. اٿ ته هلي ٿا ڪٿان مانيءَ ڳيهو
هٿ ڪيون.“

هو ٻئي اٿيا مس ته اوچتو چوڌاري ڪڪر ڦري آيا، ۽ سج کي پنهنجي ڪاري چادر ۾ ڍڪي ڇڏيائون. هنن جي ڌڪڻي ويتر وڌي وئي. هو ننڍڙيون ننڍڙيون وکون کڻندا اڳتي وڌيا. ٻاري جي حد ٽپي، جڏهن نيشنل سينٽر جي اڳيان پهتا ته کنوڻ جو ڪڙڪو ٿيو، ۽ اهڙو تيز مينهن پوڻ لڳو، جهڙو تيز سيارو هو. هنن ٻنهي ڊوڙ پاتي ۽ نيشنل سينٽر جي ننڍڙي ڏاڪڻ تي چڙهندي ننڍي جو پير ترڪي ويو، ۽ هو "ادا...!" ڪري ليٽڙي پائي وڃي هيٺ ڪريو. وڏي تڪڙ ۾ هيٺ لهي وڃي، ننڍي کي پنهنجي ٻانهن ۾ کنيو ۽ آهستي آهستي ڏاڪڻ چڙهڻ لڳو. ننڍي روئندي چيو، "ادا، ڇاتيءَ ۾ ڏاڍو ڏک لڳو آ."

وڏي آهستي چيو، "منا، بس ڪر. الله رحم ڪندو."

ننڍو ڏاڍو رئندو رهيو.

ڏاڪڻ چڙهي وڏي، ننڍي کي نيشنل سينٽر جي وڏي هال ٻاهران ڇت هيٺان ويهاريو، پر ننڍو ويهڻ بجاءِ اتي ٿڌي فرش تي ئي ليٽي پيو، ۽ سڏڪا ڀرڻ لڳو. سڏڪا ڀريندي سندس پيٽ ۽ سيني وارو حصو مٿي ڇڪجي ٿي ويو. وڏو سندس ڀرسان ويهي رهيو ۽ ڌرتيءَ تي هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳو. اوچتو هن رڙ ڪئي، "واهه واهه مولا!"— ۽ ٻن قدمن جي مفاصلي تان ڪجهه کڻڻ لڳو.

ننڍي سڏڪا ڀريندي پڇيو، "ادا ڇاهي؟"

"پنج پيسي ادل!"

"ادا، پوءِ هل ته ڪجهه وٺي کائون."

"ها، هل."

هو ٻئي اتي ڏاڪڻ لهي، تڪڙا تڪڙا بي فڪريءَ ۾ مينهن ۽ سيءَ جو مقابلو ڪندا، اڳتي وڌڻ لڳا. جناح باغ جي چوواٽي واري در وٽ پهتا ته هڪ دڪان جي ڇاپري هيٺان هڪ پڪوڙائيءَ کي ڪچوريون تريندي ڏٺائون. وڏي پڪوڙائي کان

پڇيو، ”سائين، ڪڇوري ڳهڻي جي آ؟“
”ٻي آني.“ ڀڪوڙائيءَ جواب ڏنو.
”پنج پيسيءَ ۾ نه ڏيندين!؟“
”نه.“ ڀڪوڙائيءَ رکائي مان جواب ڏنو.
”ادا، تون چوين ٿو، مٿان توکي ڏي.“ وڏي پنج پيسي ننڍي کي ڏيندي آهستي چيو.
”سائين پنج پيسي آ. هڪڙي ڏي!“
”اڙي ماءُ جا...“ ۽ هڪ زوردار چماٽ ڀڪوڙائيءَ هن جي نازڪ ڳل تي وهائي ڪڍي.
هن جي هٿ مان پنج پيسي نڪري ”“ءِ ڪٿي وڃي ڪري ۽ هو ڀنڀيان بيٺل ڀاءُ مان وڃي ٽڪريو ۽ اوچنگارون ڏئي روئڻ لڳو. وڏي جي اکين مان به لڙڪ وهڻ لڳا. هن ننڍي کي سهارو ڏنو، ۽ ٻئي حسرت مان ڪڇورين کي ڏسي اڳتي وڌڻ لڳا. چوواٽي جي ٻئي پاسي پهچي هو ميونسپل ڪان بچڻ لاءِ ميونسپل جي نون دڪانن واري لائين جي سيلون جي ڇاپري هيٺان وڃي بيٺا. سيلون جي حجم هنن کي ڏسي هڪل ڪئي، ”هلو ڙي هلو هتان، حرامي، پيٽسان ڳدلا.“
هو ٻئي دڪانن جي ڇاپرن جي هيٺان ئي هيٺان اڳتي وڌڻ لڳا. ساڳئي دڪانن واري لائين ۾ اڳتي هلي هو مائي جي دڪان کي ڏسي بيهي رهيا. جنهن جي شوڪيس ۾ مائي جا ٿال پريا پيا هئا، ۽ هڪ پٽ تي فلم ’نيلام‘ جو ڪئلينڊر لڳل هو. جنهن ۾ اداڪاره آسيه جي اڳيان ڪجهه هٿ ڏيکاريل هئا، جيڪي سو سو جا نوٽ پيش ڪري رهيا هئا، پر هن نوٽ نه ٿي ورتا، فقط ڏسي رهي هئي ۽ هو ٻئي سوچڻ لڳا: ڇا هن کي ٽوڪر نه کپن!؟ ها ها، هوءَ نوان لٽا پهريو وينئي آهي نه! سندس پيٽ به پريل هوندو، پر ماڻهو اهڙن ماڻهن کي ڇو ٿا ڏين ۽ کين نوان لٽا به آهن! اسان کي ماڻهو ڀتسا ڇو

نہ ٿا ڏين!؟ اسان تہ ٻڪ ٿي بہ آهيون ۽ ڪوٽ بہ نہ آهن!"
۽ وري هو مائي جي پريل ٿالهن ڪي ڏسڻ لڳا. ننڍي جي دل
ڪي ڌپ ٿيڻ لڳو تہ متان هي دڪاندار بہ اڳئين جيان ڇڙٻ
ڏي، ان ڪري هن وڏي کي چيو، "ادا، هلون؟"
"ها، هل." وڏي جواب ڏنو.
هنن پوئتي منهن ورايو. مائي جي دڪان جي سامهون نيلامي
ڪوٽن جو دڪان هو. هو ڪوٽن جي دڪان ڏانهن وڌيا. اڳين
تي ڪاري عينڪ چڙهيل دڪاندار کان ننڍي ڏڪندي پڇيو،
"سائين، مون جيترو ڪوٽ گهڻي ملندو؟"
دڪاندار نسوار جي ٿڪ ڦٽي ڪندي رڙ ڪئي، "پڇي وڃو،
توهان جي جاءِ ناهي."
هو خاموشيءَ سان اڳتي وڌي ويا. مينهن اچا وسي رهيو هو.
ننڍي پڇيو، "ادا، اسان کي سڀ ماڻهو دڙڪا ڇو ٿا ڏين!؟"
"مٺا، غريبن کي هرڪو دڙڪا ڏيندو آهي."
"ادا، پوءِ الله اسان کي امير ڇو نہ ٿو ڪري؟"
"الله سائين جي مرضي ڀائو."
"ادا مون کي ڏاڍو سيءُ ٿو ٿئي، ڏس لٽا پسي ويا آهن، ٻڪ
ڏاڍي لڳي آ."
"ادا، پوءِ ڇا ڪيون، ڪيڏانهن هلون؟ پنهنجو گهر بہ تہ ڪولهي."
"ادا، پوءِ الله سائينءَ جي گهر هلون؟"
"ڇا!"
"مسيت کي الله جو گهر چئبو آهي نہ؟"
"ها، هل تہ مسيت ۾ هلي ويهون سامهون هن گهٽيءَ ۾
مسيت آ."
هو رستو پار ڪري، گهٽي مان ٿيندا وڃي مسجد جي در وٽ
پهتا. در لنگهي اندر ٿيا تہ سامهون مسجد جي شاهي هال مان
پيش امام رڙ ڪئي "هلو ڙي هلو، هتي هن مهل ڇو آيا آهيو؟"

”سائين، سيءُ ٿو ٿئي.“ وڏي چيو
”سيءُ ٿو ٿئي ته مان ڇا ڪيان؟ نڪرو هتان هي توهان جي پيءُ جو گهر آ، جو سيءُ کان بچڻ لاءِ هتي آيا آهيو.“
هو ٻئي مسجد کان نڪري، جنهن گهٽيءَ کان آيا هئا، ان کي ڇڏي، رائل سئنيما ڏانهن ويندڙ گهٽي ۾ هلڻ لڳا. رائل سئنيما جي سامهون روڊ ٽي پهچي ننڍي چيو، ”ادا، باغ ۾ جهڪا ڇٽ واري جاءِ آ، هل ته اتي هلي ويهون، ميهن ۾ ڏاڍو سيءُ ٿو ٿئي.“
هو ٻئي باغ جناح ڏانهن وڃڻ لڳا.
جناح باغ جي سامهون پهچي چوواٽو پار ڪرڻ لاءِ ٻنهي ڊوڙ پاتي- وڏو اڳ ۾ نڪري ويو. پر ننڍو بيخياليءَ ۾ هڪ رڪشا جو پاسو لڳڻ ڪري روڊ تي ڪري پيو، ايتري ۾ هڪ ڪار ”پورا – بون“ ڪندي اچي مٿان پهتي ۽ بريڪ وقت تي نه لڳڻ ڪري سندس مٿان چڙهي وئي ۽ ڪيس چيپاٽي پورو ڪري ڇڏيائين. هن جون رڙيون ڪار جي ڦيٿن هيٺان دٻجي ويون. بس، هڪ دفعو زور سان ”ادا“ چئي خاموشيءَ جي وادين ۾ هليو ويو. ڪار روڊ تي تيزيءَ سان ڊوڙندي هلي وئي.
وڏي، ننڍي جي رڙ ٻڌي پوئتي نهاريو ته ڪيس پنهنجي ڀاءُ جو رت ۾ رنگيل جسم چوواٽي جي وچ تي پيل نظر آيو.
هو ڊوڙ پائي وڃي پنهنجي ڀاءُ جي چچريل ۽ بيجان جسم مٿان ڪريو ۽ رڙيون ڪري چوڻ لڳو، ”ادا، تون ٻڪ ڏي هليو وئين! ٻئي جهان ۾ به تون خالي پيٽ ساڻ هليو وئين!“
سندس ڀاءُ جي لاش ۽ هن جي چوڌاري هشام ماڻهن جا ميڙ ويا. هر ڪوئي افسوس ڪري رهيو هو. ڪو ماڻهن کي پري ڪري رهيو هو، ته ڪو هن کي سمجهائي رهيو هو. مطلب ته جيترا هئا ماڻهو اوتريون هون همدرديون!
وچ چوواٽي تي ماڻهن جو ميڙ ڏسي، پڪوڙائي حجم، مائي

وارو، ڪوٺن وارو ۽ ٻيا دڪاندار اچي مڙيا. ڪوڙائيءَ چيو، ”ويچارو ٻڪ تي مري ويو.“ ۽ ٻوڙ پائي ڏهاڪو کن ڪچوريون آڻي سندس پاءُ کي ڏنائين.

هن ڪچوريون ورتيون، پنهنجي پاءُ ڏي منهن ڪري روئيندي چيو، ”ادا ڏس هي هاڻي ڪچوريون کٽي آيو آهي.“ ۽ ڪچوريون هيٺ رکي ڇڏيائين.

حجم چيو، ”ويچارو ميئهن ۽ سيءُ ۾ مري ويو.“

ڪوٽن وارو هڪ ڪوٽ کڻي آيو ۽ هن کي ڏيندي چيائين، ”اچي هي ڪوٽ تون پاءِ، سيءُ ٿو پوي.“

هن پنهنجي پاءُ جي لاش ڏانهن منهن ڪري چيو، ”ادا ڏس، اڳ هي ڪوٽ جو اگهه ٻه نه پيو ٻڌائي، پر هاڻي مفت ۾ ڪوٽ ٿو ڏي! پر نه، مان ڪوٽ نه پائيندس، مان ڪوڙا نه کائيندس.“

ميئهن اچا بند نه ٿيو هو ۽ هشام ماڻهن جا اهو ٻه وساري ويٺا هئا، ته هو ميئهن ۽ سيءُ ۾ روڊ تي ويٺا آهن ۽ سندن ڪپڙا پُسي چڪا آهن.

ڪهڙيون خواهشون

مشعل پبليڪيشن لاڙڪاڻو

جنوري ١٩٧٧ع

# سهڻي پبليڪيشنس، حيدرآباد
## جا شايع ٿيل ڪتاب

| نمبر | ڪتاب | قسم | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|---|
| 1- | اسانجي سنڌ | (ڪهاڻيون) | مختلف ڪهاڻيڪار | ختم ٿيل |
| 2- | اڻ وسرندڙ ڪهاڻيون | " | الطاف شيخ | " |
| 3- | وايون وڄارن جون | (سفرنامو) | الطاف شيخ | " |
| 4- | بندر بازاريون | " | الطاف شيخ | " |
| 5- | غدار | (ناوليٽ) | ڪرشن چندر | " |
| 6- | سونهن پٽر ۽ پيار | (ڪهاڻيون) | طارق اشرف | ختم ٿيل |
| 7- | ميرو ڏاڙيل | (ناول) | طارق اشرف | " |
| 8- | ڳاڙها هٿ پيلا چهرا | (شعر) | ذوالفقار سيال | 16-00 |
| 9- | رشتا ناتا | (ڪهاڻيون) | نجم عباسي | ختم ٿيل |
| 10- | پيار جي پري | " | غلام رباني | " |
| 11- | بدمعاش | " | جمال ابڙو | " |
| 12- | سفيد وحشي | " | شيخ اياز | " |
| 13- | سمونڊ جي ساڃهه | (سفرنامو) | الطاف شيخ | " |
| 14- | منهنجي حياتي جا سونا روپا ورق | | پوپٽي هيرانندڻي | " |
| 15- | جاني تہ جهاز ۾ | (سفرنامو) | الطاف شيخ | " |
| 16- | آها شام | (ڪهاڻيون) | موهن ڪلپنا | 10-00 |

# هن ڪتاب جا ليکڪ

لالچند امر ڏنو مل جڳتياڻي، شيخ اياز،
جمال ابڙو، زينت چنا، پوپٽي هيرانندڻي،
سڳن آهوجا، سندري آتمچنداڻي، اياز قادري،
شيخ حفيظ، ڪمل پياسي، ڪرشن کٽواڻي،
جڳديش ايس لڄاڻي، بشير مورياڻي، سراج،
تارا ميرچنداڻي، موهن ڪلپنا، علي بابا،
حميد سنڌي، غياث جوڻيجو، طارق اشرف،
نظير شيخ، ڪلا پرڪاش، ماهتاب محبوب،
مانڪ، ظفر حسن، ولي رام ولڀ، حليم بروهي،
زيب سنڌي

پنهنجي موضوع جي لحاظ کان هيءَ سنڌيءَ جو
پهريون ڪتاب آهي

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاڙو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سڀني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)